# شاه سائين جو رسالو

ڪلياڻ آڏواڻي جي ايڊيشن جي آڌار تي

عبدالماجد ڀرڳڙي

جي ترتيب ڏنل

ڀَرين ڊجيٽل

E-Book

ايڊيشن

ڊسمبر 2004

# فهرست

To access any sur click on it.

# عرض حال

الحمدلله شاهہ سائين جي رسالي جي انٽرنيٽ ۽ ورلڊ وائيڊ ويب تي اليڪٽرانڪ اشاعت جو ڪم، جيڪو مون چند مهينا اڳ شروع ڪيو هو، سو ڌڻي جي ٻاجهہ، شاهہ سائين جي روحاني فيض، بزرگن، وڏڙن ۽ گھڻگھرن جي دعائن، ۽ ٻانهن ٻيلين جي همت ۽ محنت سان عيد الفطر هجري سن 1425 تي پايہ تڪميل کي رسيو. عيسوي سن 2005 جي شروع ٿيڻ کان اڳ، مان هي نئين سال جو تحفو ڊجيٽل اي بوڪ جي صورت ۾ شاهہ سائين جي معتقدين ۽ سنڌي ٻولي جي گھڻگھرن جي خدمت پيش ڪيان ٿو. منهنجي ڄاڻ موجب هي سنڌي ٻولي ۾ ڇپجندڙ پهريون اليڪٽرانڪ ڊجيٽل بوڪ آهي جنهن ۾ توهان، ادوبي ايڪروبيٽ ريڊر جي مدل ايسٽ ايڊيشن کي استعمال ڪندي، ڪو بہ لفظ يا لفظن جو ميڙ ڳولي سگھو ٿا. ڌڻي سگھہ ڏني تہ رسالي جي اينڊرائڊ اي بوڪ ايڊيشن کي وڌيڪ سنواري توهان آڏو پيش ڪبو.

مون اڄ کان سترهن سال اڳ سن 1987ع ۾ سنڌي ڪمپيوٽنگ جي سلسلي ۾ ڪم شروع ڪيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ پهريون ڀيرو سنڌي ڊيسڪ ٽاپ پبلشنگ وجود ۾ آئي ۽ اخبارون، ڪتاب، رسالا ايپل جي مئڪنٽوش ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ۽ ٽائيپسيٽ ٿيڻ لڳا. سال 2001ع ۾ مون سنڌي کي ونڊوز ۾ يونيڪوڊ جي انٽرنيشنل معيار موجب آندو ۽ انهي کي پوءِ مون سنڌي جي انٽرنيٽ ۽ ڪمپيوٽر تي استعمال ۽ ترويج (واڌاري) لاءِ وِت آهر پئي ڪوشش ورتي آهي. مونکي پنهنجي هن ٻن ڏهاڪن تي محيط ڪوشش ۽ محنت جو ڪجهہ اجورو شروع ۾ ان خوشي جي روپ ۾ مليو، جڏهن مون اخبارون ۽ ڪتاب ڪمپيوٽر ذريعي ڪمپوز ٿي شائع ٿيندي ڏٺا. پر مونکي مڪمل

اجورو تڏهن مليو جڏهن شاه سائين جي رسالي جي انٽرنيٽ تي هي اليڪٽرانڪ اشاعت ممڪن ٿي.

پوين چند مهينن دؤران، شاه سائينءَ جي بيتن جي اينٽري ڪندي، ۽ دوستن جي ڪيل اينٽري جي پروف ريڊنگ ڪندي، مونکي سائينءَ جي ڪلام جي مطالعي جو موقعو مليو. مان ان سعادت جو مُلهه بيان نه ٿو ڪري سگهان. سائينءَ جي ان سٽ، "جي تو بيت ڀانيا..."، جي لفظي نه بلڪ معنوي مطلب جي هلڪي چاشني جيڪا مون کي چکڻ لاءِ ملي، اها ئي منهنجي محنت جو وڏي ۾ وڏو ثمر آهي. سندن ڪلام دانش ۽ ڏاهپ جو هڪ املهه خزانو آهي ۽ اها اسان جي وڏي بدنصيبي آهي جو ان جي هوندي به اڻهوندا آهيون.

جيئن ته هي اليڪٽرانڪ ايڊيشن ڪلياڻ آڏواڻي جي مرتب ڪيل شاه سائين جي رسالي جي آڌار تي جوڙي وئي آهي، تنهنڪري ان ۾ سائينءَ جا سڀ بيت شامل نه آهن. انهي ايڊيشن جي استعمال جو مکيه سبب هي هو ته مون وٽ آمريڪا ۾ ٻيو ڪو غلطين کان آجو ڇاپو ڪو نه هو ۽ مون پاڻ ۾ ايتري اهليت ڪانه پئي ڀانئي جو ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب جي مستند ايڊيشن (جيڪو ٻيو واحد ڇاپو مون وٽ هو) جيڪو سنڌ ثقافتي اداري ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪري ڇپرايو هو، ان ۾ موجود بيشمار غلطين کي درست ڪري سگهان. ان ڪري مون اهو ئي فيصلو ڪيو ته في الحال مختصر ايڊيشن سان ئي سهي ابتدا ته ڪجي ۽ پوءِ اڳتي هلي ان ۾ واڌارو آڻي سڀ شعر شامل ڪرڻ يا ڪنهن ٻئي مستند ايڊيشن کي انٽرنيٽ تي آڻڻ جي ڪوشش ڪجي.

هن رسالي جي سموري اينٽري اهڙن دوستن ڪئي آهي، جن جو (هڪ يا ٻن کي ڇڏي) پيشو ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ نه آهي. پر انهن ايتري نه محبت ۽ محنت سان اينٽري

ڪئي جو غلطيون تمام گهٽ ٿيون. مون پنهنجي طرفان انهن جي پروف ريڊنگ ۾ غلطين دور ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪئي آهي، پر تہ بہ غلطين جو امڪان پنهنجي جاءِ تہ آهي. ان جا ڪيئي سبب ٿي سگهن ٿا: آڏواڻي صاحب جي غلطي، جنهن ڇاپي ڪي مون استعمال ڪيو آهي ان جي ڪمپوز ڪرڻ وارڻ جي غلطي، ۽ اينٽري جون اهي غلطيون جيڪي منهنجي نگاه کان رهجي ويون، انهن سڀني جو امڪان ۽ احتمال پنهنجي جاءِ تي موجود آهي. منهنجي پڙهندڙن کي گذارش آهي تہ غور سان مطالعو ڪن ۽ جيڪي بہ غلطيون کين نظر اچن انهن جي نشاندهي ڪن تاڪِ انهن کي درست ڪيو وڃي.

مون هن رسالي جي لاءِ خاص ٽائپ فيس ترتيب ڏنو آهي جنهن ۾ اعرابن ۽ نشانين جي بيهڪ جي لحاظ کان موزونيت تي خصوصي توجہ ڏني وئي آهي. پر ان هوندي بہ اوڻاين جو امڪان رهي ٿو. ان لاءِ بہ اوهان دوستن جي راءِ ۽ مشورن جي لاءِ مون کي انتظار رهندو. توهان هن رسالي جا ڪجهہ صفحا ليزر پرنٽر تي پرنٽ ڪري ۽ ٽائپ فيس جي باري ۾ بہ پنهنجي رايي کان مطلع فرمائيندا.

هن رسالي جي ڊجٽل اشاعت هڪ خواب ئي رهي ها جيڪڏهن دوست هن ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي رسالي جي اينٽري ۾ منهنجي مدد نہ ڪن ها. ٿيهن مان ٽي سر مون اينٽر ڪيا، باقي ستاويهہ سُر انهن دوستن جي مهرباني سان مڪمل ٿيا. سڀني کان وڌيڪ مان محترم احمد چنڊ صاحب جو ٿورائتو آهيان جنهن رسالي جو تقريباً اڌ حصو اڪيلي سر ڪمپيوٽر تي لکيو. جن ٻين دوستن بنا اجوري جي اهو محبت جو پورهيو ڪيو ۽ جيڪي اسان سڀني جي بيشمار نيڪ تمنائن ۽ بيحساب دعائن جا حقدار آهن سي آهن:

شاهہ نواز سومرو صاحب

محمد حبيب سنائي صاحب

عبدالرحيم نظاماڻي صاحب

فقير اسلح علي قلباڻي صاحب

عاشق حسين نظاماڻي ۽ رشيد برڙو صاحب

هن رسالي جي مواد کي استعمال ڪرڻ ، ڇاپڻ، ورهائڻ وغيره جي سڀني کي اجازت عام آهي. رڳو ايترو عرض آهي ته جن محبت جو پورهيو ڪري هن رسالي کي ترتيب ڏنو آهي، انهن جا نالا يا ذڪر انهي مان حذف ڪيا يا ڪڍيا نه وڃن، ته جيئن پڙهندڙن وٽان انهن کي اجر دعائن جي صورت ۾ ته ملي.

هڪ ڀيرو وري آءٌ الله پاڪ جو ٿورو ادا ڪرڻ جي مُڏي ڪوشش ٿو ڪيان جنهن جي مرضي کان سواءِ هڪ پن به ڇُري نه ٿو سگهي ۽ جنهن هي قابل قدر ڪم مون هِيڻي جي نصيب ۾ لکي منهنجي هٿان ڪرايو. ڀٽ جي سائين، جنهن جو ڪلام مون هن ريت دنيا جي هر ڪنڊ ۾ پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن جي فيض جي شامل حال هجڻ جي اها ئي هڪ وڏي نشاني آهي ته اهو ڪم منهنجي هٿان ممڪن ٿيو. هن ڪم جي پايه تڪميل تي پهچڻ لاءِ مان پنهنجي والدين جو بيحد شڪرگذار آهيان جا لاءِ ته سندن دعائن کان بغير مان ڪجهه به نه آهيان ۽ نه ئي مان ڪجهه ڪري سگهڻ جو اهل آهيان. مان پنهنجي اهليه ۽ پنهنجي ٻارن جو به شڪرگذار آهيان جن منهنجي هر لمحي تي همت افزائي ڪئي ۽ مون کي اهڙو ماحول مهيا ڪيو جنهن ۾ هي سڀ ممڪن بڻيو. مان پنهنجي پٽن عبدالمصور، عبدالباسط ۽ عبدالباري جو ذڪر جيڪڏهن نه ڪيان ته شڪرادائي نامڪمل رهجي ويندي. مان وڏي نصيب ۽ ڀاڳ وارو آهيان جنهن کي الله تعالىٰ اهڙي اولاد عطا فرمائي آهي. منهنجن پٽن مونکي هر قسم

جي مالي فڪر ۽ ڳڻتي کان نہ رڳو آجو ڪيو، بلڪ مون تي بار وڌائون تہ ڪا نوڪري ڪرڻ جي بجائي اهو ڪم ڪيان جيڪو منهنجو من ٿو چاهي. جيڪڏهن غم روزگار، نوڪري يا ڪاروبار جا جهميلا هجن ها تہ پوءِ بہ شايد هي ڪم مون کان نہ ٿي سگهي ها. ان چوڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي تہ انهن اهي سڀ وسائل بہ مونکي مهيا ڪري ڏنا جيڪي هن ڪم لاءِ گهربل هئا. منهنجي روئين روئين مان سندن لاءِ دعا ٿي نڪري.

ناچيز ۽ توهان جي دعائن جو پينو،

عبدالماجد ڀرڳڙي

30 ڊسمبر 2004



# سُر ڪلياڻ

## داستان پهريون

1

اَول الله عَليمُ، اعليٰ، عالَمَ جو ڌَڻِي؛
قادِرُ پنهنجي قُدرت سين، قائم آهِ قديمُ؛
والي، واحِدُ، وَحدَهٗ، رازق، رَبُّ رَحِيمُ؛
سو ساراهه سچو ڌڻي، چئِي حَمدُ حڪِيمُ؛
ڪري پاڻ ڪَرِيمُ، جوڙُون جوڙ جهان جي.

2

وَحدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، جن اُتوسين ايمانَ؛
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارَڻي، قَلبَ ساڻ لِسانَ؛
اُوءِ فائِقَ ۾ فَرمان، اَوَتڙِ ڪنهن نه اوليا.

3

اَوَتڙَ ڪنهن نه اوليا، سُتَڙِ ويا سالِمَ؛
هيڪائي هيڪُ ٿيا، اَحَدَ سين عالِمَ؛
بي بها بالِمَ، آگي ڪيا اڳهِينَ.

4

آڳي ڪيا اَڳهين، نسورو ئي نُورُ؛
لَا خَوفٌ عَلَيهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُونَ، سچن ڪونهي سُور؛
مولي ڪيو مَعمُور، اَنگُ اَزَلَ ۾ اُنِ جو.

5

وَحۡدَهٗ جي وِڍيا، اِلَا الله سين اورِين؛
هِنيون حقيقت ڳنڍيو، طريقت تورِين؛
معرفت جي ماٺ سين، ڏيساندَرُ ڏورِين؛
سُک نہ سُتا ڪڏهين، ويهي نہ ووڙِين؛
ڪُلهَنئُون ڪورِين، عاشق عَبۡدُاللَطِيفُ چئي.

6

وَحۡدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، ٻُڌِءِ نہ ٻوڙا؛
ڪہ تو ڪنين سُئا، جي گهٽَ اَندر گهوڙا؛
ٻاڙيندين ٻوڙها، جت شاهد ٿِيندءِ سامُهان.

7

وَحۡدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، اِهو وِهائج وِيُّ؛
ڪَثِين جي هارائين، هنڌ ٿُنهنجو هِيُّ؛
پاٽان چونڊُءِ پِيُّ، پري جام جَنَّت جو.

8

وَحۡدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، اِيُ هيڪڙائيءَ حَقُّ؛
ٻيائي ڪي ٻَڪُ، جن وڌو، سي ورِسيا.

9

سِرُ ڏُونديان، ڌڙ نہ لهان، ڌڙ ڏُونديان، سِرُ ناهِ؛
هَٿَ ڪَرايُون آڱريون، ويا ڪپجي ڪانِهہ؛
وحدت جي وِهانءِ، جي ويا، سي وِڍيا.

10

عاشق چَؤ مَ اُنَ کي، مَ ڪِـي چَؤ معشوق؛
خالق چَؤ مَ خامَ تون، مَ ڪِـي چَؤ مخلوق؛
سَلِج تنهن سُلوڪ، جو ناقِصئا نِڪيو.

11

وحدت تان ڪَثرت ٿئي، ڪثرت وحدت ڪُلُّ؛
حق حقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻِيءَ مَ ڀُلُ؛
هُو هُلاچو هُل، ٻا اللهُ سندو سچڻين.

12

پاڻهِين جَلَّ جَلالَهٗ، پاڻهِين جانِ جمالُ؛
پاڻهِين صورت پرينءَ جي، پاڻهِين حُسن ڪمالُ؛
پاڻهِين پِر مُريد ٿئي، پاڻهِين پاڻَ خيالُ؛
سڀ سيوئي حالُ، منجهان هي معلوم ٿئي.

13

پاڻهِين پسي پاڻکي، پاڻهِين محبوب؛
پاڻهِين خلقي خوب، پاڻهِين طالب تن جو.

14

پڙاڏو سو سَڏُ، وَرُ وائيءَ جو جي لَهِين؛
هُئا اَڳهِين گڏ، ٻُڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

15

ايڪ قَصرُ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪَٽِس ڳڙکيون؛
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهُون.

16

ڪوڙين ڪايائُون تُنهنجيون، لِکَن لَکَ هزارَ؛
جِيُ سپڪنهن جيءَ سين، دَرسن ڏارون ڏارَ؛
پرِيمِ تنهنجا پارَ، ڪهڙا چئِي ڪيئَن چوان.

وائي

سپڪا پريان ڪُون پُوجي؛
نيهن نيٽيڻ، ڳُڻ ڳالهه وو.
جا چِتامِ چِتَ مِ، سجڻ سا ٿو ٻُجهي؛
لات جا لَطِيفُ جي، سَڏُ تنهنجو سُڃي.

# داستان پيو

1

اَکِّي اَکّائي، رَنجُ پِريان کي رسيو؛
چَکيمِ چکّائي، سورانگهي سُورِيءَ تان.

2

انڊا اُونڊا ويجَ! ڪَلَ ڪُجاڙيا ڪانئين؟
اسان ڏُکي ڏِيل ۾، تون پيارِئين پيچَ؟
سُورِي جنين سيجَ، مرڻ تي مُشاهِدو.

3

سُورِي آهِ سينگار، اَڳِهين عاشقن جو؛
مُڙڻ مونڻ ميهڻو، ٿيا نِظاري نِروارُ؛
ڪُسڻَ جو قرارُ، اصل عاشقن کي.

4

سُوريءَ مٿي سيڻَ، ڪهڙي ليکي سَنَرا؟
جيلَه لڳا نيڻَ، تي سُوريائي سيجَ ٿي.

5

سُوريءَ تي سَؤ وارَ، ڏِهاڙيو چَنگ چڙهين؛
جمَ وِرچي چڏئين، سِڪڻ جي پَچار؛
پِرت نہ پسِين پارَ، نيهن جِئان ئي نِڱيو.

6

پهرين ڪاتي پاءِ، پڇج پوءِ پريتڙو؛
ڏُکُ پِريان جو ڏِيلَ ۾، واجَڻ جئَن وَڄاءِ؛
سِيخن ماهُ پَچاءِ، جي نالو کِيڙُءِ نِينهنَ جو.

7

ڪاتِيءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳَنُ وڍيند ڙَ هٿ ۾؛
پَسيو پِرَ عجيب جي، لِڇيو وڃي لوهُ؛
عاشقن اندوهه، سدا معشوقن جو.

8

ڪاتِي تکي مَ ٿئي، مَرُ مُنِيائي هوءِ؛
مانَ وِر مَن توءِ، مُون پِريان جا هٿڙا.

9

اَڳيان اَڏِنِ وَٽِ، پوين سِر سنباها؛
ڪات نہ پوين قبولَ ۾، مَڇُڻ پائين ڳهَٽِ؛
مٿا مُهايَنِ جا، پيا نہ ڏِسين پَٽِ؟
ڪلالڪي هَٽِ، ڪُسڻ جو ڪوپُ وَهي.

10

جي اَٿيئي سَڌَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪلالن ڪاتي؛
لاهي رک، لَطِيفُ چئي، مٿو وَٽِ ماتي؛
تڪ ڏئي پڪَ پِيُ تون، منجهان گهوٽ! گهاتي؛
جو وَرَنَهَ وِهاتي، سو سِر وَٽ سَرو سهانگو.

11

جي اَٿيئي سَڌَ سُرڪَ جي، تہ ونءُ ڪلالڪي ڪُوءِ؛
مَهيسَر جي مَنڌَ جي، هُتِ هَڏهِين هُوءِ؛
جان رمز پروڙيم روءِ، تان سِرَ وَٽِ سُرڪِي سَڳُڻي.

12

ناڻي ناهِ ڪَڪُوهُ، ڪي ملھ مهانگو مَنڌُ؛
سَنباهج، سيّد چئي، ڪاتڻ ڪارڻ ڪَنڌُ؛
هِيُ تنين جو هنڌُ، مَن پاسِ مَرَنِ جي.

13

عاشَق زهر پِياڪَ، وِهُ ڏِسِي وِهُسَنِ گھٽو؛
ڪڙي ءِ قاتلَ جام، هميشه هيراڪَ؛
لِڱين لنؤ، لَطِيفُ چئي، فَنا ڪيا فِراقَ؛
توڻي چِڪَنِ چاڪَ، تہ بہ آهَ نہ سَلِن عامَ کي.

14

مَ ڪَرِ سَڌَ سَري جي، جي تون ٿارِئين ٿُوهُ؛
پِتي جنهن پاسي ٿئي، منجهان رَڳُن رُوحِ؛
ڪاتي چَڪُ ڪَڪُوهُ، لاهي سِرُ، لَطِيفُ چئي.

15

سَڏَ ڙِيا شراب جون، ڪُھُ پَچارُون ڪنِّ؟
حُہ ڪاتَ ڪَلالِن ڪيا، تہ موٽيو پوءِ وڃنِّ؛
پِڪُون سي پينِّ، سِرَ جن جا سَٽِ ۾.

16

سِرَ جُدا، ڏَڙَ ڌارَ، دوھَ جنين جا ديڳِ ۾؛
سي مَرُڪن پَچارَ، حاضر جن جي هَٿ ۾.

17

اصل عاشق جو، سِرُ نہ ساندِڻُ ڪمُ؛
سَؤ سِسِنئان اَگرو، سَندو دوسان دمُ؛
هِيُ هڏو ۽ چمُ پِڪَ پِريان جِيَ نہ پڙي.

18

جي مٿي وٽِ مِڙَنِ، تہ سيڪنهن سَڏَ ٿئي؛
سِرَ ڏني سَٽِ جُڙي، تہ عاشقَ اِئن اچنِ؛
لڏا تي لَڳَنِ، مُلهِ مَهانگا سُپرينِ.

19

مُلهه مَهانگو قَطَرو، سِڪَڻُ شَهادت؛
اَسان عِبادتَ، نَظَرُ نازُ پرِيَنِ جو.

## وائي

مَنڊُ پيئندي مون، ساڄَنُ سهي سُڃاتو؛
پي پِيالو عِشقَ جو، سِپِڪِي سمجهيو سُون؛
پِريان سندي پارَ جِي، اَندرِ آڳِ اَڻُون؛
جِئڻُ ناهي جَڳَ ۾، ڏينهن مِڙيئي ڏُون؛
اَلا، عَبدُاللّطِيفُ چئي، آهين تُون ئي تُون.

## داستان ٻيون

1

اُٺياري اٺي وِيا، مَنجهان مُون آزارَ؛
حبيبَ ئي هِٽي ويا، پيڙا جا پَچارَ؛
طَبيبَ تَنوارَ، هَڏِ نه وڃي هاڻِ مون.

2

اَورِ ڏُکَندو اُو ٿئي، هادِي جنهن حَبِيبُ؛
تِرُ تَفاوتُ نہ ڪري، تنهنکي ڪو طَبِيبُ؛
رَهَنُما رَقِيبُ، ساٿَرِ صِحتَ سُپِرين.

3

ساٿَرِ صِحتَ سُپِرِين، آهي نہ آزارُ؛
مجلسَ ويرَ مِنو ٿئي، ڪونِيندي قَهارُ؛
خَنجرُ تنهن خُوب هٽي، جنهن سين ٿئي يارُ؛
صاحِبُ رَبُّ ستّارُ، سوجهي رَٻُون ساهَ جون.

4

رَٻُون ٿيون رٻابُ، وَجَنِ ويل سَپَڪَنهِين؛
لُچَڻُ ڪُچَڻُ نہ ٿِيو، جانِبُ ري جَبابُ؛
سوئِي سَنڌِيندُم سُپِرِين، ڪَيسِ جنهن ڪَبابُ؛
سوئِي عينُ عَذابُ، سوئِي راحَتَ رُوح جي.

5

سوئِي راهَ رَدِّ ڪري، سوئي رَهَنُماءُ؛
وَ تُعِزُّ مَنۡ تَشَاءُ، وَ تَذِلُّ مَنۡ تَشَاءُ.

6

سِڪِين ڪُه سَلامَ کي، ڪَرين ڪه نه سَلامُ ؟
پيا دَرَ تن حرامُ، اِيُ دَرُ جنِين ديکيو.

7

مِنايان مِنو گهٽو، ڪَڙو ناه ڪَلامُ؛
سُڪُوتُ ئي سَلامُ، پِريان سَندي پارَ جو.

8

پريان سَندي پارَ جي، مِڙيئي مِنائي؛
ڪانهي ڪَڙائي، چَکِين جي چيتُ ڪري.

9

تو جنِين جي تاتِ، تن پڻ آهي تنهنجي؛
’فَاذۡڪُرُونِي اَذۡڪُرۡڪُمۡ‘، اِيَ پَرُوڙِج بات؛
هَٿِ ڪاتي ڳُڙُ واتِ، پُچَڻ پَرِ پرِين جي.

10

پابوهي هيڪارَ، مون ڪان پُڇيو سَڄَڻين؛
اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ، چيائون جنهن وارَ؛
سَندي سورَ ڪِنارَ، تَنَ تَڏهانڪُون نه لهي.

11

پابوهِيو پُڇَنِّ، ڪِٿي هَٿُ حَبِيبَ جو؛
نيزي هيٺان نِينهنَ جي، پاسي پارُ نه ڪَنِّ؛
عاشِقَ اَجَلَ سامُهان، اوچي ڳاٽ اَچَنِّ؛
ڪُسَڻُ قُربُ جَنِّ، مَرَڻُ تَنِّ مُشاهِدو.

12

ڪوني ڪُهي سُپرِين، ڪوني ڪُهڻَ سانڍُ؛
نيزي هيٺان نِينهنَ جي، پاسي ڪر مَ پانڍُ؛
جُلُ، وِجائي جانڍُ، عاشِقَ! اَجَلَ سامُهون.

13

ڪوڻُ قَرِيبَنَ جو، عينُ تَڙُڻُ آهِ؛
اِيَ اُلٿي ڳالهَڙِي، سِڪَ وَرَندِي ساهِ؛
آسَرَ هَڏِمَ لاهِ، چِنَڻُ ڳُنڍَڻُ اُنِ جو.

14

ڪُهَنِّ تان ڪَرَ لَهَنِ، ڪَرَ لَهَنِ تان ڪُهَنِّ؛
سيئِي ماءِ! مُهَنِّ، سيئِي راحتَ رُوحَ جِي.

15

ڪُهي سو ڪَرَ لَهَي، ڪوٺي سو قَرِيبُ؛
اِها عادتَ سِڪيو، هَرَ زَمان حبيبُ؛
تِڇي سو طبيبُ، سوئِي راحتَ رُوحَ جِي.

## وائي

ٿيندو تَنَ طبيبُ، دارُون منهنجي دَردَ جو؛
ڪُڪِي ڏيندُم ڀاڄَهه جِي، اَچِي شالَ عجيبُ؛
پِرين اچي پارڻ ڪِيو، سندو غورُ غريبَ؛
ڏُکندو سيوئي ڏُور ڪيو، مَنجهون تَنَ طبيبَ؛
اَديُون! عَبدُاللَّطِيفُ چَئي، هاتِڪُ آهِ حبيبُ.



# سُرُ يَمَنُ ڪَلِياڻُ

## داستان پهريون

1

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دَردَ جي دَوا؛
جانِبَ! منهنجي جِيءَ ۾ آزَرَ جا اَنوا؛
صاحبَ! ڏي شِفا، ميان! مريضنِ کي.

2

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُون کي دَردَنِ؛
تون ڏِئين، تون لاهِئين، ڏاتَرَ! کي ڏُکندَنِ؛
تڏهين ڦَڪِيُون فَرَقُ ڪن، جڏهين اَمرُ ڪريو اُنِ کي.

3

هَڻُ، حبيبَ! هَٿُ ڪِٽي، ٻَنگان لِهي ٻاڻُ؛
ماٻَهِين مون مِنهُن ٿِئي، جهولِيءَ وِجهان پاڻُ؛
اِنَ پَرِساجَنَ ساڻُ، مانَ مُقابلو مون ٿِئي.

4

جِت حبيبَ هَٽِن، نائُڪَ پَري نينهن جي؛
تِتي طبيبن، وِڃا وڃي وِسري.

5

هَٽِين جي حبيبَ! محبتِي مَيا ڪري؛
پُڇان ڪِينَ طبيبَ، هوند گهائَن سين ٿِي گهارِيان.

6

ڪانارِيا ڪُٺڪَن، جنين لوهُ لِڳَن مِ؛
محبتَ جي ميدانَ مِ، پيا لالَ لُڇَن؛
پاڙهِين ٻَڌن پَٽيُون، پاڙهِين چڪِيا ڪَن؛
وَٺان واڍوڙِينَ، رهِي اَڇِي راتِڙي.

7

رهي اَڇجي راتِڙي، تن واڍوڙِين وَٺاءَ؛
جن ڪي سورُ سريرَ مِ، گهَٽَ مَنجهاران گهاءَ؛
لِڪائي لوڪاءَ، پاڙهين ٻَڌن پَٽيُون.

8

اَجُ پڻ ڪَنجهو ڪَنجَهہ، واڍوڙَڪِيءَ مَنَهِنءَ؛
جہُ پڻ پيئِنَ سَنجَهہ، هُو پِنيُون هُو پَٽيُون.

9

سَگهِنِ سُڌِ نہ سُورَ جِي، گهايَلَ ڪيئَن گهارِينِ؛
پِيَلَ پاسو پَٽَ تان، واڍوڙَ نہ وارِينِ؛
پَرِ ۾ پَچَنِ پِرينءَ لَئِي، هَئِي! هَنجُون هارِينِ؛
سَجَڻُ جي سارِينِ، تن رويو وِهامي راتڙي.

10

سَگهِنِ سُڌِ نہ سُورَ جِي، ٿا رُنڪَن رَنجُوري؛
پِيا آهن پَٽَ ۾، مَڙِ مامُوري؛
لڳِين لَنؤ، لَطِيفُ چَئِي، سَدا جِي سُوري؛
پِرتِ جن پُوري، تن رويو وِهامي راتڙي.

11

آيلِ! اُنِ نہ وِسَهان، هَنجُون جي هارِينِ؛
آڏيو آبُ اکينِ ۾، ڏي ڪي ڏيکارِينِ؛
سَجَڻُ جي سارِينِ، سي ڪي روئن نہ چون ڪِي.

## وائي

وِرسِيا وِيجَ وِيچارا! دِل ۾ دَردُ پرِينِ جو؛
اُٿِيو وِيچا! مَ وهو، وَجو ڊَبَ ڪِٽِي؛
ٻُڪي ڏيندا ٻاجَهه جي، آيا سُورَ ڏَٽي؛
آيا جيءَ جِيارا، دِل ۾ دَردُ پرِينِ جو.

## داستان پيو

1

تَنَ طبيب نہ تُون، سُڌِ نہ لهين سُورَ جي؛
ساندِ پنهنجا ڊَٻَڙا، ڪَڏَ ڪٽي ۾ پُون؛
ڪانَ گُهرجي مُون، حياتِي هوتَنِ ري.

2

ويڄنِ سين وائِيءَ پِيا، ڪري نه ڪيائون؛
جي پَندِ پاريائُون، ته سِکَھائي سَکَھا ٿِيا.

3

آهي گَهٽو اَگَهنِ جو، تَرسُ طبيبنِّ؛
ڪيو وَسُ ويڄنِّ، تان ڪِريءَ ري ڪَينَ ٿئي.

4

پاڙي ويڄَ هُئام، تان مون مُور نه پُڇيا؛
تيلاهين پيام، مورَيسرَ اَکين ۾.

5

هارِيا! تو هِري، ڪُپَڄُ ڪايا سين ڪيو؛
ڪَرِئين جي ڪِري، ته تون تَوانو ٿئين.

6

جي پائين پرينءَ مڙان، ته سِڪُ چوران ڪِي ذاتِ؛
جاڳَڻُ جَشَنُ جن ڪي، سُڪُ نه ساري راتِ؛
اُجهي پُجهي آئيا، وائي ڪَنِ نه واتِ؛
سَلي سُوريءَ چاڙهيا، بيان ڪَنِ نه باتِ؛
توڙي ڪُسَنِ ڪاتِ، ته به ساڳِي سَلَنِ ڪينَ ڪِي.

9

تڙپي طبيبنّ، گهايل گهران ڪَڍيو؛
چِڪيا چاڪَ چِيهُون ڪري، ڪَڙيُون مور نه ڪَنِّ؛
دوستَ جي درسنَ سين، پَئي ٺارُ ٺَپَنِّ؛
ورِچيو ويجَ وَجنِّ، آءُ ته پريمَ! اُبهان.

8

وَدي جَنِ وِڌياسِ، وَري ويجَ ئي سي ٿيا؛
ٽُرٽُ ٻَڌائُون ٻِنيُون، روزِ ڪيائُون راسِ؛
هِينئڙا! تنين پاسِ، گهارِ ته گهايَلُ نه ٿِئين.

9

وِيجَ! مَ ٻُڪِي ڏي! اَلا چَڱِي مَ ٿِيان!
سَجَڻُ مانَ اَچي، ڪَرَ لاهُو ٿِي ڪَڌِهِين.

10

هُئِين نه ويڄِن وَٽِ، تون ڪِئَن جِيءَ جَڏو ٿِئين؟
سِرُ ڏيئي مِ سَٽِ، ڪُههُ نه ڪَيءِ ڊَبَڙا؟

11

ڪُنِيس ڪُويڄَنّ، تَنَ طبيبَ نه گڏيا؛
ڏيئي ڏنبَ ڏَڏَنّ، پاڻان ڏِيلُ ڏکوئيو.

12

تَرِسُ طبيبِنّ جو، جَڏِن ڪيو نه جاتِ؛
جو ويڄِنِ جي واتِ، دارُونئان تنهن ڏُور ٿِيا.

13

دارُون ءِ ڪارُون، جان ڪِي ڪيا وِيجَ مون؛
ٻُڪِي ڏيندا ٻاجَھ جِي، ٻِهاري ناڙُون؛
جن جون سيڻَ لَهِن سارُون، تن تان ڏُکندو ڏُور ٿئي.

14

اَگهن مِڙئي اَچُ، ڪيو سَڏُ صِحَتَ کي؛
ڏُور، ڏُکندا! پَچُ، مِهريءَ مُنهن ڏيکاريو.

## وائي

اَچِي سارَ لَهيجِ، ساجَنَ سُورَ تُماري آئُون ماري!
سُورَ تُماري جي مَران، تان مُون ڏوهُ مَ ڏيجِ؛
ڏَبَنِ پَري هَنڌَڙا، دارُون، دوست! ڪَريجِ.

## داستان ٻيون

1

هَيءِ هَيءِ! وَهي هاءِ، مَنَ ۾ محبوبنِ جي!
جيرا جوشَ جَلائيا، ٻُڪين پَري باهِ!
پَسو مَچَ مَنَاءِ، جي ويساهَ نه وِسَهو!

2

ڪاندين ٿاندين ٻاٻُرين، پَچان مَرُ پيئَي!
جيرا، جِگَر، ٻُڪِيُون، سيخُنِ ۾ ٿيئَي!
ويڄَنِئُون ويئَي، ٿِي وهِيڻي سَڄَڻين!

3

سَرُ جو سَڄِيو سَڄَڻين، پِيهَرَ ٻانُڻ پَرِيءَ؛
چِمڪِيو سو چوهَ مان، ڪَڙ ڪَڙ ڪانُ ڪَرِيءَ؛
جيرا، جِگَر، ٻُڪِيُون، لنگهي پِيو پَرِيءَ؛
لِڱو جِيءَ جَڙِيءَ، تاڻِيان، تِيرُ نه نِڪرِي!

4

پُڇُ پَتنگَنِ کي، سندِيُون ڪامَڻ خَبَرُون؛
آڻِيو وجَهنِ آڳِ ۾، جِيءُ پَنهنجو جيءَ؛
جيري جنِين جي، لِڱا نيزا نِينهَن جا!

5

پتنگ چائين پاڻَ کي، نه اَچي آڳِ اُجهاءِ!
پَچڻ گهٽا پَچائيا، تون پَچڻ کي پَچاءِ!
واقُف ٿي وِساءِ، آڳِ نه ڏِجي عامَ کي.

6

پَتنگُ چائين پاڻَ کي، پَسِي مَچُ مَ موٽُ!
سَهائيءَ سُپيرين جي، کِهڙُ نه ٿئين گهوٽُ!
اَچا تون اَروٽُ! کُوري خَبَر نه لهين!

7

پَتنگن پهُ ڪيو، مِڙيا مٿي مَچَّ؛
پَسِي لهسَ نه لِچيا، سَڙيا مَٿي سَچَّ؛
سندا ڳِچين ڳَچَّ، ويچارن وجائيا.

8

جي تَنو تَنُ تَنورَ جئن، تہ چَنڊي ساڻُ چماءِ؛
آٽي آگِ اَدب جي، ٻاري جانِ جلاءِ؛
بُرقعان اندر ٻازيون، پنهنجو سڀ پچاءِ؛
لُڇَڻُ لنؤُ، لَطِيفُ چئي، پَڌرِ هَڏِ مَ پاءِ؛
متان لوڪ لکاءِ، وصالان وڃ پَئي!

9

اجا تَنُوران، ڪالهہ ڪڍيائون سڄڻين؛
پڻ تايائون تڪڙو، وحدت جي وَڏان؛
محبتين مثان، مچ مُورائينِ نہ لهي!

10

پَچائي پهاڻُ، جن رساٽيو رُڪَ کي؛
تنين سندو چاڻُ، آهي آڳڙينِ کي.

11

ڏنءُ ڏنءُ ڏمَڻ وار، اڄ پڻ آ ٻڙين جي؛
ٻاري مچ مجاز جو، اوتيائون اڱارَ؛
ڏُوڏا! ٿِيُ مَ ڏارَ، جِمَ ڪَچو رُڪُ ڪٽيُون ٿئي.

12

ڏُوڏا! تون نہ ڏَئين! آڳِ اوڏو نہ وڃين!
اُلا جي عشق جا، سي تان تون نہ سَهِين!
اُپوائِن چَئِين، تہ آئون آ ڳَڙيو آهيان!

13

سِرُ ساندارڻ ڪري، پُڇج گهرُ لهارَ جو!
ڏَکن هيٺ ڏري، مانَ گَڏينئي رُڪَ سين!

14

سَهِين جئن ساندارڻ، ڏَکن مٿي ڏَکڙا!
وَہِ وِجائي پاڻ، ڏي ڏِبائون ڏُڱرين.

15

اَڄ اَٻَرِڙيا آئيا، سُوڌا سِرِاڻيءَ؛
پياري پاڻِيءَ، تيغُون ڪندا تڪيون.

16

اَڄ اَٻَرِڙيا آئيا، سائُو ڪي سُڄاڻ؛
لاهِيندا مُورياڻ، رُڪُ ڪَرِيندا پڌرو.

17

سَرها ڏٺم سي، جن ساڃاءَ سِرانِ سين؛
تيغَ تِنين جي ڪي، ڪَٿُ نه لڳي ڪڌهين.

## وائي

جيءُ جياريو، جيءُ جياريو، ڪين منهنجڙو هاريو؛

پرينِ جيءَ پچار، سيڻن جيءَ سنپارَ، جڏڙو جيءُ جياريو؛

اُجيو تن عَميق مان، پرِيُن پُوجَ پياريو؛

مرضُ مريضن تان، اِشاري ساڻ اُتاريو؛

ڪَرَمَ ڪريمن جي مون کي، اَهُڪِيءَ مان اُڪاريو؛

سنئون مُنهن ڪري، سپرين! اَئين نرمل نورَنهاريو؛

سائلن جِنّن سڌ ڪري، اَئين طالحن کي تاريو.

## داستان چوٿون

1

ايڪ پيالو! ٻہ جڻا! عشق نہ ڪري اِيئَن!

ليکيا جي لِکَڻ ۾، سي قرب رسندا ڪيئَن؟

هُنَڻ ڪيا هِيئَن، وانجيا، پَسُ! وِصال کان.

2

ايڪ پيالو! ٻہ ڇٽا! عشق نہ ايئن ڪري!
آڻِي سي ايڪ ٿيا، جي گَڏا نينهن ٻري؛
دوئِي ڌار ڌري، جہُ خُلّت خنجر آئيو.

3

ايڪ پيالو! ٻہ ڇٽا! عشق نہ ڪري اَڌَ!
اِيَ تان، ساعر! سَڏَ، ڪَيِءَ جا قَوال سين.

4

قاتلَ ڪمائِي ڪري، وَهُ ماڪي جي ڪن؛
وٽان ويھِي تن، پِيج ڪي پياليون.

5

هوندو هَڏِ مَ سَنڌِ، لاءِ پياڪَن پانهنجو؛
پوڄَ پيارج پَنهِيڙا، ويندا وٺيو ڪَنڌِ؛
تہ هَٿَ تنهنجي هنڌِ، موڪي! ڪو مانُ لهي.

6

هوندو هَڏِ مَ رَڪُ، لاءِ پياڪَن پانهنجو؛
وڃِي واٽاڙُئن کي، تان پياري پَرَڪُ؛
سا لِڪَ لهي ٿي لَڪُ، جا تو ايندي اُنِ سين.

7

ڳَهَنِ مِ ڳُهِڻڪَنِ، وَٽيُون پِيَنِ وِهَ ڳاڏيُون؛
بَرخِيز بده ساقِي! پيار کي پرِيَنِ؛
پِڪين نہ پرچن، مٿ تڪيائون مَنجهيان.

8

آڻي اُتر واءَ، موڪيءَ مٿ اُپٺيا؛
مَتارا تنهن ساءَ، اَچن سِرَ سَنباهِيو.

9

وڃهج واٽاڙُئن تي، ميخاني جي ماڪَ؛
ٿيندي سُڌ سيڪنهين، هنڌ هنڌ پوندي هاڪَ؛
پِره جا پياڪَ، جُہ سي اگَڻ آئيا.

10

جُهه سي اڱڻ آئيا، تهه سَرو ڪندا سُڄ؛
سائي ٿِيندين اُڄ، هي پيتو! هُو آڻ ڪِي!

11

موڪِي چوڪِي نهه ٿئي، اصل اوچِي ذات؛
وَٿيون ڏيئي واتِ، مَتارا تنهن ماريا.

12

مَتارا مري ويا، موڪِي! تون نهه مَرين!
ڪيهِيءَ پَرِ پَرين، ڏُکِي! ڏاتارن ري؟

13

مَتارا مري ويا، موڪِي! تون بِي مَرُ؛
تنهنجو ڏوسُ ڏمرُ، ڪونَ سهندو اُنِ ري!

16

سَري ڪين ڪيونِ، ويڙَ موڪيءَ جي ماريا!
ڪو جو سخن ڪلال جو، پِتي تي پيونِ!
ٿِهان پوءِ ٿيونِ، مرڻ مَتارنِ کي!

15

ڪَنڌ ڪَٽارو، مُنهن وِٽي، عادت سندين اِيَّ؛
تنين تِڪُون ڏنيون، جُنبي منجهان جِيَّ؛
سرو تن سَبِيّ، جَن حاصل ڪيو حال ڪي.

16

موڪِيءَ مَنو نہ گُهريا، وِهُ نہ وِهاڻيا؛
سُرڪِيءَ ڪاڻ، سيَّد چئي، اُتي ٿِي آڻيا؛
جي ڳالهين ڳِنگاڻيا، تن بَنَنِ پاسي بُنيون.

20

سِرُ ڏيئي سَٽِ جوڙ، ڪنهن پَرِ ڪَلالن سين!
ڪاتِي ڪَرٽُ ڪپار ۾، خَنجَرُ آڻي ڪوڙ!
مَرڻان مُنهن مَ موڙ، وَٽِي ٿِي وڌِ لهي!

18

وَٽَ وَٽَ وِٽيءَ ۾، مَٽَ مَٽَ مَنڊُ پيو؛
قدر ڪيفَ ڪلال جو، پِياڪَن پيو؛
اَڇن دُرسُ دڪان تي، ڪَنڌَ قبول ڪيو؛
سُرها سِرُ ڏيو، چَکَن سُرڪَ سيَّدَ چئي.

19

ڪلالڻون ڪاءِ، مَتِ نہ سِکِين مون هِنئان!
روئندي رات وِهاءِ، چڪائِيندي بَنيُون!

وائي

دوسُ پيهِي در آيو، ٿيو ملڻ جو ساعيو؛
ڏِينهين پُڄاڻؤن آڻي اسان ڪي، مولي مُحب ملايو؛
ويو وِڇوڙو، ٿيو ميلاپو، واحد واءُ واريو؛
هو جَنهِين جو ڏَسُ ڏوراڏو، اوڏو اَڄ سو آيو؛
عَبْدُاللَّطِيفُ چئي، اَڇي عجيبن پاڻ فَضلُ فرمايو.

## داستان پنجون

1

صوفِي سالم سي ويا، جي اَڪثر سين اَڏيارَ؛
بازي بازِندنِ ڪي، آهي اَويسارَ؛
پِريا سين پَهڪارَ، رِنديءَ رَساڻي ڪيا.

2

صوفِيءَ سيرُ سِپن ۾، جئن رڳن ۾ ساهه؛
سا نہ ڪري ڳالهِڙي، جئن پويون پروڙي پساهه؛
آهِس اِيُ گناهه، جي ڪا ڪَري پَڌ رِي.

3

ڏِني ڏُکويا، اَڻ ڏِني راضي ٿيا؛
صوفِي تي ٿيا، جئن ڪِينَ ڪنيائون پاڻ سين.

4

صوفِي لاڪوفِي، ڪونَ پانئيس ڪيرُ؛
منجهيان ٿِي مَنجِهه وڙهي، پڌ ر ناهِس پيرُ؛
جنين ساڻس ويرُ، ٿئي تنين جو واهَرُو.

5

صوفِيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وُجُود جو؛

تِهان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو.

6

صوفِي چائِين، سَڏَ ڪرين! صُوفين اِيَ نہ صلاحَ؛

ڪاٽي رک ڪُلاهَ، وجھ اُچلي آ گ ۾.

7

جي ڪُلاهَ رکين ڪنڌ تي، تہ صوفي سالمُ ٿِيءُ؛

وِه وِٺي هٿ ڪري، پُر پيالو پِيءُ؛

هَنڌُ تِنين جو هِيءُ، جن حاصل ڪيو حال کي.

8

جُسي ۾ جَبّار جو، خَفِي خِيمو کوڙ؛

جَلّي تون زبان سين، چار ئي پهر چوڙ؛

فڪر سين فُرقان ۾، اِسمُ اعظم ڏور؛

پيا دِر وجي مَ ووڙ، اِيُ اَمُلُ اِئائِين سَپَجي.

9

عالِمَ آئُون ساڻ، پَريو ٿو پيرَ ڪري؛
پاڻ نہ آهي جاڻُ، ماندِيءَ مَندُ پڪيڙيو.

10

طَالِبُ ڪَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي رُوءِ؛
جنِين ڏني جُوءِ، تني ڪُڇيو ڪين ڪِي.

11

طَالِبُ ڪَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي راءِ؛
ماڙهُو اِتِ ڪِياءِ، مَندُ نہ پسين مَنديو!

12

طَالِبُ ڪَثَرَ، سونهن سَرُ، روميءَ چيو آهي؛
تاڙِي جي لاهي، تہ مَنجِهين مُشاهدو ٿئي.

13

ظاهر ۾ زاني، فِڪرَ منجهہ فنا ٿيا؛
تنين کي تعليم جِي، ڪُڙه اندر ڪانِي؛
حرفُ حَقّانِي، دَورُ ڪيائون دل ۾.

14

جن کي دَورُ دَردَ جو، سبق سُورَ پڙهنِّ؛
فِڪرَ فرَهِي هٿ ۾، ماٺ مُطالع ڪنِّ؛
پَنو سو پڙهنِّ، جنهن ۾ پَسن پرِينءَ کي.

15

سا سِٽَ نه سارينِ، اَلف جنهن جي اڳ ۾؛
ناحَقُ نهارينِ، پنا پيا پرِينءَ ليءِ.

16

سا سِٽَ ساريائون، اَلف جنهن جي اڳ ۾؛
”لاَ مَقصُودَ فِي الدّارينِ“ اِن پَر اُٿائون؛
سَبڳُرُ سوناءُون، ٿيا رَسِيلا رحمانَ سين.

17

اکرَ پڙهي اَياڳِيا! قاضِي ٿئين ڪِياءِ ؟
پيرِئين ۽ پانئين، ايڏا اِئن نه آءُ!
اِنَ سُرڪِيءَ سندو ساءُ، پڇج عَزازِيل کي.

18

عاشق عَزازِيل، پيا مڙيئي سَدَ ڙِياءَ
منجهان سِڪَ سَبِيلَ، لعنتِ لال ٿيو.

19

جو مون پڙهيو پاڻ لَءِ، سبقُ سابِقُ جوءَ
پهرين سُڃاڻ پانهنجي، نفسَ جو نِهوءَ
جي عَرفانُ اَصَل ۾، ٿي رُوحن روزَ ڪيوءَ
وري وَرَقُ پيو، گڏيم وَڏُ وصال جو.

20

پَڙهيو ٿا پڙهنَّ، ڪَڙهن ڪين قُلُوب ۾ءَ
پاٽان ذوهَ چڙهنَّ، جئَن وَرَقَ ورائين وِترا.

21

اکر پڙه اَلف جو، وَرَقَ سڀ وسار؛
اَندر تون اُجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

30

جڏهن جنءَ ورقَ ورائين، تڏهن تنءَ ڏٺو ڏوهُ؛

تنهن ڪَهڙيءَ ڪبو ڪوهُ؟ جي رهڻيءَ رهيو نه سُپرين.

23

ڪاتِبَ! لِکِين جنءَ، لايو لامُ اَلف سين؛

اَسان سجڻُ تنءَ، رهيو آهي روح ۾.

24

تهڙا چالِيها نه چالِيهَ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو؛

ڪهڙي ڪاتِبَ! ڪَرِئين، مٿي پنن پيهَ؛

جي ورقَ وارِين وِيهَ، ته اکر اُهوئي هيڪڙو.

25

تَنُ ڪُڌِي، مَنُ حُجرو، ڪيم چاليها رَکُ؛

ڪوه نه پُڇيو پُڇئين، اَنئي پهر اَلَکُ؟

تان تون پاڻُ پَرَکُ! سَپَڪَنهن ڏانهن سامهون.

26

سَپَڪنهن ڏانهن سامهون، ڪو هنڌ خالِي ناهِ؛
اَحَدا جي اَرَڪَ ٿياءِ سي ڪانئَرَ ڪبا ڪانهِ؟
مُحِبُّ منجهين مَنَ مانهِ، مون اَجاڻنِديءَ اُجهيو.

## وائي

وِسارج مَ ويڻَ، جوڀن ٻہ ٽي ڏينهڙا .
لونئيُون سَهَنِ لوڪ جاءِ وهاڻِيءَ ٿيون ويڻَ؛
اصل اَسارِيُن جاءِ سُتي وِيَڙا سيڻَ؛
جيڏيون! جي مان وِسَهو، ننڊ مَ هيريو نيڻَ؛
راتڙيُون جاڳن جي، سي آئُون ڪند ڙي سيڻَ؛
آڏيءَ رات اُٿي ڪري، جهل تون نِندان نيڻَ.

# داستان ڇهون

1

دائوڏِي ڏَيُون ڪري، رَنڪَنِ ڪونهي رنگُ؛
گهوڙِيءَ هيٺ اَينگُ، ڪاهيو پاکَرئين هٽي.

2

دائوڏِي ڏَيُون ڪري، رَنڪَنِ ڪونهي چيٺُ؛
گهوڙِيءَ هيٺ سُچيٺُ، ڪاهيو پاکَرئين هٽي.

3

او قابِيلَ! اکين مِ، توکي باري بانَ؛
اُپو اَگرايُون ڪرين، ماڳِ هٽيو مَستانَ؛
جانبَ! تون زبانَ، اکين سين ايذا ڪرين!

4

جي هو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ مِ، ته سينو سِپَر رکُ؛
منهن مِ معشوقن جا، چاڪَ چَنڪا چَکُ؛
سورِي پانءِ مَ شڪُ، عاشقُ ٿِيُ ته اُبهِين.

5

جي هو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ سينو سِپَر ڏيجِ؛

منهن ۾ معشوقن جا، جهالُو ٿي جهليجِ؛

پاهان پَڳَ مَ ڏيجِ، عاشقُ ٿِيُ تہ اُڀِين.

6

پائي ڪانُ ڪَمانَ ۾، ميان! مار مَ مون؛

مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

7

ڪيو چڏين ڪانُ، هَڏَ نہ هَٽائين ٿا؛

ٿيا جي نيشانُ، تہ پهرئين سان پورا ٿيا.

8

لوڙِي جِت لڳوم، اُتِ اُپو ئي آهيان؛

سورهُ پرين سَندوم، مانَ ڀاڄهائي پيو هَٽي!

9

محبّت جي ميدان ۾، ڪر پڙاڏو پَٽُ؛
سِرُ سوريءَ، ڌَڙُ ڪُنگرين، متان ڪُڇِين ڪَٽُ!
عشق نانگ نِپَٽُ، خبر ڪاڌن ڪي پوي.

10

محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو ڪر مَ سانگُ؛
سوريءَ سُپيرِين جي، چَڙهُ ته ٿئين چانگُ؛
عشق آهي نانگ، خبر ڪاڌَنِ ڪي پوي.

11

عشق نه آهي راند، ته ڪي ڪَنسِ ڳِپرُو؛
جِيَ جُسي ۾ جانِ جِي، پِچي جو هيڪاندِ؛
سِسِي نيزي پاندِ، اُچل نه اَڌ ٿئي.

## وائي

عشق تمام، بره تمام، وو! مَئَن لُوني يارَ لوڪو!

سيجَ سُتي نُون جَهپَ نہ آوي، نيٺن نند حَرامُ؛

راتيان جاڳڻُ، صاحبُ سنڀالڻُ، اِي فقيران دا ڪامُ؛

مَتِ عقلَ دي مُنجهِ گَئي، آيا عشق اِمامُ.

## داستان ستون

1

عاشقن الله، ويروتار نہ وسري؛

آهَ ڪَرِيندي ساهُ، ڪڏهن ويندو نہ ڪري.

2

عاشق اِئن نہ هُونِ، جئن تون سَڄي اڱرين؛

وڃي در دوستن جي، رَتُ ڏهاڙِي رُون؛

ٻِيَ پَرِ ڪَنهِين نہ پوَن، ماڪُرِ محبوبن سين.

3

جان عاشقَ مٿي رَتُ، تان دعوىٰ ڪري مَ نِينهن جي؛
سائو مُنهن، سُونهن گَئي، سِڪَڻ اِيُّ شرط؛
نَ ڪِي گوڙِ گَرَٿُ، مٿا سِرَ سؤدا ڪري.

4

اَجا تو منجهان، ڪَڪَ ڇُتي رتُ نه ڪري!
منهن ۾ محبوبن جا، ڪئن جَهلِيندي گهاءَ؟
سو تون ڪُچاڙيا، سِڪَڻ جون سَڏُون ڪرين؟

5

سِڪُڻ ۾ سوري، ٻئي اکِرَ هيڪڙي؛
وِهڻُ واٽَڙُن تي، ڪارَڻُ ضرورِي؛
ٻِنهي جِي پُورِي، جِيءَ ڏني رِيَ نه جُڙي.

6

جيڪِي سِڪَڻُ سِڪُ، نات پَسُ سِڪندئين؛
پاسي تنين مَ لِڪُ، نِينهُن نه سُڃاڻن جي.

7

عاشقَ! معشوق جِي، وٽي ويهُ ٻِڱي؛
جِمَ وِرچي ڇَڏئين، سَندِي دوست دَرِي!
ڏِيندا ٻُڪِي ٻاجَهه جِي، ويندءِ ٽَپَ ٽَرِي؛
اَسان تان نہ سَرِي، تون ڪئن سَرِي سپرين؟

8

عاشقَ! معشوقن جو، وٽي ويهہ دُڪاڻ؛
پَنجِ پيش پرِيُن جي، پَٽيءَ وجهي پاڻ؛
نہ تون تِنين ساڻُ، سدا رهِين سُرخرو.

9

عاشقَ! معشوق جو، وٽي ويهج گهَٽُ؛
جِمَ وِرچي ڇَڏئين، موڪِيءَ سندو مَٽُ؛
ڪري سِرَ جي سَٽُ، پِيجِ ڪي پياليُون.

## وائي

سُپيريان جي سونهن جِي، ڳالهه ڪِينَ وجي؛
وجِي دَرِ دوستن جي، سُوريءَ سِرُ هَڄي؛
عاشقَ اَنگُن چڙهيا، پيو سَپڪو پَڄي؛
پُڄِج پوءِ پِريتڙون، پھرين سِرُ سَڄي؛
عاقِلَ ئي اوچُون ٿيا، پورو ڪِينَ پَڄي.

## داستان انون

1

هَرَ هَرَ هَرائي، وڃڻ دَرِ دوستن جي؛
پاڙي ڏانهن پرينِ جي، اُجُ مَ اَوائي!
اَڙُ ٿي آڇِ مَ تون، واٽاڙُن وائي؛
لائيندءِ، لَطِيفُ چئي، سُوران سَرهائي؛
ڳُجھو ڳالهائي، پرتِ وَتجي پاڻ ۾.

2

سُورُ جنين کي سَريو، سَرِي تن صحتَ؛
مِنِي مصيبت، آهي عاشقنِ کي.

3

جي پياري پاڻ، نه ڪَرَهو ڻِي پاڻِي پِئين؛
اڳي اِنَ نِياڻ، اَڻَ ڪونيو ڪونَ ڳِهڙي.

4

اَڻَ ڪِي عَيان نه ٿئي، ڪِي پروڙي ڪونَ؛
سچِي جيهِي سونَ، منهن نه پيئُي ماڙهُوئين.

5

اَڻَ ڪِي عَيان نه ٿئي، ڪِي پروڙي ڪونَ؛
سا سُونهِين ٿئي سونَ، اَمُرُ عطا جنهن جو.

6

چِنَنِ توءِ مَ چِنُّ، پاءِ اُميرِي اُنِ سين؛
جي اَوڳڻ ڪَنِئي، اَسُونهِين! نه تون ڳِڻان ئي ڳِنُّ؛
پاند جهليو تون پِنُّ، هن سُونهاري سَڳَ ۾.

7

نِمي ڪَمِي نهار تون، ڏَمَرُ ڏولائو؛
ٿِيَيءِ ساجائو، جي اُپِئين اِنهيءَ پير تي.

8

ڪَمُ! ڪَمَندِن ڪٿيو، هارايو هوڙَنِ؛
چڪيو نہ چُوندِن، هو جو ساءُ صبرَ جو.

9

ڪَمَندَ ڙَن گهِر ڪِين، چَوَند ڙ چڳا نہ ٿيا؛
ويٺِهُون ويڌُ پَئي، هٿِ نہ اَچي ڪِين.

10

هُو چَوَنئِي، تون مَ چؤ، واتان ورائي؛
اَڳُ اَڳِرائي جو ڪري، خطا سو کائي؛
پاندَ ۾ پائي، ويو ڪِيني وارو ڪِينَ ڪي.

11

ڪِنين ڪِينَ پِرائيو، ڪِيني منجهان ڪِين؛
جي هوءِ سَٽاڻِي سِيگ، تہ زِهَ چِني جوکو ٿئي.

12

اَڻ چَوندَنِ مَ چؤ، چَوندَن چيو وسارِ؛
اَنئي پهرَ اَدبَ سين، پَرِ اِهائي پارِ؛
پايو مُنهن مُونن ۾، غُربت ساڻ گذارِ؛
مُفِتي منجهه وهارِ، ته قاضيءَ ڪانيارو نه ٿئين.

13

جِنين سَندِيءَ "بوڏَ" ۾، پَتون پَتين "جِيُ"؛
تَنَ! تنين سين پِيُ، اوڏا اوڏي پَڪَڙا.

14

ويٺي جِنين وَٽِ، ڏُکَندو ڏاڍو ٿِئي؛
سا مَجِلس ئي مَٽِ، جي حاصل هوءِ هَزارَ جو.

15

وَيٺي جِنين وَٽُ، ڏُکَندو ڏُور ٿِئي؛
تَنَ! تِنين سين ڪَٽِ، اوڏا اَڏي پَڪَڙا.

## وائي

يار سڄڻ جي فراق، ڙِي جيڏيُون! آئُون مارِي!

دَرِ دوسَنِ جي ڪَئِين جو هوندا ، مُون جيها مُشتاقَ؛

جاني ڪاني محبوبن جي، آه حُسنَ جِي هاڪَ؛

سُرمو سَهي ڪر اکين جو، خاص پريان جي خاڪِ؛

عَبدُ اللَّطِيفُ چئي، پرين اَسانجو هميشه آ حُسناڪ.



# سر ڪنڀات

## داستان پھريون

1

ڀلا ئي آھِين، پرين ڀلائي‌ءَ پانھنجي؛
سَڀاجھا سِرِ چَڙھيو، ڏوراپو نہ ڏِين؛
مان ڏي مَديُون ٿِين، سَڄَڻ سَڄاڻِ ۾.

2

تون چَندَ! اُھوئي، جو ھُتِ پَسين ٿو پِرينءَ کي؛
آڏِتُ چيٽ اُنِ کي، ڏِيانءِ جو روئي؛
ھيڪاندِيءَ ھوئي، سانگ مَ پَوي سَڄَڻين!

3

مَرُ ھيڪاندا ھُونِ پِرين، سانگِ مَ وڃن سيڻَ!
رھيا آھِين روحَ ۾، نِتُ جِنين جا نيڻَ؛
وِماسِيا جِن ويڻَ، ٿو تارِيءَ تَڳِي تِنِ ھِنئُون.

4

رات سَهائي، پُون سَنئَين، پائي! گُهرجي پَلُ؛
آهُرَ ۾ ايلاچِيُون، چَندَن چَرِي چَلُ؛
مون توئي سين ڳالهِڙِي، ٻِئي ڪَنهِين مَ سَلُ؛
هاهُرَ ڪندو هَلُ، تہ ڪِجايُون ڪَرَن ڪي.

5

چوڏهِينءَ چَندَ! تون اُڀرين، سَهسين ڪَرِئين سينگارَ؛
پَلَڪَ پِريان جي نہ پَڙِين، جي حِيلَن ڪَرِئين هَزارَ؛
جهڙو تون سَڀ ڄمارَ، تهڙو دَمُ دوست جو.

6

سهسين سِجَن اُڀري، چوراسِي چَندَنِ؛
باللهَ ري پِرِيَن، سَڀَ اُونداهِي پانئيان.

7

چَندَ! تنهنجي ذاتِ، پاڙيان نہ پِرِيُن سين؛
تُون اَچو ۾ راتِ، سَڄَڻ نِتُ سوجهرا.

8

چَندَ ! چوانءِ سَچُ، جي مَنِي نہ پانئَين؛
ڪَڏھن اُپرِين سَنھڙو، ڪَڏھن اُپرِين ڳَچُ؛
مُنھَن مِ ٻَريئي مَچُ، تو مِ ناھِ پيشانِي پِرينءَ جِي.

9

ڪِڙي نيڻ خُمارَ مان، جان ڪيائون نازُ نَظَرُ؛
سُورجَ شاخُون جَهڪِيُون، ڪُوماڻو قَمَرُ؛
تارا ڪَتيُون تائب ٿيا، ديکِيندي دِلبَرُ؛
جَهڪو ٿيو جَوهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ سين.

10

تارا تيلِيءَ رُوءِ، لُڏا لالَنَ! اُپرِين؛
جَهڙِي تو صُبوح، تَهڙِي صافِي سَجَڻين.

11

توڏانهن گهڻو نِھاريان، تارا ! تيلاھِين؛
سَجَڻُ جيڏاھِين، تون تيڏاھِين اُپرين.

12

هُنَ تاري، هُنَ هَنڌِ ، هُتِ منهنجا سُپِرِين؛

سَجَڻَ ماڪيءَ مَنڌِ ، ڪَوڙا ٿين نہ ڪَڏهِين.

13

تارا ، تِرَ، تِروڪِڙيُن، مَٿِ ڦُلَڙيُون؛

ڪوءِ! سي راتَڙيُون، جي مون پِرينءَ پُڄاڻا پيئُون.

وائي

وَهلِي وَنءُ مَ وهامِي! رَهُ رات! رائِيندِيس پِرينءَ ڪي.

شَمع ٻِيندِيَس شَبَ ۾، اِن خوشيءَ ڪان ڪامِي؛

ٻُڌِ ٻوئن سندِي باه جِنَ، پِران شال اُجهامِي!

پِرتِ جا پِيتَمَ جِي، سا ڪِينَ پِروڙي عامِي؛

مونکي مون پِرِيُن جو، آهي دَردُ دَوامِي؛

آهيان يارُ سَيَّدَ جو، ڪانَ رهِي ڪا خامِي؛

هُوءَ جا لَنَؤُ لَطِيفُ چئي، مونکي آهي مُدامِي؛

روشَنُ ٿِيان رُجَنِ ۾، جي هُئان لَنؤُ اِنهيءَ لامِي؛

ڪارِي سا قِيامَ سَنئِين، هوتُ جنهنجو حامِي؛

آئِم تَنهين لوڪَ سان، جيسِين مان چوَن سامِي.

## داستان پيو

1

ناسِيندي نِگاهَ، پهرين ڪِج پرِين ڏي؛
اَحوالَ عاجزن جا، آڪِج لِگِ اللهَ؛
روزُ نِهارين راهَ، اَکيُون اَوهانجي آسِري.

2

چَڱا چَندَ !چَئيج، سَنِيها کي سَجَڻين؛
مَٿان اَڱڻ اُپرِي، پرِينُ جي پَئيج؛
جِهيڻو ڳالهائِيج، پِيرين وجِهي هَٿڙا .

3

اُڀرُ چَندَ! پَسُ پرِين، تو اوڏا، مُون ڏُورِ؛
سَجَڻ سُتا وِلهَ ۾، چوٽا پَري ڪَپُورِ؛
پيرين آئُون نه پُڄِڻي، ٻاٻُل ڏِئي نه ٻُورِ؛
جنهن تي چڙهِي اَسُورِ، سَنجهي سَجَڻ سِيئان.

4

ڏَٽِي! ڪَرِيندين ڪَڏهِين، حياتِيءَ هيڪاندِ ؟

مَنَ ۾ مُشتاقَنِ جي، ڪِي رنجائي راندِ؛

پِرِين ڏيساندَرَ پاندِ، ڳُجهه ڳَرِهيان ڪن سين؟

5

هِنئَڙي سَجَڻَ سارِيا، ڪِٿي هُوندَمِ هيرَ؟

اَچِي لالَنَ! نہ ڏِئين، مَٿي پَلَنگَن پيرَ؟

ٿِي ورُونهڻ ويرَ، ڳُجهه ڳَرِهيان ڪن سين؟

6

ڪَرَهو نہ ڪيڪانُ، پيرين آئُون نہ پُڄِٽي؛

جو مون راتِ رَساٽِي، نيئي ساجَنَ سانُڻ؛

مُون نہ وَهِيڙو پاڻُ، وِڃِي نيڻَ نِچوئيان.

7

ڪَرَها! ڪَسَرَ چَڏِ، وِڪَ وَڏَندِي پاءِ؛
منهنجو هلڻ اُتهِين، جِتي جانِبَ جاءِ؛
توکي چَندَنُ چارِيان، پيو وَڳُ، لاٽِي ڪاءِ؛
اِئين اُٺَ! اُٺاءِ، جِيئَن هوندِيءَ رات هُتِ مِڙُون.

8

ڪَسَرَ چڏ ڪَنواٺَ! وِڪُون وِجُهه وَڏَندِيُون؛
سَنئِين سُپِيرِيُن جي، وِنگِي پانءِ مَ واٺَ؛
چَڏ جهورِي، ڏي جهاٺَ، تہ هوندِيءَ رات هُتِ مِڙُون.

9

آٽِي ٻَڌُمِ وَڻَ جاءِ، مانَ مُڪرِيُون چَرِي؛
ڪُڏا تُورو ڪَرَهو، لِڪيو لاٽِي ڪاءِ؛
اِنَ مَئِي سندي، ماءِ! مُون کي ٻَالهڙِين ٻُوڙها ڪيو.

10

مَيا! مَڃُ مِنٿَ، اَڄ منهنجي ڪَرَها!
جهاڳيندي جَرَ پَٽيُون، مَٿان ڪَرِئين ڪَٿَ؛
سُپيرِيان جي سَٿَ، مُون ڪي نيئي ميڙِئين.

11

ڳَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتِيُنِ ڳُتيَس مالَ؛
ڪَدِيفي جِي ڪَرَها! هيڊِي پائَنءِ حالَ؛
چَندَنُ چارِيَنءِ جالَ، جِي مُون رات رَسائِٽئين.

12

مَيا! تو مَهارَ، سِڄي پايان سونَ جِي؛
چارِيَنءِ چَندَنَ چوٽِيُون، نايو ميندِيءَ ڏارَ؛
سَندِي پِيَ پَچارَ، جي مُون رات رَسائِٽئين.

13

اُٺُ نه وڃي وَڳَ سين، چَري نه چانگو؛
لَڳِيس نائُڪَ نينهَن جِي، نِهوڙِيو نانگو؛
چَڏي سِرَ سانگو، رڙهي رَندِ پِرين جي.

14

وِهي مَنجهِين وَڳَ، ڪَٺُوريءَ ڏار چَري؛
ماءِ! منهنجي ڪَرَهي، پَڌَرِ پَٻَ نہ لَڳَ؛
جَڳَ سين جهڙو جَڳَ، هِنئِين سين هُتِ چَري.

15

اَڄ نہ اڳينءَ ڍارَ، ڪَرَهو جيئَن ڪالهہ هو؛
اَڳَڻَ آيو نہ ڪري، پاهوڙي پَچارَ؛
جيڪُسِ مَنجهہ قَطار، ڪا وَلِ چنائين وِهُ جي.

16

مَيي ماڪائي، وِڏو واتُ وَلِنُ ڪي؛
خَبَرَ ٿِي ڪيٿَ ڏَٺِيُن ڪي وِڏُوڙا واهِي؛
ڪَرَهي ڪاڪَتَ چِڏِي، وَريسِ نہ وائِي؛
چانگي چَرِيائي، ويئِي ويچاري وِسرِي.

17

وَٽي سيٽ سُوَٽَ، پاءِ پنهنجي ڪَرَهي؛
وَليُون واسَ وَرنيُون، پَهرِيُون مَٿي پَٽَ؛
چانگي چَرِي چَٽَ، نه پوءِ نه رَهَندو پَٽَدَ ري.

18

ڪَرَهي کي ڪَنَئِين، وِڌَمَ پَٽَدَ پَلَڻَ جا؛
ليڙو لاڙِيءَ کي چَري، نِيَرَ ساڻ نَئِين؛
چانگي سَندي چِتَ ۾، صاحبَ! وِجُهه سَئِين؛
اوباهيوس اَئِين! لُطفَ ساڻ لَطِيفُ چئي.

19

چانگي چَئِي چُڪياسِ، مَٿان اَڪَ نه اُلَهي!
جنهن وَلِ کَهٽا وِهاٿيا، اُنَ سين آرِ لَڳياسِ؛
چوڏاري چَندنَ وَڻَ، پَچِي پُوجَ پياسِ؛
رُئاري رَتُ ڪَياسِ، هِنَ ڪُڌا تُوري ڪَرَهي.

20

اُٺي اَڙائينس، چڏيو نه چيڪَ ٿِيو؛

ڪارايان، ڪِڙيو وڃي، پَلاٽي پائينسِ؛

ڏانوَڻِ تنهن ڏائينسِ، جِئَن چَري ۽ چِنگهي پُٺو.

21

ڏُو ڏَستِي، ڏُو پيرَ، سِيني سَنگهرَ رُڪَ جِي؛

ماءِ! مُنهنجي ڪَرَهي، تازي ڦُلَنِ هيرَ؛

تنهن ڪامَڻَ ڪَندي ڪيرَ؟ جو مُونهين وَتِ مَسَ رَهي!

22

ڪِنين ڪامَڻَ ڪَياءِ؟ ڪِيئَن پَنپولِئين؟ ڪَرَها!

اَڪِئُن مَٿي اڪياءِ، پِڙ ۾ پيرَ ڳَناءِ!

وِڳَ ڪِ وِسرِياءِ؟ ٻَڌو جِئَن ڳهاٽي وَهِين.

23

ڪانئي نه ڪَنڌارَ، چَندَنَ جا چُوپا ڪري؛

اَڳَرَ اوڏو نه وَڃي، سِرڪَنڊَ لَهي نه سارَ؛

لاڙِيءَ جي لَغارَ، مَيو مَتارو ڪيو.

24

چانگا! چَندَنُ نہ چرِين، مَيا! پِئَين نہ موڪَ؛
اگَر اوڏو نہ وَچِين، ٿُڪيو چَڏِئين ٿوڪَ؛
لاڙِي وِچان لوڪَ، تو ڪَهڙي اڪرِ آئُڙي؟

25

جِئان ڪوڙِ بہ ڪانئُون، پَنجين لَکين پاءُ؛
مَيو تنهن ماڳاءِ، ڏِهاڙي ڏا رَ چَري.

26

لَکِ لاڪِيڻو ڪَرَهو، ڪوڙين ڏيئي ڪاهِ؛
ايلاچيون آهُرَ ۾، پُوڄَ مَيي کي پاءِ؛
ڪَٿ نہ ڪَندو ڪاءِ، جُہ پَلاڻيو تہ پرِينءَ مِڙي.

## وائي 1

سَڏين سيڻَ نہ هُونِ، نِينهُن نِياپي نہ ٿِئي؛
ڪارِيءَ رات رَتَ ڦڙا، جان جان نيڻَ نہ رُونِ؛
مونَڻ جِنين ميهڻو، پِڙَ تي سيئَي پُونِ؛
جِن مُسافر سُپِرِين، سي مَرُ رويو رُونِ.

## وائي 2

توڙي تَڙِئين تُون، يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇڏيان!
مون کي سو مُشاهِدو، جي مُنهن نہ ڏِئين مُون؛
مُون پيا دَرَ ڳهٽا نِهاريا، آهِئين تُون ئِي تُون.

# سر سريراڳ

## داستان پهريون

1

مانَ پُڇَنِئَي سُپرِين، ڇِتان لاهِ مَ ڇَرُ؛
اُنِين جا اَمُرَ، ڪَڻُ ته خالي نه ٿئين.

2

مانَ پُڇَنِئَي سُپرِين، ڇِتَ مِ رکِج ڇيتُ؛
سِڙُهُ ڏُئاري صافُ ڪر، صاٻُڻ سانڻ سُپيتُ؛
سامُونڊِي! سُڇيتُ، ٿِئُي ته پهَچِين پارَ ڪي.

3

مانَ پُڇَنِئَي سُپرِين، ڇِتان لاهِ مَ ڇورُ؛
ڪَڍِي ڇَڏِ قَلبَ مان، ماري ڪُوڙو ڪورُ؛
هُنَ پِرَ سَندو هورُ، مٿان تو معافُ ٿئي.

4

مانَ پُڇَنئِي سُپرِين، چيتاريج چِتُ؛
دائما دُوربِيءَ ۾، پَسِين وِلاتُن وِتُ؛
نيهُ نيڪاري نِتُ، مَلاحَ! گڏ مُعلِمَ سين.

5

ڪايو ڪَمايومِ، موتِي مون نہ وَٽِجيا!
سِيهي جو سَيَّدُ چئي، وَکَرُ وِهايومِ؛
هَهڙو حالُ سندومِ، توهَ تُنهنجي اُبَهان!

6

ڪَچُ ڪَمايومِ ڪُوڙُ، پَڳِمِ عَهدَ اَللهَ جا!
پِڄرو جو پاپَنِ جو، سو چوتِيءَ تائين چُورُ!
مَعلومُ اَٿيئي مُورُ، ٻُوڙها! اِنهيءَ ڳالهِ جو.

7

ڪُوڙ ڪمايُءِ ڪَچُ، اُٿي اور اَللهَ سين؛
ڪَڏُ تُون دَغا دِل مان، صاحِبَ وٽي سَچُ؛
مُحبتَ سندو مَنَ ۾، ماڻڪَ! ٻارِج مَچُ؛
اِنَ پرِ اُٿي اَچُ، تہ سَودو ٿِئيئي سَفرو.

8

لُڙَ، لَهرِيون، لَسَ، ليٿَ، جِتي اَنتُ نہ آبَ جو؛
اللهَ! اُتِ مَ اولِئَين، ٻيڙا مَٿي ٻيٺَ؛
جوکو ٿِئي مَ جهازَ کي، ڦَرهي اَچي مَ ڦيٿَ؛
لَڳي ڪا مَ لَپيٿَ، هِنَ غارِيبي غُرابَ کي!

9

سِڙهَ سَنوان، لاڄُو نَوان، مُهاڻا سندن مِيرَ؛
ساٿِي سَفرِ هَليا، ٿِيا سَٽاوا سِيرَ؛
جي اَچَنِ ساڻُ اُڪِيرَ، سي ٻيڙا رَکِين ٻاجهَ سين.

10

منجهان پيئي مَڪُڙِيءَ، ڪا جا پاڙِيءَ بُوند؛
سيئِي ڏِنم رُوند، وَڪَرُ جِن وِڃائِيو.

## وائي

سَهسين شُڪرانا، ڪوڙِين پال ڪَرِيمَ جا.
حَمد چئج حڪيم کي، جورِ هِٽي جانا؛
تو ڏيکاري تو ڏِٺي، باطِنَ جا بانا؛
مَتان، مردَ! وساريِن، صاحبَ جو ثَنا؛
دوستُ رکِي دل ۾، پَڙهَ لاٽنُ لِسانا؛
جَفا ڏيئِي جِيَ کي، ٿِيُ فِڪرَ منجهه فَنا؛
تُسِي تو سين توهُ ڪري، مَنَ آگو اِحِسانا؛
ڪَڏُ تُون دَغا دِل مان، پانهِپَ سين، پانا!
صاحبَ وِٽي سَچَ سين، ٿِيُ دانهُم دِيوانا!
جي تَسلِيمَ سين تَحَقِيقُ هِئا، سي ڪِئَن اَمانا؟
جاڳيا جي جبارَ لَءِ، سيئِي سَمانا؛

فَاذْكُرُونِيٓ، اَذْكُرْكُمْ، ڪَهيو قُرآنا؛
وَاشْكُرُوْالِيْ وَلَا تَكْفُرُوْنِ، ڪَڏُ تون ڪُفرانا؛
سَپ سَنوريا سُپرينءَ، ڪُوَل تو ڪَنا؛
چَڱي چئج چاهَ سين، مَدح اِيَ مَنا؛
تائَب ٿيو تَڪڙا، جوشا، جُوانا!
نہ لِهَين تُون لَطِيفُ کان، اَمَنُ اِيمانا.

## داستان پيو

1

جيڪِي منجِهہ جَهانَ، سو تارِيءَ ٿِيئي تُنهنجي؛
لُطفَ جي، لَطِيفُ چئي، تو وٽ ڪَمي ڪانَ؛
عَدُلَ ڇُٽان آئُون نہ، ڪو ٿيرو ڪَج فَضُلَ جو!

2

سارِي راتِ سُبحانُ، جاڳِي جن ياد ڪيو؛
اُن جِيَ، عَبْدُاللَطِيفُ چئي، مِٽِيءَ لذو مانُ؛
ڪوڙين ڪَن سَلامُ، آڳِهِ اَچيو اُن جي.

3

سيوا ڪَر سمندَ جي، جِت جَرُ وهي ٿو جالَ؛
سَئين وَهَن سِيرَ ۾، ماڻِڪَ، موتِي، لالَ؛
جي ماسو جُڙيئي مالَ، ته پُوڄارا! پُرِ ٿئين.

4

سي پُوڄارا پُرِ ٿيا، سمند سيويو جِن؛
آندائُون عَميقَ مان، جُوتِي جُواهرن؛
لَڏائُون لَطِيفُ چئي، لائُون مان لَهرن؛
ڪانهي قِيمتَ تِن، مُله مَهانگو اُنِ جو.

5

سيوِيو جن سُبحانُ، وِيرِ نه وڙهي تن سين؛
توبَهَ جي تاثِيرَ سين، تَرِي ويا طوفانُ؛
ڏيئي تَوَڪّلَ تَڪِيو، آرُ لَنگِهيا آسانُ؛
ڪامِلُ ڪِشتِيبانُ، وِچَ ۾ گَڏِيُن واهَرُو.

6

سارِي رات سُجانَ، سَودو ڪَن صاحبَ سين؛
ٻانهپَ پَري پيرِڙيُون، هليا جوپَ جُوانَ؛
پاڙِي پَهلوانَ، لَحظي مَنجِهه لَنگِهي ويا.

7

اِيَ گَتِ غَوّاصَنِ، جِنَ سَمندُ سوجِهيائُون؛
پيهِي مَنجِهه پاتارَ جي، ماڻِڪَ ميڙيائُون؛
آڻِي ڏنائُون، هيرو لال هَٿَنِ سين.

8

آچاڙا عَمِيقَ جا، گَڏيا غَوّاصَنِ؛
جهَرِيُون جهاڳِي آئِيا، ڪارُونِپارَ ڪُنَنِ؛
سمندُ سوجِهي جَنِ، آڻِي اَمُلَ اوِليا.

9

ويا جي عَمِيقَ ڏي، مُنهن ڪانئو ڏيئِي؛
تِن سِپُون سوجهي ڪَڍِيُون، پاتاران پيهِي؛
پَسَندا سيئِي، اَمُلَ اکِڙِيُن سين.

10

آڏو چِڪَڻُ چاڙُ، مُنهنجي موجَ نہ سهي مَڪُڙِيءَ؛
ميڙيءِ مَنايِن جو، بيحَدِ چاڙهيمَ بارُ؛
چوَنڊَ چارو ناهِ ڪو، بَديُون بي شُمارُ؛
ڪَپرُ ڪارُونپارُ، اُڪارِئين اِحسانَ سين.

11

ويرَ مَ لاهي ويهُ، مٿي آرَ اوڙاهَ جي؛
پَسِي پاڙيءِ وارِيُون، ڪج اَنديشو ايهُ؛
ويندو نہ پَسِين ڏيهُ، پَتَڻِ هُن پارِ مَٽي؟

12

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي سِٽي صاحِبُ؛
ڪَدِي اُونهي ڪُنَ مان، اِي آگي جو عَجَبُ؛
اِيُ سائِينءَ جو سَبَبُ، جِئَن ٻُڏا اُڪاري ٻارِ مان.

13

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي جا ڪري اَللهُ؛
پاڻِهَين وجهي ڪُنَ ۾، پاڻِهَين اُڪاري اوڙاهُ؛
تنهن واحدَ کي واهُ، جو سُتڙِ سيپيئي ڪري.

## وائي

ڪَنڊِي سارِيان ڪانَ، يا اَمَنُ! اَمانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجَھ ٻلاٿِي پانئيان.
گَهَڻَ ڳاڻيتو ناه ڪو، اَپرِ ٿيا عِصيانَ؛
خبرَ ناه قَبرَ جِي، نِسورا نِسيانَ؛
والِي! رَسِج وَهلو، اَرَڪِ ٿيا اَنسانَ؛
سُڻُ سَٻاجها سُپِرين، نَعرو نِگهبانَ!
مَدِيُون پَسِي منهنجون، شَرمايا شَيطانَ!
هِنَ منهنجي حالَ تي، هَيء هَيء ڪَن حَيوانَ!
سائِين! سُڪاڻِي آهِئَين، سامُونڊِي، سُبحانَ!
تُرَهو چِنُم تارِ ۾، رَسِج تون رَحمانَ!

پيلِي جو پُڏنِ جو، مون تي موٽي مانَ؛
ويٺو پنِي پَنڌ، ڪَر پيرو مٿي پانَ؛
خالِقَ تان خوبُ ڪيا، گولَنِ جا گُذرانَ؛
آئُون پڻ اَنڌو اُنِ ۾، ويٺو پنان پانَ؛
سَڀِ سُوالِي سَمِگيا، داتا ڏيئِي دانَ؛
وِلها سڀِ وَنِهيا ڪيا، تنهنجي جُودَ، جُوانَ؛
مَتان مُونکي ڇَڏِئين، پيلِي سندا پانَ!
وِيرَ! وَسِيلو آهئين، داڙُو ۾ دِيوانَ؛
لاءِ ڏُهارِين ڏِينهَن کي، خِيمو اَڏِيو خانَ؛
اُتي عَبدُاللَطِيفُ چئي، سُتِج ڪا سُلطانَ!

## داستان ٽيون

1

ڪُوها ڪالهه ڪِٽي، اُنِ وِڌا اُتَرَ آسَري؛
اَلا جُهري مَ اُنِ جي، اولي جي اِٽي؛
وَڻجارَنِ وِٽي، وَکرُ وِڌو پيڙِيين.

2

وَڪَرُ سو وِهاءِ، جو پَئي پُراڻو نه ٿئي؛
ويچِيندي وِلاتَ ۾، ذَرو ٿِئي نه ضاءِ؛
سا ڪا هَڙَ هَلاءِ، آڳِهِ جَنهنجي اُبهِين.

3

اورِيائين آڻِين، ميڙيو مُعلَمَ خَبرُون؛
سا تان سُڌِ نه ڏِين، جتي وَهُ ويڌَ ڪري.

4

ٻيڙِي پُراڻِي، وَڪُرُ پاءِ مَ وِتَرو؛
تَري ۾ تُنَ پيا، پاسَنئُون پاڻِي؛
هِيءِ هَڏِ وِهاڻِي، ڪَڙهُ ڪالهوڻي ڏِينهَن ڪي.

5

تَري تُنَ پيا سِ، پاسَنئُون پاڻِي وَهي؛
ڪُوهو جُهرُ جهنو ٿيو، لاجُو سَپ لَڙياسِ؛
جيلان سَڌَرُ سڪاڻياسِ، وَهي تي وَهَ سامهون.

6

وِٺو تُنَ تِنِينسِ، مَڪِ ڏيهاڻِي مَڪُڙِيءَ؛
سَنباهي، سَيَّدُ چئي، مٿي نيندؤ نِيِنسِ؛
وَٽائي وَڏاندَ را، لاڄُو لِڳائِينسِ؛
آخرِ اُهِرائِينسِ، تہ جوڪو ٿِئي نہ جهازَ کي.

7

اَچِي سو ڏنوءِ، جو ڪَپَرُ سوءِ ڪَنَنِ سين؛
سُتِي لوڪ لَطِيفُ چئي، يادِ نہ ذرو ڪيوءِ؛
غافِلُ ٿِئي غُرابَ کي، اوڙاهَ تي آندوءِ؛
سو چِترُ چُوهي ڪان رَکِينِ! جو پيو پُراڻو پوءِ؛
جهازُ ضَعيفِنِ جوءِ پاڻِيءَ ۾ پَرِتوءِ!
سَيَّدُ! ساٿُ سندوءِ، پُرِ بَندَرِ پَهچائِين!

8

جُتو وانءُ جَهازَ! گڏيو غُرابَنِ سين؛
پُورِيندي هُنَ پارَ ڏي، سَڌَرَ ڪَڇِ سازَ؛
اَچِنِ ٿا آوازَ، سَڻاڻِي سَمُندَ جا.

9

ڏَنگِي وِچ ڏرياهَ، ڪِي ٻُڏي ڪِي اُپڙِي؛
هُو جي وادي واڻيا، سي سُونهَڻ سپ سَڙيا؛
مُعَلِمَ ماڳِ نه اڳِين، فِرَنگِي مَنجهه ڦِريا؛
مَلاحَ! تُنهنجِي مَڪُڙِيءَ، اچِي چورَ چڙهيا؛
جِتي ڏِينگ ڏَرِيا، تِتي تارِي تُنهنجِي!

10

پيڙِياتا! پيئِي، تو نه ڦُبَنديُون ڳالهَڙِيُون؛
سَچِيُون راتِيُون سُمهِين، پَرُ سُڪانَڻ ڏيئِي؛
صُباحَ سَپيئِي، پارِ پُڄَندَءِ خَبرُون.

11

وَهَ تِڪَ وَهَڪَرا، جِت لَنگرِ نه ٺَهَرَنِ؛
وڏاندَ ريُون وَهَ سامُهِيُون، جَهجهي زورِ جُنبَنِ؛
نيدوُءَ ۾ ناتارِيُون، وَڻِجارا وِجَهَنِ؛
مُلان مُعَلِمَنِ، مُون ٻُرِي سُئِي ڳالهِڙِي.

12

وَڻجارا ! ويني، تو نہ سَرَندِي شاهَ ري؛
مَکِ پَنهنجِي مَڪُڙِي، چَڱِي ڪَر چيني؛
پاسا پاڪَڙِينِ جا، سَمُنڊُ ٿو سيڪي؛
جي لَندِا مِ ليکي، وِيرِ وڙهندِي تِن سين.

13

ناکُئو نِگَهبانُ، مُعِلَمَ مُنجِي خَبَرُون؛
جِن ساري ڪَنيو سَمنڊَ تي، سَفَرَ جو سامانُ؛
لُطفَ سانڊ لَطِيفُ چَئي، تِن لَنگهيو طُوفانُ؛
سَنپاري سُبحانُ، وچِي عادَتِئُون اُڪَتا.

14

بَندَرِ جان پَئي، تہ سُڪاڻِيا مَ سُمهو؛
ڪَپَرُ ٿو ڪُنَ ڪري، جِتَ ماٺي منجھ مِهي؛
ايڏو سُورُ سَهِي، ننڊ نہ ڪجي، ناکُئا!

15

سُتا سَپِ پَئي، سَندي مُعلِمَ آسري؛
اَئين پڻ سُمهو، ناڪُئا! بَندَرِ ناه پَئي؛
جن جِي سَيدَ لَڄَ ڪَنئي، سي سپ لَنگهيندا لَڪيُون.

## وائي

سائِين نَنڌا بارَ، وو! تن پانڌِين نَنڌا بارَ؛
توڪي آرِس اکُڙِين ۾!
پاتا پاڙيوا رِيين، پَيگهه منجهِ پاتارَ؛
پَٽُ ٿو پُورَ ڪري، آئي تُنهنجزِي وارَ؛
سَجِيُون راتيُون سُمهِين، ڪِيو منجهه خُمارَ؛
ڪِ تو ڪَنين نه سُئي، هَلڻَ جِي هاڪارَ؟
تائَبَ ٿِيو تَڪِڙا، سَچِي اِيَ سَنپارَ؛
ننڊَ نه ڪجي ايتري، سُڄَ اَدا يارَ!
سائِينءَ مُڪين سَچَ ڪي، تون ڪُوڙو منجهه قَطارَ؛
ڪِ تو ڪَنين نه سُئي، ڪَپَرَ جي ڪُوڪارَ؟

ڳِهڙان ٿي رِءَ ڳهڙي، اِلاهِي تُهارَ!
هو جو شَڪُ شارِڪَ جو، تِنان رَکُ سَتارَ!
ڪُلُّ نَفْسٌ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ، پَڙهو اِيَ پچارَ؛
شِڪارُ تون شَهبازَ جو، تون تان مَنجِهه شِڪارَ!
يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ اَخِيْهِ، جِت پَڄَندا پارَ؛
تُرَهو چِنو تارِ ۾، اَچِجِ تون اوسارَ!
لَکَ مِڙِيئي لُٽيا، هُنئَهِين ويا هزارَ؛
ڏِنئہ جي اَللّٰهَ کي، هُوندَ تِئين پَرِين پارَ؛
جوڻِنَ مَٿان جُهِڪي، ڏُني تُنهنجي دارَ؛
جِيفو آهِ حَديث ۾، اَنڊيءَ اِي آچارَ؛
وَٽيءَ ڪين وِلَهِن سين، ڪَنبي پِرِ قَهارَ؛
ساڪِئَن هَلي تو سين، جا پَڳِي کان پَتارَ؟
جِيَڻُ جالَ نہ نِبَهي، سُٽِجِ اِيَ سَنيارَ؛
جِمَ وِسارِئين وِسِرا! پِٽيُن جِي پُلڪارَ.

# داستان چوٿون

1

سَپِيئِي سُبحانَ جي، ڪَرِ حوالي ڪَمَ؛
ٿِيُ تَحِقيقُ تَسلِيمَ ۾، لاهي غَمَ وَهَمَ؛
قادِرُ ساڻُ ڪَرَمَ، حاصَل ڪري حاجَ تو.

2

چَڪَا ڪَنِ چَڪَايُون، مَنايُون مَنِنَ؛
جو وَڙُ جُڙِي جِن سين، سو وَڙُ سيئِي ڪَنِ.

3

مِيَنِ مَٿِي سَمَرا، کُهِيَنِ سَڌَ ڪَرِينِ؛
ساٿُ نِباهِيو نِينِ، اِيَ پِرِ سَندِي سَجَڻِين.

4

وِتُ وِيمِي جو جي لَهِينِ، تہ بِي ڪارِ نہ ڪَرِئين ڪا؛
سا پَرُوزِج ڳالهِڙِي، وَڏجارَنِ وٽان؛
موتِي مِن هَٿان، آنڊَءِ گهَٽِي اَدَبَ سين.

5

اَمُلَ آچِ مَ اُنِ کي، جي نہ پَرُوڙِينِ مَٽِ؛
جِتِ ڳَڏِجيئي جوهَرِي، ماڻِڪُ تِنهَين مَٽِ؛
جِنِين سونَ سين سَٽِ، تِن هَٽِي رِيُّ رَدِ ڪيو.

6

سونا! وانءُ صَرافَ سِيئَن، لَڌو لاهِ مَ لَڌِ؛
سودو سوئِي چَڏِ، جَنهن مِ جَواهِرُ ناهِ ڪِي.

7

جُہ صَرافَنِ لَڌِيو، تہ تُون پڻ لَڌِجِ، سونَ!
قَدُرُ لَهَندُءِ ڪونَ، نيئِي ڳَڏِيندَءِ ڳَڏُونءَ سين.

8

اِکِيو ڪائو ڪَچُ، ماڻِڪَن موٽ ٿِي!
پَلِيءِ پايو سَچُ، آچِيندي لَجَ مَران!

9

ويا سي وِڻجهارَ! هِيرو لال وڻڍِن جيءَ؛
تِنين سَندا پويان، سِيهي لَهَنِ نہ سارَ؛
ڪُٺِين ڪُٺِ لُهارَ، هاڻي اُنِين پيٽِيين.

10

وڃن مَ وِڻجهارَ! پاڻِيَٺَ جي پَرَکَڻا؛
ڪَنِيَرُ پايو اَکئين، لَهَنِ سَپَڪَنهن سارَ؛
موتِيءَ جي مِزاجَ جو، قَدرُ مَنجِهه ڪِنارَ؛
صَرافَنِئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو ٿِئي!

11

ماڻِڪُ، مُنڌَ هَٿان، پيتِيءَ مِ پُرزا ٿيو!
سَچو تان، سَيَّدُ چئي، لَهي لَڪُ سَوا؛
پِکِي پُڇاڻا، پَدَمان پَري ٿيو.

12

جِتي ماڻِڪَ ماڳُ، تِتي چوران تَڪِيو؛
سَنئُون تِن سُپاڳُ، اَمُلُ جن اوباهِيو.

13

چورُ اُپوِائن چوءِ، تہ آئُون اُهوئي آهيان؛
جي اَسِي اکِيُنِ هوءِ، نہ لِڪي ڪي ڪونہ لَهي.

## وائي

جاڳو، يارا! جيڏِيُون! پاڻُ پرَرَنجي؛
جاڳو جوشان، جيڏِيُون! پاڻُ پرَرَنجي.
هَلَندي حَبِيبَن ڏي، ويلو وِڃ نہ ڪجي؛
مَٿان اُهِسَ اُسرِي، پَتنگ جِئَن پَئجي؛
عَرضُ اَحوالُ اُنِ ڪي، چَڪِيءَ پَتِ چَئجي؛
ڪري نِيازُ نِڪَڻو، واحِدَ ڏي وَرجي؛
آهي مَوتُ مِڙَن تي، گوڙِيُون ڪيو گَجي؛
اَجَلُ ايندُءِ اوچتو، جو سَدا ٿو سجي؛
اڳيان اُونداهيءَ جو، سَمَرُ ساڻُ ڪجي؛
ڪَڻُ تون قُوتُ قَبَرَ جو، گهڻو ٿو گهُرجي؛
آڳو عيبَ اوهانجا، ڍَڪيا ڳُجَهہ ٻُجهي؛

جيڪِي وَهي وُجُودَ ۾، صاحبُ سو سَمجهي؛
ڏِجي ڏاءِ ڏَٺيءَ جي، جيڪو پَيءَ پَچي؛
اَمَنُ آهي اُن کي، جو مَنجھ اَللّٰه اَجهي.

## داستان پنجون

1

لَهرِيُن ليکو ناهِ ڪو، جِت ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا؛
آچاڙا عَميق جا، اَچَنِ اوپارا؛
اُتي اَسارا! وِيرِ وڙَهنديءَ وِسرا!

2

ڪالھ وِڏائِين ڪُنَ ۾، جاڏا جُنگ جَهازَ؛
تُنهنجِي اَجُ تَرازَ، آهي آرَ اَکِيُنِ ۾.

3

مُلاحِظو مَهراڻَ جو، مُورِ مَ لاهِ مَناءُ؛
سامُونڊِي! سَنبالِ ڪِي! سُمَهڻَ آيُءِ ساءُ؛
جاڳِي جَرَ مَٿاءُ، تاري وانءُ تَرازَ کي.

4

تاري وانءُ ترا ز کي، مَنجهان مَوجَ، مَلاحَ!
دانهُون ڪَنِ درياهَ جون، اُونهي جا آگاهَ؛
سُونهَنِ جي صَلاحَ، وَٺُ ته وِيرِ لَنگهي وَڃِين.

5

سُونهان سَڌِيون ڏِينِ، هِنَ ديواني درياهَ جون؛
ڪُوڙَ اوڏائي ڪِينَ ڪِي، رُڳو سَچُ سودِينِ؛
عِجزَ جي اَڌَ رات کِي، وَڪَرُ وِهائِين؛
ساٿُ نِباهِيو نِينِ، ثابِتُ اِنهِيءَ سِيرَ مان.

6

قَرَقُلَ ڦوٽا، پارچا، پاٽِيُتَ پاتائُون؛
ڪونيُون قِيمَتَ سَندِيُون، تَرَ مِ تاڪِيائُون؛
لاجُنِ مَنجهه، لَطِيفُ چئي، پيڙا پَڏائُون؛
نَذرُ نَبِيءَ جامَ جو، چَڙَهندي چَيائُون؛
جي چُوهي چوڙيائُون، سي پيڙِيُون رَکِين ٻاجَهه سين!

7

وِچينءَ جان ويهِي، جَرَ پَلؤ پائيان؛
”تَزِ پيڙا ! گهرِ سُپرِين!“ اُوسَهِ اِيَ پيئي؛
جِئَن وَڏجارو سين وَکَرين، سَرَها سَپيئي؛
حُرمَتَ ساڻُ حَبِيبَ جي، سُونگِيا نه سيئي؛
پاڻهِين اُوءِ پيهِي، کَنڌَ کيڙائُو آئيا.

## داستان ڇهون

1

تانگهي ۾ تاڻي، ٻَڌُ پَنهنجو تُرَهو؛
اُونهي ۾ آڻي، ڪو نَہ ڏيندُءِ ڪو پيو!

2

ڏوري لَهُ ڏا تارُ، جِمَ وِهِين ويسِرو!
هَڪِيو هوئِج هوشيارُ، ڪِنوڻِ ڪِنوندَيءِ اوچتي.

3

ڪِنوڻ ڪِنوايو، آيَءِ ٻِندَ اَپارَ ڪي!
جِنِين نہ پؤ پانيو، ڪَري توائُي تِن ڪي.

4

سامُوندِي! ٿو سَنبَهِين، ساڄو جَهلِ سُڪانُ؛
لَڳِي واءُ وَڏاندَ رو، مُنجهائي مَهرانُ؛
جِنِين پانيو پاڻُ، ڪَري توائُي تِن ڪي.

5

نَڪو سُڪ نڪَتِين، نہ وِساندِ نَئِين؛
جيڪا اَچيئِي سامُهِين، پانئِين سا سَنئِين!
مُوڙِي ڪوه مَئِين؟ جِئَن سَچِيُون راتِيُون سمهين!

6

اَهُڪِي راهَ اَللهَ جِي، اَهُڪِي، اَهُڪِيءَ پَتِ؛
هُوءِ جي ڏيهائي ڏيهَ جا، تن پڻ مُوڙهي مَتِ؛
آچاڙانِ اُبتِ، ڳِهڙِج ڳاتي نِينهَن سين.

7

تَنَ ۾ تَرازَ توهَ جِي، گهَٽُو لهَ گهوري؛
اَدَبَ ۽ اِخِلاص جا، سِڙهَ ٻَڌِج سوري؛
وَکَرَ وِڻَتِيُنَ جو، تنهن ۾ پائج توري؛
تہ عادَنِئُون اوري، تُنهنجو تَوائِي نہ ٿِئي.

8

سمنڊُ جي سيوِين، تِنِين ماڻهَڪَ ميڙيا؛
چِلرَ جي چوئِين، تِن سانکوڙا ۽ سُتيون.

# سر ساموندي

## داستان پهريون

1

پَڳهَ پاسي گهارِ، آيلِ! ساموندين جي؛
وِجهي جيُ جَنجارِ، جِمَ وَجَنئي اوهِري.

2

پَڳهَ پاسي پَچُ، آيلِ! ساموندين جي؛
مَنَ مِ ٻاري مَچُ، جِمَ وَجَنئي اوهِري.

3

پَڳهَ پاسي ويهُ، آيلِ! ساموندين جي؛
تون ويسِري وِڪَ ڪَٽِين، هو پُورِيندا پَرَڏيهُ؛
سَمُنڊُ جِن ساڻيهُ، ڪوهُ نه ويئينءَ تِن سين؟

4

نَنگَرئُون نيڻين، مَنُ اوِليءَ نه اوهِري؛
سَٻاجهين سيڻين، پائي گُرَ ڳِهيو هِنئُون.

5

سيئُي جوپَنَ ڏِينهَن، جڏهن سَجَڻ سَفَرِ هَليا!
رُئان رَهنِ نه سُپرِين، آيَلِ! ڪَريان ڪِيئَن؟
مُونکي چاڙهي چِيئَن، ويو وَڻجارو اوهِري!

6

نه سي تِرَ هوڙاڪَ، نه وايُون وَڻجارَنِ جُون!
سَرتيُون سامُوندِين جا، اَجُ پِڻُ چِڪِيَمِ چاڪَ؛
مارِينمِ فِراقَ، پاڙيچيُون پرِيُن جا.

7

وِيا اوهِري اوءِ، مُونکي ڇڏي ماڳِهِين؛
جُڳَنِ جا جُڳَ ٿيا، تِئان نه موٽيو ڪوءِ!
گُوندَرُ مارِيندوءِ، ويچارِي! وِيَن جو.

8

اُونهي مِ اوهِري، جڏهن ويا جي؛
موٽِي ماڳِ نه آئِيا، ماءِ! سامُوندِي سي؛
ڪارو تِنِين کي، جيڪُسِ وَهُ وِري ويو!

9

اُهِرِيا جِئائين، ڏُکَنِ تن تَڙائيين!

ساموندين، سائين! واءُ سَڻائو وا رِئين!

10

ساموندِيَڪو سَڳُ، آهي ڳُوندَ رَ ڳاڏئُون؛

انگنِ چاڙهي اَنگُ، ويو وَڻِجارو اوهِري!

11

وجيئي وِسري شال! جو تو سودو سِڪيو؛

اَجا آئين ڪالَ، پڻ ٿو سَفِرِ سَنبهين!

12

ٻِرِيو جَهليو روءِ، مَٿي مُهُري هَنڙا؛

ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو تون، ڍوليا! سِڪيو.

13

اُلوڙَنَ نہ ڏِئي، وَرُ وِڏائين وَنجَهہ کي؛

رَهُ اَجوڪي رِاتڙي، لالَنَ! مُون لائي؛

وَڃُ مَ ڦوڙائي، ايڏي سَفرِ، سُپِرِين!

14

جيڪُسِ نِبَرُ نِيڻهُن سَندومِ؛ جئن مون ٻِنِي هُن ٿِليو؛

سعيو سامُوندِيُن سين، اَڳهِين تان نه ڪَيومِ؛

وِجَهڻُ مَنجِهه هُئومِ، پاڻُ وراڪي رَسِ سين.

15

ٻيڙِيءَ جي پُٽَنِ، نِيڻهُن نه ڪَجي تِن سين؛

اُپِيُون ڏَنپَ ڏِسَنِ، جه سِڙُهُ ڏِيئِي سِيرَ ٿيا.

16

هِنئَڙو ٻيڙِيءَ جان، ڏُنَرِ پِئي ڏينهن ٿيا!

پُڇيو تان نه پِريان، ڪَرَلاهُو ٿِي ڪڏهين.

17

سَرَ نِسرِيا پاندَ ، اُتَرَ لِڳا، آءُ پِرِين!

مُون تو ڪارَڻِ ڪانڌَ ! سَهِسين سُڪائُون ڪَيون.

18

جيڪر اَچي هانِ، ته ڪريان رُوحَ رُچَندِيُون؛

آيَلِ! ڍولِئي ساڻُ، هوندَ ڳِرِ لِڳي ڳالهيون ڪَريان.

19

آيلِ! ڍولئي ساڻُ، اَچي نہ جهيڙِيان؛
لائيءَ ڏِينهن گهڻا، مون سين ڪَيءِ ٿورڙا.

20

لاهِيندا ئي ڪَنِ، ڳالهيُون هَلَڻَ سَندِيُون؛
ڏِيندا مُون ڏُکَنِ، وَهَ وِڄهندا جِند ڙو!

21

مونکي جِياريو، پِرِيُن جي ڳالهہ ڪري؛
ڏَنو اَڄُ اَڏِيو، هِنئڙو ڪوٺَ بُرجَ جئَن.

22

چِمڪيون چَوڏارَ، ڏَڄُون ڏا ڙِيچنِ جُون؛
ماءِ! ساٺُونڍِي آئيا، سَهسين ڪري سِينگارَ؛
اُنِين جي پَچارَ، ڪالهونڪَرَ ڪانگُ ڪَري.

## وائي

آيلِ! ڪَريان ڪِيئَن؟ منهنجو نِينهُن اَپليو نہ رهي.

ويو وَڻجارو اوهِري، مونکي چاڙهي چِيئَن؛

سامُوندين جي سَگَ کي، رُئان راتو ڏِينهن؛

اُڏوهِيءَ جئَن ڏُکَڙا، چَڙهيا چوٽيءَ سِيئَن؛

گُوندَرَ مٿان جِند ڙِي، وَريا وَلِيُن جِيئَن؛

مادَر! پائي مُندِيُون، وڃان هادِيءَ سِيئَن.

## داستان پيو

1

اَجُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جُون؛

هَلڻَ هارا سُپرِين، رُئان تان نہ رَهَنِ؛

آئُون جهَلِيندِي ڪيترو؟ آيلِ! سامُوندِين؛

پَڳهَ چوڙي جَنِ، وِڌا پيڙا پارِ ۾.

2

لاهِيان جي نہ چِتان، اَلا! اُنِ مَ وِسران!

مَڙهيو مَنجهاران، جِيُ مُنهنجو جن سين

3

تَڙين تَنوا رِينِ، ماءِ! ساُموندِي آئيا؛

مونکي جِيارِينِ، وايُون وَڻجارَنِ جون.

4

لڳي اُتَرَ اوهِريا، واهُوندي وَرَنِ؛

آئُون کهٽو ئي کهورِيان، سؤدو ساُموندِيَنِ؛

اَڱَڻِ جن اَچَنِ، عِيدَ وَرتي اُنِ کي.

5

اَڱَڻِ آئيا جان، نہ سَرَتِيُون مون سُکَ ٿيا؛

اَمُلَ پرِينءَ مٺان، ٻَرڪيِو ٻين ڏيان.

6

سِڄَه ٿي سِبياڻُون، ٻَنَدَرَ جَن تَڙِن تي؛
سِڄَه سِڀِي ساڃا ڪري، ڪُوها ڪَنياڻُون؛
پيرَڦُون ٻحرنِ ۾، چوڙي چَڏياڻُون؛
لَهرِيُون لَنگهياڻُون، لُطف سان لَطِيفُ چَئي.

7

سِڄَه ٿي سِبياڻُون، ٻَنَدَرَ جِن تَڙِن تي؛
مُلان مُعلِمَ خبرون، پُڇي پُورياڻُون؛
سُتَڙُ سوِنياڻُون، اَوَتَڙِ ڪنهن نه اولِيا.

8

ٻَنَدَرَ ديسان ديسِ، مُلهه نه مِلي وارِئِين؛
فَقِيراڻي ويسِ، اَمُلَ ڏِيَن اتوريا.

9

اُپِيُون تَڙَ پُوڄِينِ، وَهُون وَڻجارِنِ جون؛
آڻيو اکا ڏِينِ، ڪَٿُورِي، سَمُوند ڪي.

10

جَرَ ٿَڙَ ڏِيا ڏي، وَڻَ ٽِڻَ ٻَڌي وانئُنُٽيُون؛
اَلا! ڪانڌُ اچي، آسائِتي آهيان!

11

جا جَرَ جاٽُون نہ ڏِئي، ڏِيا نہ موهي؛
سَڏُون ڪوهُ ڪَري، سا پنهنجي ڪانڌَ جون؟

## داستان ٽيون

1

پُران، مانَ پُڄان؛ ٻَندَرَ مون ڏُورِ ٿِيا؛
نہ مُون هَڙَ نہ هَنجَ ڪِي، جو آئُون چَئِي چڙهان؛
اِيهين ڪَجِ، پاٽِڻي! جنهن پَرِ پِرِينءَ مِڙان؛
ڪارُون تي ڪَريان، تو دَرِ اُپِي، ناکُئا!

2

هَڙَ ۾ ڪِينَ هُئونِ، هُنئِين هُنِ نہ چاڙهيا؛
سارو ڏِينهُن سمنڊَ تي، لِهي سِجِ وِيونِ؛
جڏهين سائِنءَ سَببُ ڪَيونِ، تڏهن سُتَڙِ ٿيا سَيَّدُ چئَي.

3

اسان اُڏا را، آٽي آوَنگ چاڙِهيا؛
مُنهُن ڏيئِي مُون آئِيا، سَمُهان سِيارا؛
اُپِرَنِ سيِڪارا، پَسو وَرَ بين جا.

4

مون اُپِي تَڙَ هيٺِ، پرِيُن پَڳَهَ چوڙِيا؛
ڪا مُونهِين ۾ ڏيٺِ، نات سَجَڻَ سَپاجها گهٽو.

5

مون اُپِي تَڙَ پاسِ، پرِيُن پَڳَهَ چوڙِيا؛
هو اَللہ هارَ اُهرِيا، آئُون دَمِ دَمِ دُعا ڪَندياس؛
آهَ نہ لاهِينداس، موٽِي ايندا مان ٻَرِي.

6

ڪاري ڪيڙائُون، مَٿي مِني موٽيا؛
سَودو ڪِنَ نه سونَ جو، وَڏا وِهائُون؛
موتِي جي مَهراڻَ جا، تِن جا طاماعُون؛
سامُوندِي سائُون، لَنڪا لوپي آئِيا.

7

لَنڪا لَنڪا ڪَنِ، لَيءِ لَنڪا جي اوهِرِيا؛
سُٽِي سونُ لَنڪا جو، سُڪُ نه سامُوندِيُنِ؛
پِرَهِ پَڳهَ چوڙِيا، ڪاري ڪيڙائُنِ؛
وَڏي ڀاڳ پِڙِنِ، جي ڪَهيا ڪارُونڀار ڏي.

8

وَڻجارنِ ورِي، پِرَهِ پَڳهَ چوڙِيا؛
اولِيُون پَسي اُنِ جون، پيرَمِ ڳَچ ڳَرِي؛
ويندِيسِ، ماءِ! مَرِي، ساري سامُوندِيُنِ کي.

9

وَڻجاري جِي ماءِ، وَڻجارو نہ پَلئين؟
آيو ٻارهين ماهِ، پڻ ٿو سَفرِ سَنبهَي!

10

وَڻجاري ڪانداءِ، مُون وَرُ وينٺي گهارِيو!
لَڳي اُتَرَ واءُ، ڊولِيو هَلڻَ جون ڪري.

11

جي تون وَڻجارو ڪانڌُ، تہ مُون هَڏِ مَ لائون لَڌيُون!
پَرَ ڏيہَ مٿي سانگُ، اَنئي پهرَ جنهن ڪيو.

12

ڏِٺي ڏِياري، سامُوندين سِڙهَ سَنباهِيا؛
وِجهيو وَرُ ونجهَ کي، روئي وَڻجارِي؛
مارِيندَءِ مارِي! پِرهَ سُورَ پرِيُن جا.

# سُر سُهڻي

## داستان پهريون

1

وَهَ تِکَ، واهُڙَ تِکَ، جِت نِينهُن، تِکَ نرالِي؛
جِن کي عِشقُ عَمِيقَ جو، خِلوَتَ خِيالِي؛
وا رِئڻ سا، والِي! هِنَئڙو جِن هَٿِ ڪيو.

2

واهُڙَ وَهَنِ نوان، اَجا وَهُ اَگِي ٿيو؛
گهَرِ وِيئيون گهڙا ڪريو، سَرَتِيُون سَگَ سَنوان؛
صُورَتَ جا ساهَڙَ جِي، سا جي ڏِٺي آن؛
هُوندَ نہ پَليو مان، گهِڙو سپ گهڙا ڪٽِي.

3

ڪَنڌِي اُپِيُون ڪيترِيُون، ”ساهَڙُ ساهَڙُ“ ڪَنِ؛
ڪِنِين سانگو ساهَ جو، ڪي ”گهورِيسَ“ ڪيو گهِڙَنِ؛
ساهَڙُ سَندو تَنِ، گهاگهائي گهِڙَنِ جي.

4

وَٽِن وِينا ڪانگَ، وِچِين ٿِي ويلا ڪري؛
ڳِهِڙِي ڳَهڙو هَٿِ ڪري، سُٽِي سانجِهيءَ ٻانگَ؛
سيئِي ڏُونديي سانگَ، جِتِي ساهَڙُ سُپِرِين.

5

ڳِهِڙِي ڳَهڙو هَٿِ ڪري، ٻُهون نِهاري ٻَنگُ؛
سر در يار فِدا شُد چہ بَجا شُد ، وَصۡلَ اِهوئِي وَنگُ؛
رات جِنِين جو رَنگُ، الا! سي اُڪارِئِين.

6

ڳِهِڙِي ڳَهڙو هَٿِ ڪري، ٻُهون نِهاري ٻَنگُ؛
وَ اَمَّامَنۡ خَافَ مَقَامَ رَبِّہٖ، اِيُ لَنگِهيائِين لُنگهُ؛
سِڪَندِيَنِ ڪِي، سَيَّدُ چَئِي، ڪِينَ جَهلِيندو جَهنگُ؛
راتِ جِنِين جو رَنگُ، الا! سي اُڪارِئِين.

7

ڪِھڙي ڳَھڙو ھَٿِ ڪري، اِلاھِي تُھارَ!
جَنگھ جَرڪي واتَ ۾ سِسِيءَ ڪي سيسارَ؛
چُوڙا پيڙا چِڪَ ۾، لُڙَ ۾ لِڙھيَس وارَ؛
لَڪين چُھنِيسِ لوھِٽيُون، ٿيلھيُون ٿَرَنئُون ڏارَ؛
مِڙيا مَچَ ھزارَ، پاڳا ٿِيندِي سُھِٽي.

8

ڳَھڙو ڀَڳو تہ گھوريو، مَرُ چورُ ٿِئي چُوڙو؛
طالِبُ المولىٰ مُذَڪَّرُ، اِيُ ٻُڌَندَنُ ٻوڙو؛
ڪوڙِھيو ڏَمُ ڪُوڙو، مُون ميھارُ مَنَ ۾.

9

ڳَھڙو ڀَڳو تہ گھوريو، پاٽان ھو حِجابُ؛
واجِبُ وجي وُجُودَ ۾، رھيو رُوحَ رَبابُ؛
ساھَڙَ رِءَ صَوابُ، آءُ گھٽو ئي گھورِيان.

10

ڳَهڙو پَڳو نہ ڳوريو، تان ڪِـي ترُ، هِنيان!
اَدَبُ اکَڙُنِ کي، ڏيهاڙِي ڏِيان؛
ميهارَنِ مِيان، سَئُون سُونهاڀِ پيچرو.

11

ڳَهڙو پَڳو نہ ڳوريو، آسَرَ مَ لاهيجِ؛
لَا تَقْنَطُوا مِنْ رَّحْمَةِ اللهِ، تُرهي اِنَ تَريجِ؛
حَبيباڻِي هيجِ، پَسِين مُنهُن ميهارَ جو.

12

ڳَهڙو پَڳو، مُندَ مُئي، وَسِيلا وِيا؛
تِنهان پوءِ سُئا، سُهڻِيءَ سَڏَ ميهارَ جا.

13

پارُ مَ ڪَڇِج پارَ سين، وَسِيلا وِسارِ؛
لُڙُ لنگهائي، سُهڻِي! پرتِ وِجهنديءِ پارِ؛
سي تُرتُ لنگِهينديون تارِ، اُڪَنڊَ آڳُهُ جن سين.

14

پاڻُ مَ ڪَڇج پاڻَ سين، رِءِ وَسِيلي وانءُ؛
مَثان سائرَ، سُهڻِي! پرتِ ونجي پانءُ؛
نينهن نِگهندي نانءُ، ونءُ پِريان جي پارَ ڏي.

15

ڪونهي آگهُ اَهِڙو، جهڙِي مُحبتَ مَنِ؛
اُپيُون اورئين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَڪَ پُڇَنِ؛
نَدِي تِن نيڙُ ٿِئي، جي رِيءَ تُرهي تَرَنِ؛
سِڪَ رَساڻِي، سُهڻِي! اَصلِ عاشِقَنِ؛
سي جَهليُون ڪينَ ڪُنَنِ، پُچَنِ جي ميهارَ ڪي.

16

پُڇَنِ جي ميهارَ ڪي، پُڇي سي ميهارَ؛
تُرَهو تِنين بارُ، عِشقُ جنِين کي آڪِرو.

17

ساهَڙُ سا سُهڻِي، سائرُ پڻ سو ئِي؛
اهي نِجو ئِي، گُجُهه: گُجهاندَ رَ ڳالهِڙِي.

## وائي

ڪهڙي مَنجهه حِساب؟ هُئڻ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
گولِي! پَڄُ گُناهَ ڪان، ڪونهي سُولُ ثَوابَ؛
نڪِي تَفاوتَ مِ، نڪِي مَنجِهه رَبابَ؛
خُدِيائي خُوبُ ثِئين، لائين جي لُعابَ؛
پَلِيتُ ئي پاڪُ ثِئي، جُنبيو مَنجِهه جِنابَ؛
سو نہ ڪَنهن شَيءِ مِ، جيڪِي مَنجِهه تُرابَ؛
هُوءِ جي جَرڪِيا جَرَ تي، سي تان سَپ حُبابَ؛
هادِيءَ سين هُنَ پارَ ڏي، رِڙهين ساڻُ رِڪابَ؛
چَنبو وِجهي چورَ ڪي، آءُ چَڙَ، عُقابَ!
ڊِيڊُ وِجاءِ مَ دوسَتَ جو هَلِي مَنجِهه حِجابَ؛
ڪَسرَتَ آهي قُربَ مِ، اِدۡغامَ مِ اِعۡرابَ؛
فَنا وِجهي فَمَ مِ، ڪارَڻُ ثِئُي ڪَبابَ؛
ڏي طَهُورا تن ڪي، جي سِڪَنِ لاءِ شَرابَ؛
مُنِيءَ ڪِيا مرضَ مِ، جاوا سَپِ جَوابَ.

## داستان پيو

1

ڪَرَڳَلَ ڪوچَ ڪُنَ گھڻا، جِتِ جَرَ واڳُو جِئائِينَ؛
پاڻُ اُڇِلِي آبَ ۾، وَهَ سِرِ وِڏائِينَ؛
لَهرِيُونَ لَنگھيائِينَ، لُطف ساڻ لَطِيفُ چئِي.

2

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ سَنّاٽا سيسارَ؛
بيحَدِ ٻاگُو ٻَحَرَ ۾، هيبَتَناڪِ هَزارَ؛
سارِيان ڪانَ سَرِيرَ ۾، طاقَتَ توهان ڌارَ؛
ساهَڙ جامَ! سَتارَ! سِگھو رَسج سِيرَ ۾.

3

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪَڙڪو ڪُنُ ڪري؛
توڏي تاڪُن وِچَ ۾، مَٿان وِيرَ وَري؛
آءُ، ساهَڙَ! مُنهِنجا سُپِرين! پِرتان پيرَ پَري؛
هادِيءَ، هَٿ ڌَري، اونهي مان اُڪارِئين.

4

دَهشَت دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪُنَنِ جو ڪَڙڪو؛
آهيمر اُنهَين پارَ جو، دِلِ اندرِ دَڙڪو؛
پَجي سِڪ، سَيَّدَ چَئي، سِيرَ سَندو سَڙڪو؛
والِي! ڪَج وَڙُ ڪو، تہ پارِ لَنگهيان ٻاجھ سين.

5

دَهشَت دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ جايُن جانارَنِ؛
نَڪو سَندو سِيرَ جو، مَپُ نہ مَلاحَنِ؛
دَرَندا دَرياهَ ۾، واڪا ڪيو وَرَنِ؛
سَچا ٻيڙا ٻارِ ۾، هَليا هيٺ وَجَنِ؛
پُرزو پِئدا نہ ٿِئي، تَختو مَنجهان تَنِ؛
ڪو جو قَهرُ ڪُنَنِ، ويا ڪِينَ وَرَنِ؛
اُتي اَٽارُنِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تُون.

6

دَرَهَڙَ ڏَنّسَ دَرياهَ ۾، جتِ لَهريُون ڪَنِ لوڙا؛
سَئِين اَچي سمُوندَ ۾، ٿِيا سِيٽايا سوڙا؛
جي تارُو هُئا توڙا، تن هَربو پانيو هيڪڙو.

## داستان ٽيون

1

تَڙَ تَڪِڙَ تارِ ڳھڻَ، ايُ ڪاڻِيارِن ڪَمُ؛
ڏَهَ ڏَهَ پيرا ڏِينهَن ۾، ڏي ڏورا پا ڏَمُ؛
عَقُلُ، مَتِ، شَرَمُ، ٿيئي نِينهَن نِهوڙِيا.

2

ڳهيڙان ڪَري نہ ڳُهورَ، تَڙُ تَڪَڙِ ڪان نہ لَهي؛
جَنهِنکي سِڪَ ساهَڙَ جي، پُورَن مَٿي پُورَ؛
ڪارِيءَ راتِ ڪُنَن ۾، وَهَمَن ڪِي وَهلُورَ؛
جَنهِنکي سانُ پِريان جا سُورَ، تَنهِنکي نَدِي ناهِ نِگاهَ ۾.

3

جِئان گهڙيِ تِئان گهيڙُ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪُوڙِيُون؛
ڏَمَ سين جُسو ظاهِرا، مَنَ ميهارَ سين ميڙُ؛
سا نَدِي پائي نيڙُ، جَنهِنکي سِڪَ ساهَڙَ جي.

4

جِئان وَهي تِئان واٽَ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪوڙيُون؛
جن کي سِڪَ ساهَڙَ جي، سي گهيڙَ نہ پُڇَنِ گهاٽَ؛
جن کي عِشقَ جِي اُساٽَ، سي واهُڙُ پائيِنِ وِڪَڙي.

5

ڪنهن جنهن گهيڙَ گهڙِي، جئَن اَوَتڙان تَڙُ ٿِيوسِ؛
سالمُ ويئي سُهڻِي، ڪُنَنِ ڪِينَ ڪَيوسِ؛
اُهِسُ اکَڙِيُن ۾، پِريان جو پيوسِ؛
حَقّان حَقُّ ٿِيوسِ، هُئي طالِب حَقُّ جِي.

6

هُئِي طالِبَ حَقُّ جي، تودِي لاڪُون تورَ؛
نہ مَلاحُ نہ مَڪُڙِي، نڪِي ٻَڌي نورَ؛
پاڻِي پِنِيءَ ٻورَ، سُهڻِيءَ ليکي سِيرَ ۾.

7

تودِي تورائين، نينهَن نوازِي سُهڻِي؛
ڳچِيءَ هارُ حَبيبَ جو، لائِقُ لَذائين؛
سو تَڙُ سونائين، جيڏانهن عالمَ آسِرو.

8

تودِي! تُهائين جي، سي هِتي چَڏِ حِرصَ؛
ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي! ڪوتِيُون ڪَنِ ڪِرسَ؛
وَڏِي اِيَ وِرسَ، جيئَن ڏمَ وَتِ ڏِينهَن گُذارِئين.

9

ساري سِڪَ سَبَقُ، شرِيعَتَ سَندو، سُهڻِي!
طرِيقَتان تِکو وَهي، حَقِيقَتَ جو حَقُ؛
مَعرِفَتَ مَرڪُ، اَصلُ عاشِقنِ کي.

10

صَبرُ شاڪِرَنِ، آهي اوطاقُنِ ۾؛

جي واصُل ثِيا وِصال ۾، سي ذرو ظاهِرُ نه ڪَنِ؛

وِيَتَ واهَرَ تَرَنِ، هِنئَڙا، جَنِ هَجِي ويا.

11

سِياري سِهَ راتِ ۾، جا ڳِهڙي وَسندي مِينهَن؛

هَلو ته پُڇُون سُهڻِي، جا ڪَرَ چاڙي نِينهَن؛

جنهن کي راتو ڏِينهَن، ميهارُ ئِي مَنَ ۾.

12

سانوڻَ ڳِهڙي سَيَڪا، هِيءُ سَرَهي سِياري؛

تَنُ وِڌائِين تارِ ۾، اَرواحَ جي آري؛

مُحبَتِي ماري، ڪونهي دادُ دَرياهَ ۾.

13

واهُڙَا! پَريُون مَ پاءِ، تو پڻُ ليکو ڏيڻو؛

سدا سانوڻَ ڏِينهَڙا، هِئَن نه هُونداءِ؛

وهاڻي ويندءِ، اوپَرَ اُتاهان لَهِي.

14

مُحَبَّتِي ميهارَ جُون، دِلِ اَندرِ دُونهِيُون؛
آڱيو وِجهي آرَ ۾، لُهاڙو لُوهيُون؛
جي ساهڙ جُون سُونهيُون، سِيرِ سِرا ڙو تن کي.

## وائي

مَدَتَ ٿِيُ، ميهارَ! يارَ! ساهَڙَ! سائَرَ سِيرَ ۾.
اُونها ڪُنَ، اَتانگ تَڙَ، اوِلي هَڙُ، آڏارَ!
ڏِينهَن ڏُهِلا ڏَمَر سين، آهِيان اَوهان ڌارَ؛
ٻِچَلِ ٻانڌي ٻارِ ڪَري، اَتِ اُبَتا آرَ؛
تِني کِهڙِي سُهِڻي، آگَهَ رِءَ آڌارَ؛
"ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو"، توڏِيءَ ڪِي تنوارَ؛
سَنپُوڙو سِيڻاهِ سين، سِگهو رَسُ، سَنگهارَ!
اوراران آهُون ڪَرِيان، پَهچان شَلَ پرارَ؛
سُڻِيو جهانءِ جِهجي هِنئُون، ساڻپارا سَنپارَ؛
آيَمِ ريلِي ريءَ سين، اَللهَ تو آهارَ؛

تارِ تَرَندَيَسِ، لُڙَ لَنگِهينديَسِ، وِينديَسِ وَٽِ وَچارَ؛
پُورِينديَسِ پارِ مَٽِي، سَهسَين جي سيسارَ؛
گولِي گهاگهائي گِهڙِي، جَڪَنِ ٿا جانارَ.

## داستان چوٿون

1

اَدِيُونَ! سپ اَندامَ، چڙَنِ مُنهنجار چورِيا؛
لارُنِ جا لَنؤ لائِي، سا ڪِيئَن آڇيان عامَ ؟
لِڱيس جنهن جي لامَ، سو دِلاسا دوست مُنجي.

2

ڪارا ڪُنِ، ڪارِي ٽِڳِي، جت ڪارِيهَرَ ڪَڙڪا؛
مَئِي مَتي مِهراڻَ ۾ ، اَچنِ دُپارا دَڙڪا؛
وِيندي ساهَڙَ سامهان، جهولِ ڏِنس جَهڙڪا؛
ڪِرڪِنِ جا ڪَڙڪا، سُونهان ٿِيڙَس سِيرَ ۾.

3

جِياريَسِ سَنپارَ، ڪُهُ ڪَرِيندَمِ گڏجِي؟

ويروتارَ وُجُودَ ۾، پِرِيُنءَ جي پَچارَ؛

سَجَڻَ هُونِ ڏارَ، جي هِنئِين ۾ حَلُ ٿِيا.

4

پيلي پارِ پُرِيِ، مون کي چَڙَنِ چورِيو؛

مُحَبَّتِي ميهارَ جِي، سُتِي شاخَ چُرِيِ؛

مَٿي جهوڪَ جُهرِيِ، پَوَندِيَسِ پاريچَنِ جي.

5

هُنَ پِرَ سُيَمِ هُوءِ، سُتي سَنپارَنِ جِي؛

چِٽُ چَڙَنِ چورِيو، جؤنڪَ ٿِيَڙَمِ جُوءِ؛

مُحَبَّتِي ميهارَ جِي، بِاللهِ پِييَمِ بُوءِ؛

وِجِي رُوءِ بَرُوءِ، ڏيکيان دوستَ ميهارَ کي.

6

ڪِٿي ٿِيو ميهارُ ؟ ڪِٿي ٿو ڳِهندُ ڳُڙهي ؟
ڪِٿي ڏُونهِي دوستَ جِي ؟ ڪِٿي پَرِيون پارُ ؟
جَنهن مُون سَپِ چمارَ، جَرَ ۾ جهوڳُون ڏِنيُون.

7

ميهاران مِرِڪَ، پيتائِين پريمَ جِي؛
تنهن مُنڌَ مَتوالِي ڪِي، سنڌِيءَ ساءَ سُرِڪَ؛
لِڳيَس ڪامَ ڪِرِڪَ، لوهان تِڪِي لَطِيفُ چئَي.

8

مَري تان مَ ميهارُ، وَٺانڻ وِلَهو مَ ٿِئي؛
وَچنِ جي وَچارَ جو، وِنگو ٿِئي مَ وارُ؛
ساهَڙُ مُون سِينگارُ، ماڻهن ليکو مِهڻو.

9

چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آيُون مَٿي پيٽَ؛
لُڙَ لَنگهِيندِيُون ليٿَ، لُطِفَ ساڻُ لَطِيفُ چئي.

10

چاهَڪَ چَرِيءِ تارِ تَرِيءِ آئُون مَٿي ڪُنَ؛
ڪوڙِيين ڪَرَ ڪَٽَندِيُونءِ ساهَڙَ جي سَمَنَ؛
مينهُون ساڻُ اَمَنَ، پَرچِي پارِ لَنگهِيندِيُون.

## داستان پنجون

1

ساندَه سَڀ دَرياهُ، پَري ڪَنڌِي پارَ جِي؛
چِڪِي چولِيءَ ۾ گهڙِيءِ جتي جِيَّ وِڙاهُ؛
پَسيو ڏوه ڏَڪي هِنئُونءِ آرِ مَٿي اَرِواحَ؛
جي توهُ ٿِئي توڏانهُنءِ نہ وِيرَ وَهِيٽو ناهِ ڪي.

2

سِڪَڻَ وارَن سُنڙوءِ جي دَهشَتَ سان دَرِياهُ؛
اوڙَڪِ اُنِين جو نہ رهيءِ آرَ بِنا اَرِواحَ؛
ويندي ساهَڙَ سامهونءِ صَدقو ڪنديون ساهُ؛
جن کي حُبَّ اُنهِين جي آهِ ساهَڙُ ساٿِي تن جو.

3

گِهڙيا سي چَڙهيا، اِئين اَٿيئَي؛
مئي متي مَهراڻ ۾، پؤَ ٽپو ڏيئَي؛
نہ ميهارُ مِليئَي، سَنپُوڙو سِيٽاهَ سين.

4

اَکيُون مُنهن ميهارَ ڏي، رَکيُون جن جوڙي؛
رِءَ سَندَ، سَيّدُ چئي، تارِ گِهڙَن توڙي؛
تنين کي بوڙي، سائرُ سَگهي ڪِينَ ڪِي.

5

جيڏانهن چِتَ چاهُ گهٽو، آرُ بہ اوڏانهِين؛
وچِي وَهُ واڪا ڪيو، تِکو تيڏانهِين؛
ميهارُ مِلائِين، لَهرُنِ منجِهہ، لَطِيفُ چئي.

6

پَلِيان، پَلِيو نہ رهي، نِرتُون نِينهُن نِبارُ؛
گِهڙان، گهورِيو چِندُ ڙو! اُٿَلُ مُون اَپارُ؛
جنِين مَنِ ميهارُ، هَلَڻُ تنِ حَقُ ٿِيو.

7

سَندو ڏَمَ ڏَهَڪارُ، هَڏَهِين ڪونهي هِنَ ڪيِ؛
هِيءَ پاڻِيءَ سين پانهنجو، پُسائي نه سِينگارُ؛
ڪارَڻِ مُندَ ميهارُ، ڪارِيءَ راتِ ڪُنَ تَري.

8

جيهَرَ لوڪُ جهَپَ ڪَري، ذَرو جاڳَ نه هوءِ؛
اوهيرَ اَچيو، اَديُون! پَهُ پريان جو پوءِ؛
جي ڪَچو چوَنِ ڪوءِ، ته مَرڪُ پانيان مِهڻو.

9

نه ڪَرڪِينءَ سُئُي؟ جي سِيرَ نه گِهڙِي سُهڻِي؛
هِتِ حياتِيءَ ڏِينهَڙا، هَڏَهن تان نه هُئي؛
چُلي تنهن چَرِي ڪَئِي، جو ڏِنُسُ اُنَ ڏِهِي؛
سُهڻِي ڪِي، سَيَّدُ چئِي، وڏو قُربَ ڪُهِي؛
هُنئِين هُوندَ مُئِي، پَرَ بُڏِيءَ جا پيٽا ٿيا.

10

ڪا جا ڪُن ڪَرِين، پِنيءَ پُنِ جُهنِ پاڙ ۾؛
اَڪيُون تنهن آبَ کي، آڏيءَ اُڪيرِين؛
توڙي تِڪُون ڏِين، تہ بہ اُجَ اُنين کي نہ لَهي.

11

دائمَ جا دَرياهَ ۾، سا مَڇي ڪِني ڪوهُ؟
آهس اِيُ اَندوهُ، پاڻِي ڪِٿي پِيان.

12

لهرَ مِڙوئِي لالَ، وَهَڻُ ڪَنُوريان وَترو؛
اوڀارا عَبيرَ جا، جَرَ مان اُچن جالَ؛
ڪُنَنِ گهِڙيي ڪالَ، سِڪَ پِريان جي سُهِڻِي.

13

جيڪِي ڏِنءِ تارِ ۾، ڪَنڌِي سو ڪَهيج؛
جَرُ وڏو، جهاجَهہ گهِڻي، پاندُ مَ پُسائيج؛
ساهَڙُ ساڳاهيجِ، تہ ثابِتُ لَنگهين سيرَ مان

14

جا هَڙَ اَندَرِ جِيَّ، ساهَڙَ ڏِني ساهَ کي؛
سا هَڙَ چُڙيي نہ ساهَ جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ رِيَّ؛
ساهَڙَ ميڙِ، سَميعَ! تہ سا هَڙَ چُڙيي ساهَ جِي.

## وائي

اکيون پيرَ ڪَري، وَڃجي، وو! وَڃجي.
سُپيرِيان جِي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪِينَ ڪجي؛
لِڪائي لوڪَ کان، ڳُجهَڙي ڳوٺ ڀِڃي؛
مُحَبَّتِيءَ ميهارَ جو، سُور نہ ڪنهن سَلجي.

## داستان ڇهون

1

ساهَڙَ جا سِينگارَ، اَڻَ لِکيا اڳي هُئا؛
نڪا ڪُنْ فَيَڪُونْ هُئي، نَڪا ڀِي پچارَ؛
مَلَڪَنِئان مَهَندِ هُئي، توڏِيءَ جِي تنوارَ؛
مُحَبَّتَ ساڻُ ميهارُ، لاياڻِين لَطِيفُ چئي.

2

ڳھيڙَ لَنگھيو ڳھاري، مِيثاقان ميھارَ ڏي؛
اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ قَالُوْا بَلیٰ، پَر اِھا پاري؛
ڏِسيو ڏيکاري، پِرت پِريان جو پيچرو.

3

اَلَسْتُ اَرواحَنِ کي، جَڏھِن چيائُون؛
مِيثاقان ميھارَ سين، لَڏيُون مُون لائُون؛
سو مونِي ڪيِئَن پاڻھُون؟ جو مَحفُوظان مُعافُ ٿِيو.

4

اَلَسْتُ اَرواحَنِ کي، جَڏھِن اَمُرُ ڪيو اَحَدَ؛
ھو مَنَ ڪاڍِو ميھارَ ڏي، سُھِڻيءَ سِڪَڻَ سَڌَ؛
دِلو دَؤرَ دَرِياهَ جي، ڪيو اِرادي اَڌَ؛
جيڪِي آيسِ ڏانھن عَھدَ، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

5

’اَلَسْتَ‘ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن جاڳايو جَلِيلَ؛
سَنئِين راهَ، سَيَّدُ چئي، سونائُون سَبِيلَ؛
وَحدَتَ جِي وادِيءَ ۾، ڪوڙين ڪي قَلِيلَ؛
دَرِياهَ جي دَلِيلَ، لَکين لَهوارا ڪيا.

6

ڪامان، پَچان، پَڄُران، لُچان ۽ لوچان؛
تَنَ ۾ تَوَنسَ پِرِينءَ جِي، پيان نہ ڍاپان؛
جي سَمُندَ مُنهن ڪريان، توءِ سُرِڪيائِي نہ ڻئِي.

7

ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو، اُڀِيهَ اُونداهِي؛
چَنڊ نالو ناهِ ڪو، دَرِياهَ دَڙ لائِي؛
ساهَڙَ ڪارَڻ سُهڻِي، آڏِيءَ ٿي آئِي؛
اِي ڪَمُ اِلاهِي، ناتَ ڪُنَنِ ۾ ڪيرَ گهڙي؟

8

ڪارِي راتِ، ڪَچو ڳھڙو، نڪا سِيڻھَ سانُ؛
وِجھي وَيرَمَ نہ ڪري، پِريان ڪارَڻِ پانُ؛
مُحَبَّتَ کي مھراڻُ، سُڪِي سَپُ پَٽُ ٿِيو.

9

اورارِ نہ پَرارِ، ويچارِي وَہَ وِچَ ۾!
سُڪِي ڏَنيءَ سُپِرِين، پِيو مِڙوئِي تارِ؛
تُون گِھڙُ، ڪِيمَ نِھارِ، ٻُڏندَنِ سين ٻاجھُون ڪري.

10

هِنَ پارِ، نہ هُنَّ، ويچارِي وَہَ وِچَ ۾!
نِيچُ نِھاري نہ گِھڙِي، تنھن ۾ پيس تُنَّ؛
اَللهُ! سارُ اُمُنَّ، آران ڪنھن اُڪارِئِين.

11

سَھسين سائَرُ گَجَنِّ، توءِ سَھَجَ نہ مَٽي سُھِڻي؛
نہ ڪي نِينھَن چِجَنِّ، پَرِتَھين پِرِيُنِ جي؟

12

سُپيريان جي تُرَهي، ٻُڌِي! هَٿُ مَ لاءِ؛
صُباحَ تو چَوَنداءِ: ”اَسان تو اُڪارِيو.“

13

سُپيريان جي تُرَهي، ٻُڌِين، توءِ مَ لَڳُ؛
جي پانئَين پِرِينءَ مِڙان، تہ پُور اُبتي وَڳُ؛
پاءِ تيڏاهِين پيڳُ، ناهِ جيڏاهِين نِجُهرو.

14

سُڪِيءَ ٻُڏَن جي، ساهَڙُ ساڻِي تن جو؛
لَهرِن سِرِ لَطِيفُ چئي، ڪُلهَنِ چاڙهيو ني؛
جي پُچَنِ پَندُ پَري، تِن اُماڻي اورهُون.

15

سُڪِيءَ جي سانباهَ ۾، ٻُڏِين، توءِ ٻُڏُ؛
ڪَڪَ، ڪاندِيرا، ڪانئُون، ميڙِي، ٻَڌُ مَ مَڏُ؛
نڪو ساهَڙُ سَڏُ، نڪا سُڄي سُهڻِي.

16

جي تو بيت پانيا، سي آيتُون آهِينِ؛
نِيو مَنُ لائِينِ، پِرِيان سَندي پارَ ڏي.

## داستان ستون

1

ٻورِڙئين، چاڙِهئين، تُون ڏَٽِي! ٻِئي جو دعوىٰ رَسي نه دَمُ؛
هِن مُنهِنجي حالَ جو، ميهَرَ تي مَعۡلُمُ؛
رَکُ پيلي جو پَرَمُ، جو اَچِي پِيو اَجهور ۾.

2

ڪانڊِي ڪَنگ ٿِياسِ، وَهَڻُ جَنازو سُهڻِي؛
ٻَگها جي پيٽَنِ جا، ڪُلها تن ڏِناسِ؛
اکئين مَلَڪَ ڏِناسِ، توءِ مَنَ ڪاڏو ميهارَ ڏي.

3

اُپو تَڙِ ميهارُ، مَلاحِنِ سَڏُ ڪري؛
آءُ پڻِ وِجهان هَنَڙا، اَئين پڻُ وِجهو جارُ؛
گهوريُون ڪارُونپارُ، مانَ مِلَنِئُون سُپِرِين.

4

ڪَنڌِي جَهليو ڪانهَن، عاشِقُ اُپو آهُون ڪري؛
تو ڪِيئن ٻوڙِي سُهڻِي؟ ٻيلِي مُنهنِجي ٻانهَن؛
دَرِياهَ! تو تي دانهَن، ڏِيندُس ڏِينهَن قِيامَ جي.

5

جِتي پيرَ پِرَن، پُريُون پَون پَوا ريُون؛
تانگهہ نہ لَڏِي تارُئين، مَپُ نہ ماڻِيڙَنِ؛
ڪَنڌِيءَ اُپا ڪيتِرا، سِيڻاهِيا سَنڪَنِ؛
تُون ڪِيئن تن تَڙَنِ، اَچيو، اَسارِي! گهِڙين؟

6

سانپارا سَڏَ ڪيو، اُپا چوَڻِ: ”آءُ“:
هِڪ تِڪو ئي تارِ وَهي، پِيو لُڙُ، لَهريُون ۽ واءُ:
ساڻِي جن اَللهُ، ٻُجهان سي نہ ٻُڏندِيُون.

7

هارِي! حَقُّ رَکيجِ، سانپارا ساهَڙَ جو:
خوابَ، خيالَ، خَطرا، تن کي تَرَڪُ ڏِئيجِ:
اَندَرُ آئينو ڪري، پَرِ سو پَسيجِ:
اِنهِيءَ راهَ رَميجِ، تہ مُشاهِدو ماڻئين.

8

سانپارا سيئِي، تَنُ جنِين جو طالِبُو:
مَنُ پِريان نيئِي، پِڱِهيو پاڻ ٻَري.

# داستان اٺون

1

ٻُڌَندي ٻُوڙَنِ کي، ڪي هاتِڪَ هَٿَ وِجَهنِ؛
پَسو لَجَ، لَطِيفُ چَگِي، ڪيڏِي کي ڪَکَنِ؛
توڙي ڪَنڌِيءَ ڪَنِ، نات سائِنُ وڃن سِيرَ ۾.

2

ڪَچِي ڪاني ڪانهَن، ٻُڌا ڪَڏي ٻارِ مانَ؛
يا لَنگهائي، لَطِيفُ چئي، يا ڏُريان ڪري دانهَن؛
ڪَما حَقَہٌ ڪَکَنِ جي، آهي ڳالهِ اَڳانهَ؛
جيڪِي ڏي ٻُڏَنِ کي ٻانهَن، نات سائِنُ وڃن سِيرَ ۾.

3

آهِئين هُتِ اُماڻَ، ٻَڌُ تُرَهو تارِ جو؛
لَهرِيُون، لُڙَ، لَطِيفُ چئي، جَهليا جُنگَ جُوانَ؛
اُونهي تَڙِ آگَهِتيا، آڏي پائي آڻَ؛
جي پِيا مُنهن مهراڻَ، تن ٻانڌِيُن پيٺُ نہ اُجَهي.

4

ڪَچي ساڻُ ڪَهي، پَڪو پُڇي نہ سُهِڻِي؛
لَنگهيو لُڙُ، لَطِيفُ چئي، وَچارَنِ وَهي؛
سا ڪِئَن نِينهَن نهي؟ جنهنکي نِينهَن نَدو ڪِٽي.

5

ڪديا جي ڪُلالَ، سي پَسِي خالَ خُوش ٿِئي؛
پاڻِيءَ چِٽَ پُسائيا، ڏاءَ نہ جَهِلي ڏَمالَ؛
سپَڪَ پانيا سُهِڻِيءَ، جوڀَنَ جي جَمالَ؛
آڪي جا اَحوالَ، مَعلُمُ ٿيا مهراڻَ ۾.

6

ڪَچو تان ڪُوهُ؟ پَڪو نَظَرُ پرِيُنّ جو؛
ساهَڙُ مُنهِنجو سُپرِين، ڏَمَ ڏِنيئِي ڏوهُ؛
جي چَٽو جي چوهُ، تہ پُورِينديَس پارِ مَٽِي.

7

ڪَچي ڪَٽُ نہ جهليو، پيلو پيو پُرِي؛
سارَ ڇَڏيائين سِيرَ ۾، ٻانهُنِ ڪان ٻُرِي؛
لَٿي لَهرِيُون وِئُيُون، ڇوڏا رِي ڇُرِي؛
هِنئَڙِي مَنجه هُرِي، ماهِيَتَ مَلَڪَ المُوتَ جي.

8

پيلي پُلائِي، پَسي ڇِٽَ ڇَرِي ٿِئِي؛
”ٻِرَ! ٻِرَ! ٻُڏِي سُهڻِي!“ وِيرُنِ ۾ وائِي؛
ڪَچي ڪيرائِي، لال لَهرِنِ وِچَ ۾.

9

ٻَڪو ڪَڄَ پاڻَ سين، ڇَڱو ڇِتائِي؛
ڪَچو ڏِٺَ ڪُلالَ کي، مُنهن تي موٽائِي؛
سو سُرُ هِنئِين سين، سُهڻِي! جيڪِي فائُقَ فَرمائِي؛
مؤجُون مُنجهائِي، مارِينئِي مَهراڻَ جون.

10

پِرُ، پَلِيرا سُپِرِين! پَلا مِ پيراهَ؛
تو رِءَ تارِي ناهِ ڪا، والِي! تو رِءَ واهَ؛
ساهَڙَ جي صَلاحَ، تَنَ کي ڪَدِي تارِ مان.

11

تَنَ کي ڪَدِي تارِ مان، صُلحُ ساهَڙَ جو؛
اُتِ آڏو اَچِي ڪِين ڪِي، پِلِيپَو پِئي جو؛
ميهَرَ! ڪَج مُنهنجو، ڪو اوڪَرُ ڪَنهِين آرَ تان.

## داستان نائون

1

جَرِ ٿَرِ تِکَ تَنوارَ، وَڻَ ٽِڻَ وائِي هيڪڙِي؛
سِپِيئِي شَيءِ ٿِيا، سُورِيءَ سَزاوارَ؛
هَمَهَ مَنصُورَ هزارَ، ڪَهڙا چاڙهيو چاڙهئِين.

2

سَپَتِ پَچار پِرِينِ جي، سَپَتِ هوت حُضُورُ؛
مُلڪُ مِڙيو مَنصُورُ، ڪُهِي ڪُهَندين ڪيترا ؟

3

لَهرن لَڪَ لِباسَ، پاڻِي پَسَڻُ هيڪڙِو؛
اُونهي تَنِهن عَمِيقَ جِي، وارِي چَڏِ وِماسَ؛
جِتِ ناهِ نِهايتَ نِينهَن جِي، ڪوءِ اُتِ پنهنجِي ڪاسَ؛
تَڙَنِ جِي تَلاسَ، لاهِ نہ لالَنَ لِڳُ ٿِئين.

4

وَجان ڪِينَ وَرِي، هُوندَ رِءَ چَئِي رَهِي رهانَ؛
ڏُونهِينءَ پاسي دوسَ جي، ماڳِهِين پَئان مَرِي؛
صُورَتَ نہ سُنهن ڪا، ڪَيسِ چِتَ چَرِي؛
وِصالان فِراقَ جِي، سُڄي ڳالهِ ڳِرِي؛
تيلاهِين تَرِي، مُنهن ڳِنيو موٽيو وجان.

5

جي قِيامَ مِڙَنِ، تہ ڪَرَ اوڏا سُپرِينِ؛
تهان پَري سُڄَنِ، واڌايُون وِصالَ جُون.

6

آئُون ڪِ نہ ڄاڻان اِيئن؟ تہ جَرَ گهڙِي جوکو ٿئي؛
قَضا جا ڪَرِيمَ جِي، تنهن ڪان ڪَنڌُ ڪَڍِ بو ڪِيئن؟
هِڪُ لِکِئي، ٻِئي نِينهَن، آڻي اولِيَسِ اول ۾.

7

نہ ڪاتِيءَ نہ ڪانهَن، نڪو ڏوهُ قَلَمَ جو؛
اَنگُ اُتيئي لِکِيو، جتِ نہ رَسي ٻانهَن؛
ڪَنهِنکي ڏِيان دانهَن؟ قَضا قَلَمُ وَهائِيو.

9

نَڪو سَنڌو سُورَ جو، نَڪو سَنڌو سِڪَ؛
عَدَدُ ناهِ عِشقَ، پُڄاڻِي پارُ لَهي.

10

سِڪَ تُنهنِجي، سُپِرين! اَندر ٿِي اَجَهلَ؛
پَرڪِيو ٻاهر نِڪري، ڪُوري ڪانئُي ڪَلَ؛
رِءَ سِيراهِيءَ سَلَ، مُونکي ڏِنا سَجَڻين.

11

ڪِي تران ڪِي تارِ مُون، ڪِي سَگهان ڪِي سَگهُ؛
آڏو ڏِيج مَ لَگُ، مُون هيڪلِيءَ، وَلَها.

12

ڏِني ڏِينهَن ٿِيامَ، ڪوهُ ڇاڻان ڪهڙا پِرين؟
سَهسين سِجَ اُلَهي، واجهائيندي وِيامَ؛
ٽِنين سالَ ٿِيامَ، جِنين ساعَتَ نه سَهان.

# ابيات متفرقه

1

ساهَڙَ ڏاران سُهڻي، نِسوري ناپاڪَ؛
نَجاسَتَ ناهِ ڪري، اُنين جِي اوطاقَ؛
هُوءِ جي ڪِيرَ پِياڪَ، پاسي تِنين پاڪَ ٿِئي.

2

ساهَڙَ ڏاران سُهڻي، هِيءَ تان جُنبي جوءِ؛
هِنَ پاڻِيءَ سين پانهنجو، مُورِ نه مَٿو ڌوءِ؛
جي پِرينءَ پاسي هوءِ، ته ڪَر توڏِيءَ تَڙُ ڪيو.

3

ساهَڙَ ڏاران سُهڻي، هِي تان جُهڪِي زالَ؛
توڏِيءَ تَپُ شرُوع ٿِيو، هَيءِ! هيٺِيءَ جي حالَ؛
جَذِيءَ رِءَ جمالَ، اڱهي ٿِي آهُون ڪري.

4

ساهَڙَ ڏاران سُهڻي، آهي مِ آزارَ؛
ڏَمَ پاسي مِ ڏُکَندو، صِحَتَ وَٽِ سَنگهارَ؛

توڏِيءَ سَندي تَن جِي، دَوا مِ دِيدارَ؛
جي پَسي مُنهن ميهارَ، ته سِگهيائي سَگهِي ٿئي.

5

ڏِيهاڙِي ڏَمَرُ ڪري، مَٿي مُحَبَتَ مُون؛
تنهِن کي اَچِي تُون، پرِيَمِ! ڪوهُ نه پَلئين.

6

جان جان هُئي جِئَرِي، وِرچي نه وِيئي؛
وڃِي پُون پيئي، سِڪَندِي کي سَڄَڻين.

7

جان جان هُئي جِئَرِي، وِيئي نه وِساندِ؛
لُڙهِي لَهرِن پاندِ، مُيائِي ميهارَ ڏي.

8

وَرُ اُونداهِي راتِڙِي، ڪوءِ چانڊُوڻِيءَ چندان؛
اوري ميهاران، مُنهن مَ پَسان ڪو پيو.

9

ساڻُ ٻوڙِي سُهڻِي، نہ ڏوري نہ ڏندِ؛
اکين مَنجھ اُڪَنڊَ، مُيائِي ميهار ڏي.

10

سانوڻَ لَهرِيُون، ٿَرَ وارِي، تِرَ وارَ؛
اِنهان ئِي اَپارَ، مُون سين پَلِي پالَ ڪيا.



## وائي

مُنهِنجُون سپيئِي، آيَلِ! ماءِ، مَنَ مُرادُون پُنيُون.

جهڙِي پِريان ڳالهڙِي، تهڙِي ٻِي نہ ڪاءِ؛

ڪجي تان ڪوڏُ ٿِئي، سُڄي تان سيباءِ؛

ويهُه داتا جي دَرَ تي، شُڪُر جَنهن جُڳاءِ؛

ڪانهي حَدَ حَمَدَ جِي، نہ ڪَرِيان لالَنَ لاءِ؛

ڳَڻِيو، ڳَڻِيان ڪيترِيُون، وَڏيُون وَڏاياءِ ؟

سو مُون هَٿان نہ ٿِئي، جيڪِي تو جُڳاءِ؛

تو سَڄِيُون، تو سَنديُون، سَڪَن توهِين ساءِ؛

اُجَ تُنهِنجي اُجيُون، لوچِن توهِين لاءِ؛

دِلِ دانُهن ري نہ رهي، مُون کي ماٺِ جُڳاءِ.

# سر سَسُئِي آبري

## داستان پهريون

1

جي سِجهائِي سڪَ، ته پڻ سِڪي سَسُئِي؛
پِيتائين پُنهونءَ کي، هڏِ نه پَڇِيس هڪَ؛
اِن تَڙَ منجهان تِڪَ، ڏِني پاڻَ اُجَ ٿئي.

2

پَسِي جهاجهه جَمال جِي، جِنين پِيتي پِڪَ؛
اَپِرِ اَڳانجهو ٿيو، سُورُ اُنِين کي سِڪَ؛
هڏِ نه پَڇِين هڪَ، سَدا سائَرَ سِيرَ ۾.

3

مُحَبَّتَ جن جي مَنَ ۾، تن تِشْنَگِي تارِ؛
پِي پِيالو اُجَ جو، اُجَ سي اُجَ اُٿيارِ؛
پُنهون پاڻَ پِيارِ، ته اُجَ سِين اُجَ اُجهائِيان.

4

مَحَبَّتَ سَندو مَنَ ۾، پُرُ پيالو جن؛
پيرِ پَرَچاءُ ناهِ ڪو، ڪنهن جنهن ڏاهِ ڏِنَ؛
تنهن نِهايَتِ ناهِ ڪا، جنهن سُجا سُجَ وجن؛
تيلان اُجَ مَرَنِ، سَدا سائُرَ سِيرَ ۾.

5

سَدا سائُرَ سِيرَ ۾، اَندرِ لَهي نہ اُجَ؛
پَسَڻُ جو پِرينءَ جو، سا سَپائي سُجَ؛
تيلان مَرَنِ اُجَ، سَدا سائُرَ سِيرَ ۾.

6

ساجَنَ ڪارَڻِ سُجَ، مَرُ قَبُولي سَسُئي؛
اَندَرُ جنِين اُجَ، پاڻِي اُجيو اُنَ کي.

7

پاڻِيءَ مَٿي جهوپڙا، مُورکَ اُجَ مَرَنِ؛
ساهان اوڏو سُپَرِين، لوچي تان نہ لَهَنِ؛
دَمُ نہ سُجاڻَنِ، دانهون ڪن مُنَنِ جئَن.

8

سَسُئيءَ ڪِينَ سَمجھيو، اوري آريءَ سانُ؛
ڪري پيڪُ پُنھونءَ سين، پاڌا رِيائين پانُ؛
جَتِ وِڃايو جانُ، ٻانڀَڻِ ٻَروچَنِ سين.

9

لَڳي ڪوسو واءُ، لوڪُ مِڙوئي لَھسيو؛
اُپَنِ مَنجھان آيو، ”ھيءِ! ھيءِ!“ جو ھيڪاءُ؛
طُيورَنِ تَنوارِيو، پُنھونءَ پُڄاڻاءُ؛
رَسِيو سُورُ شَبانَ کي، وُحُوشَنِ وَڻاءُ؛
مِرُوئَنِ موتُ قَبُولِيو، اَپَرِ اَفسوساءُ؛
بَرَ پِڻُ ڪن ٻُڪاءُ، اُڪَنديا آرِيءَ لَءِ گھڻو.

10

مَھندِ مُحتاجي ڪَري، پُنيءَ پيرُڪَٽيج؛
ڪُبيليائِي! ڪيچَ ڏي، ڄُڃَ مَ ھلائيج؛
پاٽا ڏار پِريَنِ ڏَرَ، سَسُئي! ساڻُ ڪَٽيج؛
اوڏِي عَزازِيلَ کي، وِڃھي تان مَ وَڃيج؛
نا اُميدِي نيج، تہ اوڏِي ٿِئين اُميدَ کي.

11

ويھُ مَ مُنڌَ! پَنھورَ ۾، ھاڙھي ھڏِ مَ ھلُ؛
ڪُوڙِي ڪَڄ مَ ڪَڌھين، سَچِي ڳالھ مَ سَلُ؛
جانِبَ لاءِ مَ جَلُ، سُورَ وِسارِ مَ سَسُئي!

12

سُکين ٿِيُ مَ سَنرِي، پَسِي ڏُکَ مَ ڏَرُ؛
پَٽي ڪَر مَ پانھنجو، گھورِي! اَڏِ مَ گھرُ؛
مارِي! ھڏِ مَ مَرُ، مَچِڻِ جِيُ جِيارِئين.

# داستان پيو

1

پَسِي ڏُونگَرَ، ڏاهِ! جِمَ هلَڻَ ۾ هيٺِي وَهين؛
لانچي لَڪَ لَطِيفُ چئي، پُنِيءَ ڪيچِيُنِ ڪاه؛
پُڇِي پُورِج، سَسُئِي! بَلوچاڻِي باهِ؛
اِنَ وَڙائتي وَرَ جِي، آسَرَ هڏِ مَ لاهِ؛
جو اڪِنَئُون اوڏو آه، سو پرِين پَراهون مَ چئو.

2

هنان ڪَڍِي هتِ، جن رَکِيو، سي رَسِيُون؛
ساجَنُ سُونهن سُرتِ، وِڪان ئِي ويجهو گهڻو.

3

جيڪُسِ يادِ ڪَياسِ، وَرُ وچِي وِٽڪارِ ۾؛
جَلِدُ جَرِيدي پَنڌَ ۾، اَدِيُون! اَجُ ٿِياسِ؛
وَچِي ڪيچ پُنِياسِ، پارُوچاڻِي پاجهه سين.

4

واقُفُ نہ وَڻِڪارَ جِي، پاڙِي ڪَنيُمِ نہ پاءُ؛
جَبَلُ جَلدايُون ڪري، تِڪَ ڏيکاري تاءُ؛
لَڳِي لُڪَ لَطِيفُ چئي، معذُورِنِ مَٿاءُ؛
اُتي اوڏو آءُ، جِتِ هوتَ هيڪلِي آهيان.

5

وَڏا وَڻَ وَڻِڪارِ جا، جِتِ نانگَ سُڃَنِ نِيلا؛
اُتي عَبۡدُاللَطِيفُ چئي، ڪيا هيڪلِيُنِ حِيلا؛
جِتِ ڪُڙَمَ نہ قَبِيلا، اُتِ رَسج، رَهبَرَا! راهَ ۾.

6

ويچارِيءَ وَڻِڪارُ، اَڳُ نہ ڏِنو ڪڏهين؛
مَهرَ نہ هئي ماڙهين، هو سَڀُ هندُوڪارُ؛
جَتُ ڪيائِين يارُ، سُورَنِ ڪارَڻِ سَرَتِيُون!

## وائي

هوءِ جي هليا هوت سَونهارا؛

مُون نه وَهيڻا، پنهونءَ سَگِيڻا.

سَسُئي پُڇي ساٿَ جا، اوطاقُون اوتارا؛

آن ڪي ويندا ڳڏيا؟ آرِياڻي اِهَ پارا؛

ٿَلِيُون ٿُئَرَ هلَوِيُون، مَيَنِ سرِ موچارا؛

مُون ڪي نِيندا پاڻَ سين، ڪامِلَ ڪُرَ اُجارا؛

اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چئَي، دوسَ آيا دِلِدارا.

## داستان ٽيون

1

پُنهونءَ چڙيو پوءِ، جانِبُ جَبَلُ ڳوليئين؛

تيلاهين تَنگُون ڪَرئين، جيلانهين تون جوءِ؛

ساجَنُ سُڄَ نِهارِئين، ڏُکِي! ڏوهُ ڪيوءِ؛

هاڙهي هوتُ نه هوءِ، وري پُڇُ وِنيِنِ ڪي.

2

ورِي پُچُ وِيئِينُ کي، سَندا پُنهونءَ پارَ؛

ساڄَنَ سَڀُ ڄمارَ، ڏُکي! ڏورِج ڏِيلَ ۾.

3

ڪونهي اُتِ ڪوهيارُ، جتِ تو، پورِي! پانئيو؛

پَنڌُ مَ ڪَرِ پَهاڙَ ڏي، وُجُودُ ئي وَڻڪارُ؛

ڏارِيا پانئَج ڏارَ، پُچُ پِريان ڪَرَ پاڻُ تون.

4

سَپيئي ساري، سَسُئي! گهرَ ڪُندُون تون گهورِ؛

وڃِي ڏُورِ مَ ڏورِ، درا مَنجهه دوسِتُ ٿيو.

5

سوئي ڪَٽيو ساڻُ، سوئي ڏورِئين، سَسُئي!

ڪَڏهن ڪَنهين نه ڪيو، جُلَڻ مَنجهان جاڻُ؛

پُچُ پِريان ڪَرَ پاڻُ، ته تون تِنائين لَهين.

6

جو تُون ڏورِئين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ توءِ
لاڳَنَ لَءِ، لَطِيفُ چئي، مَنجهي ٿِي مَعذُورِ!
منجهان پَنئُن پَرُوڙِ، تو مَنجهه آهسِ تَڪِيو.

7

وَڃِين ڇو وِڻِڪارِ؟ هتِ نه ڳولئِين هوتَ کي؛
لِڪو ڪِينَ لَطِيفُ چئي، پاروچو ٻِئي پارِ؛
ٿِيءُ سَتِي، ٻَڌُ سَندِ روءِ، پرتِ پُنهونءَ سين پارِ؛
نانئَي نيڻَ نِهارِ، تو ۾ ديرو دوستَ جو.

8

هلُ هنئِين سين هوتَ ڏي، پيرين ڪَرِ مَ پَنڌُ؛
رائي پُڄُ مَ رَندُ، رِڙهُه رُوحانِي سَسُئِي!

9

ڪَجي پَنڌُ، پُڇان تو، ڪيچِينُ ڪارَڻِ ڪِيئَن؟
بيخود هلِج بَرَ ۾، آئُون ٿو چوَان اِيئَن؛
سِڪَڻ ساجَنَ سِيئَن، مَتان، مُنِي! ڇَڏِئين.

10

مَتان، مُنِي! چَڏِئِين، پريتَڙو پاڻاءِ:
جاڳَنِ جڏَن جاڳا، تون پڻ هوئِجَ تن جڏَن.

11

مَتان، مُنِي! چَڏِئِين، پاڻان پِريتَڙوءِ:
ڪَٿُورِيءَ ڪَٽُو، مَڙهي مَڙهجِ مُنهن ۾.

## داستان چوٿون

1

هيجُ نہ هوندو جن، سي ڪِيئَن وِندُر وِيندِيُون؟
وهو وِچ رَهنِ، سَهسين سَڌُنِ وارِيُون.

2

سَڌائِتي سَپَڪا، ٻُکَ نہ باسي ڪاءِ:
جيهيءَ تيهيءَ ذاتِ جِي، جُنبَشِ ڪانهي ڪاءِ:
مون سين هلي ساءِ، جا جِيُّ مِنو نہ ڪَري.

3

وَريتيُون! وَرو، آئُون نہ وَرَندِي وَرَ ري؛
جاڏي هنَ جَبَلَ جو، تانگهيندِيَسِ تَرو؛
جَتِنِ ساڻُ ڌَرو، نينهن نِبيرِڻُ نہ ٿِئي.

4

وِچوسپ وَرِي، اَئِين جي وَرَن وا رِيُون؛
ڦوڙائي فِراقَ جِي، سُڃي ڳالہ ڳِرِي؛
ٻُنپان جن ٻَرِي، ڏُونگر سي ڏُورِينديُون.

5

اَڄ ملنديَسِ، ماءِ! ڏاڃا ڪَنديَسِ ڪَپڙا؛
جيجان! جوڳِياڻِي ٿِيان، مون کي جهلَ مَ پاءِ؛
هوتَ ٻَروچي لاءِ، ڪَنين ڪُنرَ پائِيان.

6

مُون کي پانئي پاجَ، ڏيرَ ڏُوراٽا هليا؛
اِکِيان اُٿي اُنِ جي، خُوبُ نہ پَڪَمِ ڪاجَ؛
مَيڙيي آپَ سَرَتيُون، نَڪِي ڳايِمِ ڳاچ؛
سا مُون هڻان نہ ٿِي، جيڪا رَسَمَ راجَ؛
آيَلِ! آءٌ اَڪاجَ، ٻولُ ٻَروچي وِترو.

7

پهرِين تُون پاريج، پارَڻُ پوءِ پُنهونءَ تي؛
ٻولُ مَ وِساريج، هو جو ڪَيُءِ هوتَ سين.

8

توسين ٻولَ ٻَهون، سَهسين ساجَنُ جي ڪري؛
ڪَندِينءَ توءِ ڪَهون، جي نالو ڳِيَڙُءِ نِينهن جو.

9

سُڻِي ٻولَ سَندانِ، جِمَ سُمهين سَسُئِي!
ڪَندِينءَ ڪوهُ ڪيٽانِ؟ جہ سي اُنِ اورانگهيا.

10

سِجَ اُلَٿي سَسُئَي، رَتَ وَرَٺو روءِ؛
پَهي نہ پانڌِي ڪو، جنهن ڪَرَ پُڇي لوءِ؛
مُوڙِهي وِجي توءِ، موٺَ جِي ڪانَ ڪري.

11

چُلان، مَنجهِہ نہ چاڪَ، پُران، پوَنِ پُرڪَٽا؛
مَٽان ڪا مُنڌَ ڪَري، موٺَ جِي مَزاڪَ؛
چِٽُ سَندو مُون چاڪَ، هاڙهي هڏِ هٽي ڪيو.

12

موٺَ جا مَذڪُورَ، جان ڪِي چيَسِ جيڏِيُن؛
پَرِيتِ پِهرئين پُورَ، نيئي پهچائي پُنهونءَ کي.

13

موٽِي مَران مَ ماءِ! مَوٺَ ڪان اَچي مَران!
لُڇي لالَنَ لاءِ، شالَ پَونديَسِ پيرَتي!

## وائي

مَعلُومُ حالُ حَبِيبَ! مُون کي دَرِدُ قَدِيمِي، وو!

دَرِدُ جَدِيدِي، حُبَّ حَبِيبِي.

آلُودِي آزارَ کان، تولءِ ٿِيَس، طبيبَ!

شادِي ڏئِين صِحَتَ جِي، غَمِي لاهِ، غَرِيبَ!

اَهئان ٿِي آهون ڪَرِيان، نعرو مَنجهه نَصِيبَ!

ڪاهلِ آهيان ڪُوَڙِي، رَسِي لاهِ، رَقِيبَ!

حاذِقُ آهئِين هنَ جو، اَچين شالَ، عَجِيبَ!

دَوا آهئِين دِل جِي، پُڇ پُڇ رَهيَس طَبِيبَ:

اَلا! عَبدُاللَطِيفُ کي، ڪوڙِي لاءِ، قَرِيبَ!

## داستان پنجون

1

پَڇِي جان پَنورَ کان، ڏُونگَرُ ڏورِيو مُون:

ڪاهي رَسِيَس ڪيچَ کي، جِتي پاڻَ پُنهون:

سَپَتِ آهئِين تُون، قَضا ڪَندين ڪِن سين؟

2

پيهي جان پانڻَ ۾، ڪَيَمِ رُوحَ رِهاڻِ؛
تہ نَڪو ڏُونگرُ ڏيہَ ۾، نَڪا ڪَيچِيُنِ ڪاڻِ؛
پُنهون ٿِيَسِ پاڻَ، سَسُئِي تان سُورَ هئا.

3

پُنهون ٿِيَس پاڻهين، ويو سَسُئِيءَ جو شَرَمُ؛
هيڪلِيُون هلَنِ جي، پَجِي تن پَرَمُ؛
جو وِندُ رمِ وَرَمُ، سو سودو سَرِيَسِ هٿَين.

4

پُنهون ٿِيَسِ پاڻهين، وِئِي سَسُئِيءَ جي سُونهن؛
خَلَقَ آدَمَ عَليٰ صُوۡرَتِہ، اِئن وَٽِن مَنجھ وِرُونهَ؛
چَرِي مَنجهان چُونهَ، ڪَئِي هوتَ هنجَ ڪيو.

5

وِئِي سُونهن سَسُئِيءَ جِي، پُنهون ٿِيَس پاڻَ؛
سَپِنِ جِي سَيَّدُ چئِي، آهي اُتِ اُماڻَ؛
پَنيورَ جا پاڻَ، آڏا عَجِيَنِ ڪِي.

6

وَهمَ وِرساياسِ، نات پُنهون آئُون پاڻَ هئُيَ؛

پاڻُ وِڃايمِ پانهنجو، پَئُي پِريان جي پاسِ؛

رَتي عِلمَ نہ راسِ، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي.

7

هيڪَرَ هئڻُ ڇڏِ، تہ اوڏِي ٿِئين عَجِيبَ کي؛

مَارَاَيۡتُ شَيۡئًا اِلاّ وَرَاَيۡتُ اللهَ، نيئُي اجها اوڏانهين اَڏِ؛

تہ هوتُ توهين ڪان هڏِ، پِرين پاسي نہ ٿِئي.

8

هوتُ تُنهنجي هنجَ ۾، پُڇين ڪوهُ پَهي؟

وَفِي اَنۡفُسِڪُمۡ اَفَلا تُبۡصِرُوۡنَ، سُوجهي ڪَرِ سَهي؛

ڪڏهن ڪانہ وَهي، هوتُ ڳولَڻَ هٿَ تي.

9

هوتُ تُنهنجي هنجَ ۾، پُڇين ڪُوهُ پِريانُ؟

وَنَحۡنُ اَقۡرَبُ اِلَيۡهِ مِنۡ حَبۡلِ الۡوَرِيۡدِ، تُنهنجو توهين ساڻُ؛

پنهنجو آهي پاڻُ، آڏو عَجِيبَن کي.

10

ووڙيم سَڀ وَڻَ، يارَ ڪارَڻِ جتَ جي؛
اَللهُ بِڪُلِّ شَيۡءٍ مُحِيۡطُ، اِي آرِياڻيءَ اُهجاڻ؛
سَڀ ۾ پُنهون پاڻ، ڪِينهي پيو بَروچَ ري.

## وائي

اَهڪِيءَ آگَهُ آهي، ووا! مون کي تان نہ ڇڏيندو تِڪَ ۾.
پڇي پوءِ پِيَنِ کي، لَڪَنِ ۾ لَڌَ لاهي؛
آرِي اُگهاڙَنِ کي، پُنهون جامُ پَراهي.

## داستان ڇهون

1

جُدائيءَ جو جامُ، ڏِنائُون ڏُکِيءَ کي؛
مَنگَلُ مُنهنجي مَنَ ۾، بارِيو هوتَ حَمامُ؛
اَرکِ ڏِنيو آرامُ، ڪاڪُلَ پَسِي ڪانڌَ جو.

2

دَرِدُ نہ لهي دا رُوئين، زُلفَ زورُ ڏِنومِ؛
ڪاڪُلَ ڪالَ ڏِنومِ، رُخساري تي رُوپَ سين.

3

ڪاڪُلَ ڪُنِي جام، ڪَفَنُ تنهن ڪِينَ ٿئي؛
مَنجهه شهادَتَ سان، لُڏي ۽ لاڏَ ڪري.

4

ڏُکا، ڏُونگرَ جامَ! مَ ڪَرِ مَعذُورِن تي؛
توتي لَجَ، لَطِيفُ چئي، آهي سَندِي عامَ؛
مارِ مَ چَئِي مَعذُورِ کي، وَنِهيا ڪانڌَ! ڪَلامَ؛
پَرِچج پيادِن سين، اَللهَ لَڳِ، عَلامَ!
جا نَوازِي اَهنجي نامَ، سا، هوتَ! مَ ڇَڏِج هيڪلِي.

5

پِيرِ پَٽانئَي ڪُنئَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏي؛
ڦِٽِيا ڦَرَڻ فَقِيرِ جا، سيرُون ٽِيَڙا سي؛
جهڙي تهڙي حال سين، پُري پُنهونءَ ڏي؛
وَڃي، مانَ وَري، ٻانهِيءَ ٻَنڌَڻُ جنهن سين.

## داستان ستون

1

وِنڌُ رِ جي وَڃَنِ، سي مَرُ ٻَڌَنِ سَندِ را؛
پِيُون ڪوهُ ٻَڌَنِ، چوڙي جي ڇَڏِينديُون.

2

ڏِيهُ ڏيهان ئِي ڏُورِ، پَرڏِيهان پَري ٿِيا؛
سيڻَنِ ڪارَڻِ سَسُئِي، پيئي پَرانهين پُورِ؛
تُون وَڃِين، هوتَ! حُضورِ، مُنهنجوجنُّ جيلانِهين ٿِئي.

3

هيڪانڊِيءَ هوئِي، اُتي راتِ رَوان ٿيا؛
ساهُ سَڀَڳي مِ سُورَ جي، پُنهون وِيو پوئِي؛
رَهُ، قَضا! دَمُ ڪوئِي، تہ هيڪَرَ هيڪانڊِي ٿِيان.

4

هَڏِ نہ ساهُ سُڌِيرُ، دِلِ دَرماندِي دوسَ ري؛
پائي وِيَڙا پِرتِ جو، زوراوَرَ زَنجِيرُ؛
جِيُ جُسو، جاگِيرُ، هاڻي مِلڪَ هوتَ جي.

5

عُمرِ سَڀِ عِشقَ سين، پُنهون جي پُچَنِ؛
رِيسَ ريذالِيُون تن سين، ڪُجاڙي ڪي ڪَنِ؟
مارَڳِ جي مَرَنِ، وڏو طالِعُ تن جو.

6

وِنِي وَرِ نہ پوَنِ، سُتي مِلَنِ نہ سُپِرِين؛
جي مَٿي رَنڌَنِ رُئَنِ، ساجَنُ مِلي تن کي.

7

رائي ڪِي رَنجُورَ، ٿَڪَرَ توءِ ٿاڪِيو چڙهي؛
لانچي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، هلي ڏانهن حُضُورَ؛
رَهيا سَپِ رُجِنِ ۾، سَسُئيءَ جا سالُورَ؛
ساجَنُ ميڙِيُسِ سُورَ، سُکَ نہ ميڙِيُسِ سُپِرِين.

8

مَنجهان پَنءُ پَرُوڙِ، سَپَ مَ پُڇِج، سَسُئي!
ويهي وَڏي ڍِگَ مان، ڏُٽِي وِجهج ڏُوڙِ؛
نہ تون ماڻِين مُوڙِ، جي پَندِ اِهائي پارِئين.

9

بَرِيائي نہ بارِ، ڦُوڪِ نہ لَڳي اَنبَرِين؛
هِتي جي هُئڻَ جُون، وَٿُون سَپِ وِسارِ؛
سَمُوري سَرِڪارِ، نيئي رَکَج ناهِ ۾.

10

قَدُ ٻَڌِي، تُون ڪِينُ، پُهُچندِينءَ پُنهونءَ سين؛
جڻ سِينو ساهئِين سَسُئِي، ٿِئين تهوا رون تِينُ؛
مُنِي! ٿِيُ مِسڪِينُ، هِمَّتَ هوتُ وِڃائِيو.

11

ٻِلِرَ لِڳو ٻارُڻُ، پَسو! جوءِ جَرا ٿِئي؛
سا مُنڌَ مَري نہ جِئي، پيئي پَچاڙي پارُڻُ؛
سَسُئِي سُورَنِ سارُڻُ، سَنپوڙِي سَيَّدُ چئي.

## داستان اٺون

1

اَڏَرِ، نِڏَرِ، اِيرِي، اَسُونهِين آهِيان؛
لُڙِڪَ لعَلَ، لَطِيفُ چئَي، وَرَ لَءِ وَهايان؛
هيجان هَنجُون حَبَ ۾، هوتَنِ لَءِ هارِيان؛
جانِبُ ضَعِيفِيءَ سين، پُنهون پَهايان؛
پِيهان، پَچايان، جي مان نِيو پارَ سين.

2

اَڌرِ، نِڌرِ، اَپَرِي، آهيان اَسُونهِين؛
پَرَ ڏيهي پِرِين ڪَيا، مَرَڻ لَءِ مُونهين؛
سَسُئيءَ کي سَيّدُ چئَي، تَنگُنِ ۾ تُونهِين؛
هارِي! ڪِئَن هونهِين، رِءَ سَمَرَ سَڏُون ڪَرِين.

3

اَڌرِ، نِڌرِ، اَپَرِيءِ سَڏَرِ ٿِيُ سچِي؛
سُپَڪِ ٿِيُ، سَيَّدُ چئَي، پَهڻِ مَنجھ پَچِي؛
مَعذُورِ تي مارو ڪيو، اولاڪَنِ اَچِي؛
منجهان راهَ رَچِي، ٿِيَڙي لالُ، لَطِيفُ چئَي.

4

اَچِي عِزرائيلَ، سُتِي جاڳائِي سَسُئِي؛
ٿي ڊوڙائي دَليلَ، تہ پُنهون ماڙُهو موڪليو.

5

مُنْڪِرَ ۽ نَڪِيرَ ڪي، جڏهن ڏِنائَين؛
اَڳِيان اُٿِي اُنِ ڪي، پُنهون پُڇِيائَين؛
اَدا اِنائَين، ڪو ويو ساٿُ سَجَڻَ جو؟

6

پاياڻِي ٿِي پورِ، پُنِيءَ ڪيچِينُ ڪَڪِرا؛
رائو مِڙيوئِي رَتَ، ڪارَڻِ ڪانڌَ ڪَڪورِ؛
لانچي لَڪَ لَطِيفُ چئَي، اُٿِي ڏُونگَرِ ڏورِ؛
جَتُ وَجِي ٿو زورِ، اُپُڙُ تان اوڏِي ٿِئين.

7

جُهٿَ پِٽي، پِهُ جَهنگِ، هاڙهي پُڄُ مَ هوتَ کي؛
سُورُ سُبِيلِي، سَسُئِي! لَڪَ تَنهِين سين لَنگِهه؛
تہ سُپِيرِيان جي سَنگِ، مُنڌَ! ميڙائو ٿو ٿِئَي.

8

ڪَرِڪو واڪو وَسُ، وِهُه مَ مُنڌَ پَنپور ۾؛
چَڙهي ڏاڍين ڏُونگرين، پيرُ پُنهونءَ جو پَسُ؛
ڏورَڻ مَنجهان ڏَسُ، پَوَنڌُءِ هوتَ پُنهونءَ جو.

## داستان نائون

1

ويهُه مَ وِساري، پُڇا ڪَرِ مَ پَنڌَ جِي؛
نِرمَلُ نِهاري، هلَندِنِ تان هٿِ ڪيو.

2

اَوَجهڙ اَسُونهَن، ڏيهُ گهٽُو ئِي ڏورِيو؛
سَڀَرُ رءَ سُونهَن، پِهِتي ڪانه پَنڌُ ڪَري.

3

واءَ! وِڃاءِ مَ سو، پُنِيءَ جنهن پَنڌُ ڪريان؛
چَٿا! چَپَرِ پِرينءَ جو، پيرُ پَرِنيان تو؛
بَرِ بورائو جو، لِڳِي، متان لِٽِئين!

4

ڏُورِ مَ تون ڏوريجِ، صَبرُ ڪرِ مَ سَسُئي!
پُرَڻُ چڏِ پيرنِ سين، وِهڻُ وِساريج؛
سُڪَنِ جا، سَيَّدُ چئي، لاڳا پا لاهيجِ؛
هنئين ساڻُ هليج، پَندُ پاسي پَرَ نِبري.

5

ڪُهي جا ڪنيائين، وِڪَ تَنهين ويجهي ڪَئي؛
چِڪيءَ چِنائين، پَندُ مِڙوئي پَٻَ جو.

6

سَؤ ڪوهَ ڪري سَپَڪا، تُون، ڪُهي! ڪَنِجِ وِڪَ؛
تاڻِج مَنجهان تِڪَ، تہ پَندُ پاسي پرَ نِبري.

7

هيڪلِيائي هيلَ، پورِيندِيَس پُنهونءَ ڏي؛
آڏا ڏُونگرَ لَڪِيون، سُورِيُون سُڃَنِ سيلَ؛
تہ ڪَرَ پيلِي آهنِ پيلَ، جي سُور پرِيان جا ساڻُ مُون.

8

دوسِتُ ڏِنائِين دِلِ سين، وِرچِي تان نہ وِهي؛
لانچِي لَڪَ، لَطِيفُ چئِي، پَهڻِ مَنجِهہ پِهي؛
سَندي نِينهن نِهي، ڪِي سَرفِراز سَسُئِي.

## داستان ڏهون

1

آءُ اوراهُون، سُپِرِين! پَري وَجُ مَ پَيَّ!
موٽُ، مَرَندِيَسِ چَپَرِين، تُون جِيارو جِيَّ؛
هوتَ! مَ چَڏِجِ هِيَّ، پُنهون! پيادِي پَنڌَ مَ.

2

آءُ اوراهُون، سُپِرِين! ڏُکِيءَ ڏيج مَ ڏاگهہ؛
وَٺِ چَڏي مُون واڳُه، آرِي! وِئِين عِشقَ جو.

3

هَٿان هَڏِ نہ چَڏِيان، صَبُرُ شُڪرانوءَ؛
ذَوقَ زَمانوءَ مُون، وَرَ! وِيو وِسرِي.

4

ناهِ جَمعيّتَ جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هاڻِ؛
اَللهَ! سيئي آڻِ، جن ساءُ ڇَڪايُمِ سِڪَ جو.

5

ناهِ جَمعيّتَ جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هتِ؛
پُنهونءَ جي پِرتِ، ساءُ ڇَڪايُمِ سِڪَ جو.

## داستان يارهون

1

ڪَنُ ٿِيُ، ڪيچِيُن ڪُچِيو، ڪُڇُ مَ، ٿا ڪُڇَنِ؛
اِشارَتُون اُنِ جون، سُڪُوتان سُڄَنِ؛
وَٺان ويهِي تَنِ، سُڻُ تہ سوزُ پرائِين.

2

سُڻُ تہ سوزُ پرائِين، ”آءُ“ چيائُون اَڄُ؛
ٻولِي ٻِي نہ سِڪِيا، ”پاڻا“ چوندءِ ”پَڄُ“؛
واڄي وَٺِ مَ وَڄُ، ٻُڌُ تہ ٻيائِي لَهي.

3

ڪَٿارو ۽ ڪوسُ، اَگِڻِ آرِيءَ جامَ جي؛

دِيَتَ آهي دوسُ، مارَڳَ ۾ مُينِ جي.

5

اَڪِيُون آرِيءَ جامَ جون، اَندِيءَ سين آهينِ؛

هُو جي وَڻَ وِندُرَ جا، سي مُون سُونهائِينِ؛

ڏِسيو ڏيکارِينِ، پيشاني پُنهونءَ جي.

6

سَڏَ مَ ڪِرِ سَڏَنِ ري، هلڻَ رِءَ مَ هلُ؛

جَلَڻُ رِءَ مَ جَلُ، رُئَڻَ رِءَ مَتان رُئِين.

## ابيات متفرقه

1

اُٿيو ۽ اُٿِياڪُ، ڪالهو ڪاڏي گَيو؟

وِيو جاڳائي، جيڏِيون، بِرهُ، هِيُ بيباڪُ؛

چُرُ ڦُرُ ڪاري چاڪُ، سُورُ سُمهاري ڪِينَ ڪِي!

2

جان ساماڻيئن، سَسُئي! تان ويسُ وِڙَنِ جو ڪَرِ؛
لاهي لَجَ، لَطِيفُ چئي، ٿِيُ بيگارِياڻي بَرِ؛
تہ ويندِي پوَئِي وَرِ، اڳيان هوتَ حُضُورَ ۾.

3

مُنڌَ نہ مَنجهان تن، پَسي لَڪَ لُڏَنِ جي؛
جا پَرِ ڪاهوڙِينِ، سا پَرِ سِڪِي سَسُئِي.

4

مُنڌَ مَ مَنهِن ويهُ، اُپِي اوسرُ اُسَ ۾؛
تو سيئِي سيڻَ ڪيا، ڏُورِ جنِين جو ڏيهُ؛
پاڙي پاڙي پيهُ، وَتُ پُڇَندِي پِرينءَ کي.

5

اولاڪَنِ اَچِي، مَعذُورِ تي مارو ڪيو؛
مَتان، وَرَ وِسارِئِين، مَنجهان ڪُرَ ڪَچِي!
لاهي لاڳاپا لَنگهِ تُون، سيڻَن ڏانهن، سَچِي!
مَنجهان راهَ رَچِي، ٿِيندينءَ لَعَلَ، لَطِيفُ چئي.

# سُر مَعۡذُورِي

## داستان پهريون

1

هَلندي هوت پُنهونءَ ڏي، کُھجَنِ ڪي کوتِيُون؛
ڦَھَڙُ تنين پَٽُ تِئي، جي لءِ لالَنِ لُوئِيُون؛
سَپُ سَهيلِيُون سِڪَ کي، چُنجُهون ۽ چُوئِيُون؛
بانِيڙِ! تِي بُوتِيُون، تہ ڪُتا ڪِيَنِئي ڪيچَ جا.

2

تن پيئي جانارَنِ يادِ، جي پاريَلَ پُنهونءَ ڄامَ جا؛
سَندي لا لَنِ لاڏِ، مُئانِ پوءِ مَنڌُ تِئي.

3

جاڳايَسِ جنبُورَ، ڪُتي قَرِيَنِ جي؛
ٻَهي پؤنڪِي اُٺيو، ڳھڏِي مَنجهان ڳُھورَ؛
سَپِ لاهِيندو سُورَ، ڳَرِي هِنَ غرِيب تان.

4

ڪُتو طالِبُ ڏُوندَ جو، اسين ڪُتي ڪِيڙَ؛
ڇُهِتي آهي ڇيڙَ، ڪارايي جي ڪَنَ ۾.

5

سَڳِبانَ سِيندا رِيا، ٻَچِيا، تي ٻَهَنِ؛
ڦِريا نہ فَرمانَ کان، مُلهُ نہ موتِيَڙَنِ؛
ڪونهي ڏوهُ ڪُتَنِ، ڏاڪارِيا، ڏا ڙِهِين ٿا.

6

ڏِکا، ڏُونگَرَ جا مِرُون، مَرُ ٿا مُون تي ڪَنِ؛
پُڙَندا ڪِينَ پَرِيتِ تي، هِنَ جا سَڌَ رَ ٿا سُڄَنِ؛
سَڳائِيءَ جي، سَيَّدُ چئي، آهي سُڌِ سَپَنِ؛
هُوندَ نہ هِتِ ٿَرَنِ، پر قَرابَتَ ڪَمُ ڪيو.

7

سَڌَ رَ سين سَڳَ ڪري، پَرَڪَندِين پِيياسِ؛
ڪيرَ برهَمَڻِ؟ ڪِن جي؟ ڪيرُ ڄاڻي ڪيٽاسِ؟
هُوندَ نہ سِنڌُ سُياسِ، هِنَ پُرِيِن ڪَيَسِ پَڌِري.

## وائي

خُوبِي مَنجهہ خِفَتَ، اي! دوستَ! دِقَتَ، آهي عَبدُاللَّطِيفُ کي.

مَدَحَ مون کان نہ ٿِئي، سَندي سُورَ صِفَتَ؛

هِجي ڪريان هيجَ سين، مُطالِعُ مَحَبَتَ؛

حُزنُ هوتَ پُنهونءَ جو، رُڪِيا ئي راحَتَ؛

پِريان جي پِستانَ جو، فاقو ئي فَرحَتَ.

## داستان پهريون

1

اَدِيُون! وَرُ اُڪَيرَ، وِهاڻُ جنهن وساريو؛

جيڏِيون! ڇڏي جاڙَ، سَڀِ نَنگَيُون ٿي نِڪرو.

2

سَڀِ نَنگَيُون ٿي نِڪرو، لا لِڄَ ڇڏي لوڀُ؛

سُپيرِيان سين سوڀَ، نِنڍُون ڪندي نہ ٿِئي.

3

سَپِ سَنگُيون ٿي سَڪرو، پَرَهَڻَ چَڏي پوءِ؛
مَهَندِ مِڙَئِي ان هوءِ، ڪَهي جا ڪَيِن ڪِٽي.

4

ڪَهي جا ڪَيِن ڪِٽي، پِرِينءَ پَهُتي سا؛
وِهي ويڙهَجِي جا، وَصُلَ تنهن وِجائيو.

5

وَصُلَ تنهن وِجائيو، سِيندِ سُرمي سِيَئَن؛
سا لُوَتي لِيلان جِيئَن، مَٽيو جنهن مِٺُ ڪَيو.

6

هُوندِيان هوتُ پَري، اوڏو آه اَڻَ هُوندِ ڪي؛
ساجَنُ تن سَري، ”لا“ سين لَڏِين جي.

7

لائي خَنجَرُ ”لا“ جو، هَيءِ! خَڇَرَ ڪي هَڻُ؛
سَڏِن جُون سَيَّدُ چئي، وَٺُون سَپِ وِڪَڻُ؛
پِيرُ پَرُوڙي ڪَڻُ، تہ هَلَڻَ ۾ هورِي وَهِين.

8

هورِنِ هاڙهو لَنگهِيو، ٿِي جَرِيدِي، جوءِ!

هُوندِ جنِين سين هوءِ، هوتُ نه هُوندو تن سين.

9

هورِنِ هاڙهو لَنگهِيو، مُنِي! مُوسَتُ چڏِ؛

”لا“ سين اُتي لڏِ، ”ڪِينَ“ رَساڻي ڪيچَ کي.

10

نڪا هِتِ، نه هُتِ، ڪا ڳوريءَ سندِي ڳالِ؛

ڪِينَ پُهتِي مالِ، حالِ پُهتِي هوتَ کي.

# داستان ٽيون

1

هَلَندي هاڙهو مِٽي، ڪَرَڻُ ڪوهَ پيامِ؛
اَرڏا آريءَ ڄامَ ري، گُوندَرَ گَذ رِيامِ؛
لڪِيُون، لَڪَ، لَطِيفُ چئي، اورانگهڻَ آيامِ؛
پُرَڻُ پُنهونءَ پُٺِ ۾، اِيُ سَعادَتَ سَندِيامِ؛
مَٿسِ ڪَمَ وِڏامِ، وِهان تان نه وَسِ پيو.

2

وَڏو ڪِيمَ وَٽاهُ! اُونچا ڏُونگَرَ! مَ ٿِيو.
نِمو مَ نيٽاهُ، ته پيرُ نِهارِيان پرينءَ جو.

3

وارو! مُون وَڙاهِ! ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نه ڏِيو؟
وِجهي وَراڪَنِ ۾، مَعذُورِ ڪي مَ مُنجهاءِ؛
مَنجهان پارَ پيادِيُون، هادِي ٿِي هلاءِ؛
پِرِيان ڪي پُهچاءِ، ته لَڳي لُونو نه ٿِئين.

4

ڪَندا مون پيرَنِ ۾، توڙي لَڪَ لَڱَنِ؛
آڳُرِ، آڱُوٺي نہ مِڙِئي، ڇِپُون پيرَ ڇِنَنِ؛
ويندي ڏانھن پِرِينِ، جُتِي جاتِ نہ پائيان.

5

جُتيون سي پائيندِيُون، جنِين پيرَ پرِينِ؛
لاٿيُون سَڀِ پَرِينِ، سَسُئِي سُپيرِيُن ڪي.

## داستان چوٿون

1

مَرِي، جِيُ؛ تہ ماٺَئِين، جانِبَ جو جَمالُ؛
ثِئِين ھُوندَ حَلالُ، جي پَندِ اِھائي پارِئين.

2

مَرُ تہ موچارِي ٿِئِين، اَجَلان اَڳِي اَجُ؛
جان ڪِي ھُئِين جِئَرِي، تہ مُنڌَ ! پَنِپوران پَجُ؛
پُنھونءَ ساڻُ پَھَچُ، تہ مَلَڪَ اَلْمَوتُ ماٺَئِين.

3

اَجَلان اَڳي، سَسُئي! مُنڌَ! جِئَرِيائي مَرُ؛
ٽوِليان تنهن مَ ٽرُ، جنهن رُوحُ وِڃايو راهَ ۾.

4

مَرَڻان اَڳي جي مُئا، سي مَرِي ٿِيَنِ نہ ماتُ.
هوندا سي حَياتُ، جِئَڻان اَڳي جي جِئا.

5

اُونچو اُتاهون گهڻو، جِئَڻَ کي جَبَلُ؛
مَرَڻَ مُون سين هَلُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان.

6

تو سَڱُ، ساهُ! گهڻَن سين، جِئَڻَ! گوشي جاءُ؛
مَرَڻَ! مُون سين آءُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان.

7

پِرِ ۾ پَڇِي پرينءَ کي، مَرِي نہ ڄاتوءِ؛
”مُوتُوا“، مُنڌَ! نہ سوءِ، ڪَنڌُ ڪُڄاڙِيان ڪاٽِيِن؟

## داستان پنجون

1

هَٿين، پيرين، مُونݨِئين، هَلِج ساڻُ هِنئَين؛
عِشقُ آرِيءَ ڄامَ جو، نِباهي نِئين؛
جان جان ٿِي جِئين، تان پارِڄ ڪومَ پُنهونءَ سين.

2

هَٿين، پيرين، مُونݨِئين، ڪَهج پَر ڪَپارَ؛
مَتان، چوري! ڇَڏِ ئين، پرِيَتَڙي پَچارَ؛
توکي سَنَدَ، سَسُئِي! سَندِي لَنؤ لَغارَ؛
جي هُونِئي هوتَ هَزارَ، ته به پارِڄ ڪوم پُنهُونءَ سين.

3

ٿَڌيءَ ٿَڪِي نه وِهي، تَتِيءَ ڪَري تاڻَ؛
وِڏائين وَڻڪارِ ۾، سَسُئِيءَ پاڻُ سُڪاڻَ؛
پُڇي پَهَ پَکِيُن کي، پيئي مُنڌَ پَرِياڻَ؛
ڏِنسِ ڏيهَ وَٽِن جا، تن اَللهَ لَڳ اُهِجاڻَ؛
مانَ پَرِچي پاڻَ، اَچي آرِياڻِي وَرِي.

4

توڙي وِلاڙُون ڪَرِين، توڙي هَلِين وِڪَ؛
لِکِئي مَنجهان لِکَ، ذرو ضايعَ نہ ٿِئي.

5

لِکِيو جو نِراڙِ، سو اَنگُ ڪِياڙيءَ نہ ٿِئي؛
پاڙِيو وينِي پاڙِ، جيڪي لاڱَ لِکِيو لوحَ ۾.

6

ڪَيائِين ڪيچِيُن لءِ، جُسو جَلاوَت؛
چَڏِي پينِي چِپَرِين، هارِي سَپِ حُجَتَ؛
هُئِي نَماڻِي نِسَتَ، پَنڌُ وِڌائِين پاڻَ تي.

7

ماڙهُو ڏيئِي مِهڻا، مُون کي ڪَندا ڪوهُ؟
جنهن چورِيءَ ۾ چوهُ، سا پڻُون ٿِيندِي پيرَ تي.

# داستان ڇهون

1

فَردا مُنڌَ ڦِٽي ڪَئِي، نَقدُ ڪنيو نارِ؛
هِيَ جا واڳَ وِلَهيءَ جي، ويرَمَ ڏي مَ وارِ؛
جانڪِي مُنيءَ مار، جانڪِي ميڙِ مُنيءَ ڪي.

2

مُنِي ٿي مُدَعا گُهري، موتُ ٿيو موجودُ؛
اَچِين نہ اَجُ ڪَرِيان، صُباحَ جو سُجُودُ؛
جانڪِي ني وُجُودُ، جانڪِي ميڙِ مُنيءَ ڪي.

3

ڏُکِي ٿي ڏَڌورَ، لَهسِي لنؤ پُنهونءَ جي؛
ڏيئي آڳِ اَتورَ، سَپَ نہ سازِي سَسُئي.

4

ڏِسَڻُ ڏِکان اَڳِڙو، سَسُئي! آڻِ مَ شَڪُ؛
ٿِيُ ٻانهي، پِرِ اوئُيون، لُڌُ مَ پَسِي لَڪُ؛
وَرُ پُنهونءَ سين پَلَڪُ، ڪوءِ ٻارهَنَ ورهَ پِنَ سين!

5

ڏُکيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، پَسو! پِڻُون پَوَنِ؛
مُئي پُڄاڻان مُنڌَ کي، روجَھ رُڄُنِ ۾ رُئَنِ؛
پُوڻا اِيهين چوَنِ، تہ ”مُئيءَ اَسانکي مارِيو!“

6

ڏُکيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، اوچنگارُون اَچنِ؛
هَڻي سانگِ سَسُئيءَ کي، کِلو کَيو کَيچِينِ؛
جي هَٿان هوتَ مَرَنِ، هوتُ تِنين جي هَنجَ ۾.

7

ڏُکيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، وَڻَ ٽِڻَ وايُون کَنِ؛
وَٿان ويهِي جَنِ، وَڏيءَ سي واڍوڙِيا.

8

وَڏيءَ سي واڍوڙِيا، رَتُ نہ ڏِنو جن؛
موتُ قَبوليو تن، ڏِنو جن ڏُکيءَ کي.

9

وَڍِيَل ٿي وايُون ڪَري، ڪُتَلِ ڪُوڪاري؛
هُنَ پَنَ پنهنجا سارِيا، هِيَ هنجُون هَڏِنِ لءِ هاري.

## وائي

اَچِي، لالَنَ! لَٿِ، مِيان! مُئَيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾.
هو ڪانُ ڪَٿُورِيءَ هِيرئُون، مُون ۾ صابُرَ چَٽَ؛
آرياڻِيءَ اَچِي ڪري، ڪا گهِڙي مُون وَٽِ جَٽِ؛
ڪَٿُوري ڪَشِبُوءِ سين، هارِيائُون هَٽِ هَٽِ؛
دَردُ مُنهنجي دِلِ جو، تون، ڪامِلَ! اَچِي ڪَٽِ؛
اَڍِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سِرَ تائِين آهي سَٽِ.

## داستان ستون

1

آئُون نه گَڏِي پِرينءَ کي، سَهَسين سِجَ وِيا؛
هَلَڻَ وِيرَ هِئَان، ڏيکي شالَ دَمُ ڏِيان!

2

آئُون نہ ڳَڏِي پرينءَ کي، پويون ٿِيو پَساهُ؛
سِڪان ٿِي سَڪِراتَ ۾، رويو پُڇان راهُ؛
شالَ مَ وَڃيمِ ساهُ، ڏاران پَسَڻ پِرينءَ جي.

3

آئُون نہ ڳَڏِي پرينءَ کي، آيو عِزرائيلُ؛
جوراڻي سين جيڏِيُون! نَڪو قالُ نہ قِيلُ؛
آيو موتُ دَلِيلُ، مارِيندو مُرادَ کان.

4

وِلاڙِيو وَڻين چَڙهي، رَئِي پَسِيو روءِ؛
وِڇان جو وِڇُ پوءِ، سو ڪَنهن پَرِ ڪَهِي لاهِيان!

5

وِلاڙيو وَڻين چَڙهي، اُونچَنِ مَٿي اَجُ؛
لالَنَ ڪارَڻِ لَجُ، باسِيائِين بَردارَ جو.

6

وِلا ڙِيو وَٽين چَڙھي، ڏِيو پَٺوڻي لانگَ؛
ٺاريءَ ٺاريءَ چانگَ، سَسُئيءَ مورَ ٻَچَنِ جِئَن.

7

وِلا ڙِيو وَٽين چَڙھي، پَسو سَڳھ سَندِياسِ؛
آڏِيءَ وَجيو آ ڳُڙي، نَڪو پِيُ نہ ماسِ؛
سوئِي سو سيٽاسِ، پَري پَڙاڏا ڪري.

8

رُجُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَر ڪووَل جي ڪُوڪَ؛
وَلَولو ۽ وُوڪَ، اِيَ تان آھِ عِشقَ جِي.

9

رُجُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڪَرڪي ڪُونجَ؛
نَعرو منجھِ نِڪُونجَ، اِيَ تان آھَ عِشقَ جي.

10

رُجُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ سارَنگِي سازُ؛
اِيُ عِشقَ جو آوازُ، ماڙھو رَکَنِ مُنڌَ تي.

# سُر ديسي

## داستان پهريون

1

ڏاگهن، ڏيرن، ڏونگرن، تنهي ڏنم ڏڪ؛
سي سپ پانيم سُک، هيڪاند ڪارڻ هوت جي.

2

ڏاگهن، ڏيرن، ڏونگرن، ڏکن آئون ڏذي؛
پچان پير پنهونءَ جو، وجهان وک وڏي؛
لِکئي آئون لَذي، نات پٽن ڪير پنڌُ ڪري.

3

اڱڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏٺءِ ڏينهن؛
وَني سڙڪ، سسُئي! ويهُ وهاٽيءَ سيئن؛
چوٽي سين چانگن کي، جڙ زنجيرن جيئن؛
نہ هوتُ تنهنجو هيئن، هوندِ پنهون نيائون نہ پاڻ سين.

4

اَڳَڻ مَٿي اوپِرا، جڏهن ڏاڳها ڏِينهَن ڏِناءِ؛
ڪُنجُون جي قُفلَنِ جون، تان ڪنهن لَلِ لِڪاءِ؛
تہ سُپا ٽي سَندِياءِ، تِني سارُوڻِي سَسُئي!

5

اَڳِي اُٺَ رَڙَنِ، مُون پيري ماٺِ ٿِئي؛
پَلاڻِيندي، پاڻَ مِہ، ڪُڇيو ڪِينَ ڪُنَنِ؛
ڪا جا مامَ مُنَنِ، هن پڻ هُئي هُنَ سين.

6

چا جي ڏِنگا ڏيرَ، مُنهنجو ڏِينهن ڏنگو مَ ٿِئي!
اُنَنِ ۽ اونِيڙَنِ جي، چا وَهيڻو ويرُ؟
هِيَ ڪَميڻِي ڪيرَ؟ جا اَمُرَ کي آڏو ٿِري.

7

ديسِي سيڻَ ڪَجَنِ، پَرَديسِي ڪهڙا پِرِين؟
لَڏِيو لاڏؤڻا ڪَيو، پَنهنجي ديسِ وَڃَنِ؛
پُڇاڻان پِرِيَنِ، ڪَجي بَسِ پَنپورَ ڪان.

8

اُٺَ مَ اوري آڻِ، ڏاگھن ڏُڏي آهِيان!
هَٽي هَٿُ هَيَنِ کي، پَري نيئي پَلاڻِ؛
هوتُ مُنهنجو هاڻِ، پُنهون نِيائُون پاڻَ سين.

9

جَتَ هَڏِهين هُتِ، مُون هِتِ هِنئَڙي ۾ حَلُ ٿِيا؛
چَنگُلَ جنِين چوڦرا، راحَتَ تن جِي رُتِ؛
ڳُنگَن جي ڳُپتِ، چيڙهي وِڌِيَس چَپَرين.

10

ڳَهَ سِرِ ٿِئي مَ ڳُسَ، پَٽي پوءِ مَ پرينءَ تي!
جنهن سِرِ ساجَنُ سُپِرين، تنهن اُٺَ مَ لَڳي اُسَ!
پُنهون پاڪُ پُرِسَ! هوتَ نه ڪَجَنِ هيڏِيُون.

11

لَڏِيندي لِباسُ، جَتَنِ جيڏوئي ڪَيو؛
اَچي آرِيءَ جامَ جو، وَڻَ وَڻَ مَنجهان واسُ؛
مِرُون ڪِيَنِمِ ماسُ، هَڏَ هَلندا هوتَ ڏي.

12

اُٺَ ويِرِي، اوٺارَ ويِرِي، ويِرِي ٺيِرَمِ ڏيرَ؛
چوٿون ويِرِي واءُ ٿِيو، جنهن لِٿِيا پُنهونءَ جا پيرَ؛
پَنجون ويري سِجُ ٿِيو، جنهن اُلِهي ڪِي اوِيرَ؛
ڇهون ويري ڇَپَرُ ٿِيو، جنهن سَنوان ڪَيا نہ سيرَ؛
سَتون ويري چَندُ ٿِيو، ڪِڙيو نہ وَڏِيءَ ويرَ؛
واهيري جِي ويرَ، چُلون ڪَرِيان ڇپَرين!

## داستان پيو

1

مِڙِئي مُندَ ڏي آئُيون، ساهيڙِيُون سَهَجان؛
اَلسَّفَرُ قِطعَةٌ مِنَّ النّارِ، هارِي! موٽُ هِتان؛
سَگُ صِراطَ المُسْتَقِيمَ جو، اَٿيئي تان اَڳيان؛
سي ڪيچِي نِيندَءِ ڪِيان؟ تُنهنجو نِينهَن نِفاقَ سين.

2

جَڏاِن ڪُنْ فَيَڪُوْنَ چَئِي، نِيو آرِياڻيءَ اَرواحُ؛
اَنگُ اَڳِهِين لِکيو، مُنهنجو مِيثاقاءَ؛
مَنْ طَلَبَ شَيْئاً وَّ جَدَّ وَ جَدَ ، اُتو عَلِيءَ شاهَ؛
اَجا اِن حَدِيثَ جو، مُون آسِرو آهِ؛
پُنهونءَ جي پيغامَ تان، مُنهِنجو موٽُ مُباحُ؛
سَرَتِيُون! دُعا ڪَجاهُ، تہ ميڙائو مُون ٿِئي.

3

سَبَهَ سِياهِي، آهي آرِيءَ جامَ ري؛
ڪڏهن پَسي ڪا نہ ڪا، رِءَ لاٽَن لالائي؛
ڏُودُ دِلِ تان ڏُورڪَرِي، ڪَرِ، ساجَنَ! صَفائِي؛
مَنْ لاَ شَيْخَ لَهٗ فَشَيْخُہٗ الشَّيْطانُ، اِنَ رِءَ اُونداهِي؛
هُوءَ جا هَلِي هيڪلِي، سا گِيرَبَ گمائِي؛
بِلَا شَيْخِ مَنْ يَّمْشِيْ فِي الطَّرِيْقِ، اِهڙِي اَوائِي؛
تنهن رِءَ تَوائِي، ڪوڙين ٿِيَن ڪيترِيُون.

4

پِنيءَ ٿا پَرِينِ، ساٿِيُنِ سَندَ هَٿَنِ ۾؛
ليڙَنِ جو لَطِيفُ چئي، مُون کي مَنجُهه نه ڏِينِ؛
هوتُ پُنهون ٿا نِينِ، اَسُونهِينءَ جو آجِڪو!

5

پڻ ٿا پَلاٽِينِ، اوٺي اَجُ اُباڪرا؛
پَهَ پاريسِيُون پاڻ ۾، ڏيرَ ڏِهاڙِي ڏِينِ؛
هوتُ پُنهون ٿا نِينِ، ٻاروچي ٻولِي ڪيو!

6

دوڪَ دَهِليا جتِ، گوُرا هَلَنِ نه گسَ ۾؛
چَوُسالَ ئي نه چَلِنا، ٿِي تَنگ نِهاري تِتِ؛
سُوڌِي اُنِينِ، سَيَّدُ چئي، پوءِ پانچارِيَن پِرتِ؛
اِنَ اَڙانگي پَنڌَ جي، ڪا نيشَنِ پوءِ نِرتِ؛
سَسُئي وَڏي سَتِ، جا اَهڙِيءَ پَرِ پَنڌُ ڪري.

7

”هَيءِ ! هَيءِ!“ ڪَيو ”هاءِ!“، ٿِي پاڻ هٽي سِرِ پاهِڻين؛
لَذائين، لَطِيفُ چَئي، جُوءِ جَتَنِ جي جاءِ؛
شُڪُرَ، بارِ! سَنداءِ، سُٺاڻي ساٿِ مِڙيي.

## داستان ٽيون

1

اَللهَ ڪارَڻِ، اوٺيا! ليڙا نِيو مَ لُرَ؛
نيو نماڻِي پاڻ سين، ٻانِهيءَ جهلي ٻُرَ؛
مُون ڪي ماري مَنجهِ ٿِي، سَندِي هوتَنِ هُرَ؛
ڪَچو لايان ڪُرَ، ڪيچان اوري جي وَران.

2

ڪيچان اوري ڪيتِريُون، مَعذُورِيُون مُيُون؛
واٽُون وِيهَ ٿِيُون، ڪُهُ جاڻان ڪيهِي ويا؟

2

ڪيچان آيو قافِلو، جُنگ سُونهارِيءَ جوڙَ؛
تَليارا توڏَنِ کي، ڳِچِيءَ سُونهَنِ موڙَ؛
دؤلَتَ چاپان دوڙَ، جي مُون نِيو پارَ سين.

3

جهوُڙا جن جُهلَنِ ۾، هِيري لَکَ هَزارَ؛
لَڳا واٽَ وَٽَنِ جا، پُنهونءَ کي پالارَ؛
آن ڪي ويندا ڳَڏِيا، اَهِڙيءَ سِٽَ سُوارَ؟
لَنگِهي ڪالَهه قَطار، تُون، آئِي! اَڄُ نِهارِئين!

5

مِزمانَنِ مَهِري، آٺي جهوڪِيا جهوڪَ ۾؛
چاٿي چَنبَنِ ۾ وِيا، جِئن بازُ سَٿي ٻَجَرِي؛
ڪوهِيارو قَهِري، وِيو نِهوڙي نِندَ ۾!

6

مُون پانيو مُون وَٽِ، هَميشَہَ هُوندا پرِين؛
ويڙهو ڏيئي ويڪرو، پهري وِيا پَٽِ؛
ساهُ جنِين جي سَٽِ، وِڪيُمِ ٿي وَڻڪارِ ۾.

7

مُون پانيو مزِمانَ، هَميشه هُوندا پرِين؛
ڪُهي ڪَميِٽي هَليا، ڪَهِلَ ڪَيائُون ڪانَ؛
ڏيئي ويا ڏاهِ کي، سُورَنِ جا سامانَ؛
جورو راتِ جُوانَ، جيڏيُون! جَتَ ڪَري وِيا!

8

بِرہَ مَٽائِسِ بَرُ، ناتَ سُڪِي ڪيرَ سَڏُون ڪَري؟
گَهڻو ڏورِيائين ڏِکَ سين، ڏيرَنِ لءِ ڏُونگرَ؛
وِري آئِسِ وَرُ، سَفَرَ مُئيءَ جا ساب پِيا.

9

وَرَ مِ ڪونهي وَرُ، ڏيرَنِ وَرُ وَڏو ڪَيو؛
نِهارِيندِيَسِ نِڪرِي، ٻوتَنِ ڪارَڻِ ٻَرُ؛
آڏو ٺَڪَرَ ٺِرُ، مَتان روهَ رَتِيُون ٿِئِين!

10

وَرَ وَراڪا وِچَ مِ، لَڪِين آڏا لَڪَ؛
هُو جي آڏا حَقَ، سي ڪَندا ڪوهُ ڪَندِيُن ڪي؟

## داستان چوٿون

1

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، آرِيچا اَظلامَ؛
آندائُون آريءَ جام، پُنهونءَ ڏي پيغامَ؛
پَهُ ڪَيائُون پارَ مِ، مُنهان مَخفِي مامَ؛
سَنپُورا ساٿُ ڪَڍِي، ويساهي وَرِيامَ؛
ڪاڪِيُون! راتِ قِيامَ، جيڏِيُون! جَتَ ڪَري وِيا!

2

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڪَري ڏيرَ ڏَمَرُ؛
هاڻي ٿِيو حَشَرُ، پُنا قول قِيامَ جا!

3

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏاڙهِيءَ پَنِيا ڏيرَ؛
ڏِينديَسِ ڏادِين ڏُونگرين، اُنِين لَءِ اُلِيرَ؛
ڪيچ پهچي ڪيرَ؟ وِجهُ سين وَسُ ڪَرِيان.

4

جَذِيءَ وَٽِ جالي، مانَ اَللهَ ڪارڻِ لِکَ سِيئَن؛
آهي آريءَ ڄامَ جي، هِتِ هُتِ حوالي؛
عَيبَ مُون اَڳرا، مانَ نِرمَلُ نِڪالي!
پَرِ ٿِياڻِي پالي، ڪامِلُ نِيندو ڪيچ ڏي!

5

پَرِنِ جي پاڙي، جاڙ ڳُڏا رِيمَ، جيڏِيُون!
جنِين مُون کي مارِيو، سُورَنِ سين ساڙِي؛
اِرادي آڙي، سانگِيُنِ سين سَڳُ ڪَيو.

6

اَسِين پاڻَ پِرتَ، پورهِيَتَ پُنهونءَ جامَ جا؛
هوتُ ڪَڪُورِيءَ هيرئون، مُون ۾ صابُڻَ ڇَٽَ؛
آتڻَ مَنجِهه اُگهَٽَ، ڪانڌُ ڪنهِين جِي مَ ڪَري!

7

آئُون تان اَهڙِياءِ، جا ٻانهِيءَ ڪي ٻائي چوان؛
مُون ڪَميٽِيءَ لاءِ، پُنهون ٿي پِرتُ ٿِيو.

8

گَڏِيو ڏوڀِيُن ڏوءِ، پُنهُونءَ پارِڇو هَٿَ ۾؛
اُتي آرِيءَ جامَ جو، قاصِدُ آئِيس ڪوءِ؛
اِيُ، ڪامِلُ! ڪَمُ نہ سَندوءِ، جَنِّ پَهَسَ پَڇاڙِئين پونئين.

9

نَڪو ڪيچُ پَنپورُ، نَڪو مائِٽُ مُنڌَ جو؛
هورُ مِڙوئي هِنَ کي، هوتَنِ ڪونهي هورُ؛
زارِيءَ ڏاران زورُ، هَلي ڪونَ حَبِيبَ سين.

## داستان پنجون

1

جئَن سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگَردان سَنسارَ ۾؛
هِيُ پَکُ نہ کوڙي پَتنئين، هُو ڏَڙَ سِرِ ڏَري نہ ساهُ؛
جيڪُسِ تن مُلاءُ، سَسُئيءَ سُورَ پِرائِيا.

2

راتِ ڏِنائِين روجَهہ، پانءِ کِ اوٺي آئِيا؛
پِرِيَتَڻي پِرِيُن جي، سِکَڻَ کِي سَبوجَهہ؛
هُئِي گهڻو اَبوجَهہ، سُورَنِ سُنهائِي سَسُئِي.

3

سَمَرُ جنِين نہ سانڍُ، هوتُ حِماتِي تن جو؛
کَري چيچَ چِپَرَ ۾، پُنهون اِيندو پانڍ؛
ٿيندِي رِيجَهہ رِهاڻِ، لَحظي مَنجِهہ، لَطِيفُ چئِي.

4

سَسُئيءَ لَنگِهيو سو، مَردَ جنهن ماتِ ڪَيا؛
جَبَلُ وڏو جو، نُورِڻ مِڙوئِي نِينهَن کي.

5

چَپَرُ چَمَرُ پانيان، ڪانپوءِ ڪارو؛
پَبُ وِجهنديَس پُٺِ تي، صُبُحَ سَوارو؛
وَجَڻَ مُون وارو، ڪينَ وِهَنديَس وِچَ ۾.

6

چَپَرَ ۽ چَمَرَ، ٿا لَڳَهَ لَڳَنِ پانڻ ۾؛
ڏادا ڏُونگَرَ ڪَرَڪَرا، ويڌ، وِنگايُون وَرَ؛
آئُون پِيادي پَنڌَين، نماڻي نِڌَرَ؛
سُورِيُون جتِ سَگِرَ، اُتِ باتاڙِيءَ پِيلي ٿِئين!

## داستان ڇهون

1

آڏَ تِراڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ ڪي ڏاڪا؛
ڪَيَمِ آهَ عَجِيبَ ڪي، سِڪَ مَنجهان ساڪا؛
پيئي هِٿِيڪِي هوتَ ڪي، ڪُوڪَ وَجِي ڪَنِ ڪا؛
مُنهنجو وَسُ واڪا، پُڌَڻَ ڪَمُ پَروچ جو.

2

آڏَ تِراچا، آهُڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاڪا؛
وَنِي وَرُ واٽَ ٿِيا، بَرِ چَڙهِي ٻاڪا؛
ڦَتِيا پيرَ فَقِيرَ جا، چَڙَهندي چَڙهاڪا؛
هُيَنِ جِيءَ اَندَرِ جا ڪا، وِيا پُڄائي پانهِنجي.

3

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ ڪَهَ گَهِٽِي، جِت بَرِپَٽَ، سُڄَنِ ٻيرانُ؛
ڏاهَنِ ڏاهَپَ وِسرِي، ٿِيا حَرِيفَ ئِي حَيرانُ؛
سَسُئِيءَ لَنگِهيو، سَيِّدُ چئي، مُحَبَّتَ سين مَيدانُ؛
جنهنجو آرِياڻِي اَڳوانُ، تنهن ڪانهي ٻاڪَ ٻهيرَ ۾.

4

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گَهِٽِي، جِت جَبَلَ گُوناگُونِ؛
ليڙَنِ جُونِ، لَطِيفُ چئي، تَنگَ تَنوارُون پُونِ؛
جن ڏِنو پيرُ پُنهونءَ جو، سي نه ڪي رُونِ، نه چُونِ؛
هُوندَنِ مَٿي هُونِ، لاڳاپا هِنَ لوڪَ جا.

5

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ ڳَهِڻي، جِتِ وِيا روڙا رِنگائي؛
ساڱاپي سيڻَنِ جي، ٿِي وِندُرِ واجهائي؛
رَهيَسِ، رَسُ، لَطِيفُ چئي، تنهن ڪَمِيڻيءَ ڪاهي؛
آرِياڻي آهي، مَنهَن مَعذُورِنِ جي.

6

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ ڳَهِڻي، جِتِ مِينهَن وَسَنِ ماڪُون؛
سُڄَنِ ٿِيُون، سَيّدُ چئي، هاڙهي جُون هاڪُون؛
جِتِ اَنڌيُون اوطاقُون، تِتِ ڪاهي رَسِج، ڪارَڻي!

7

ماڻِڪُ مِٺُ سَندومِ، اونداهِيءَ ۾ سوجهرو؛
حَشَرَ ويلَ حِسابَ ۾، ڇَڏي نه ويندومِ؛
سارِيو سَڏُ ڪَندومِ، ڪوهِيارو ڪيچَ ڌَڻي.

## داستان ستون

1

پُنهونءَ سين پرِيتِ جو، ڪو جو پيچ پِيومِ؛
پَنيي هِنَ پَنپورَ ۾، وِهَڻُ وِهُ ٿِيومِ؛
مَتِيُون موٽڻَ سَندِيُون، ڪاڪِيُون! ڪِيمَ ڏِيومِ؛
سَرَتِيُون! ساهُ سَندومِ، ٿِيو حَوالي هوتَ جي.

2

ڏانجَهن تي ڏانجها، ڏِنائُون ڏُکيءَ کي؛
لَڳِيَسِ نائُڪَ نينهَن جي، ڪُڙهِ اَندَرِ ڪا جا؛
ٿَرَنِ ۾ ٿاجا، ڪَري مُنڌَ مرُنِ سين.

3

ڪو مُنهِن ڪُنَلِ آئيو، وَسِ نہ ويچارِي؛
هوتَ! تُنهنجي هَٿَ ري، پِهُچي نہ پارِي؛
اَچِين جي، آرِي! نہ پاندَ پُڄِي، لَڪُ لَنگهِيان.

4

ڪَڏِهن تان ٻاجَهه پَئي، ساڄَنَ! مُنجُ سَلامُ؛
سِڪَ تُنهنجِيءَ، سُپِرِين! ڪَيو تَنُ تَمامُ؛
هَٿين هاجَ وِهُ ٿِي، نيڻين ننڊَ حَرامُ؛
دوسَ! نہ سَهان دامُ، تُون وِندُرِ ٿو ويلا ڪَرِين!

5

ٻَرُ مِڙوئِي ٻُوءِ، ڇَپَرَ ڇاٽُون مُڪِيُون؛
ٻَہِ ٻَہِ ٿي ٻَنپورَ مِ، هَندَ مِڙِيئِي هُوءِ؛
راڙِيُن وَرِي روُءِ، ڳُوندَرَ لَٿا گولِئين.

6

جَتَنِ سان جانڪُون، سَرَنيُون! مُون سَڳُ ٿِيو؛
ڪَري ڪوهِيارو وِيو، تَنُ چِڻِي تانڪُون؛
آئُون پڻ تَڏانڪُون، اَڌَ ڏُکوئِي آهِيان.

7

مَتان ڪا، ٻَڙِي! ٻولَ ٻاروچي وِسَهي؛

هُوندَ نہ سُتِيَسِ، سَرَتِيُون! ويهِي رَهِيَسِ وَڙِي؛

جَتَ پَنهنجي جُوءِ ۾، گهارِينِ مانَ گهَڙِي؛

ڪيچِينِ آئُون نہ ڪَڙِي، ڪنهن ڏُکِيءَ ڏاوَڻُ ڏائِيو.

8

اَدِيُون! آئُون نہ تِيئَن، جِيئَن پِرِيَتَڙو پِرِيُن سين؛

ٻَڌِي سُتِيَسِ نہ سوگهو، ڇَلُوَرُ ڇاتِيءَ سِيئَن؛

ڪيچِي ڪاهي ڪَرَها، مُونهان وَجَنِ ڪِيئَن؟

ڏوهُ مُنهنجي ڏِينهَن، پُنهونءَ ڪي ڪا مَ ڇَئِي.

9

وَرَ! مَ وِساريج، آهِيان تُنهنجي آسِري؛
ڏاڍو ڏُونگرَ جو سُڄي، سو لُطفُون لَنگهائيج؛
اُسرِي اُتَهِين، وِيرَ! تُون، آرِي جامَ اَچيج؛
نماڻِيءَ کي نُورَ سين، لالَنَ! لَڏائيج؛
ظُلمَتَ جا زمين جي، سا نِرمَلَ! نُورُ ڪَرِيج؛
ڪامِلَ! ڪَنِ ڪَرِيج، فَريادِيُون فَقِيرِ جون.

وائي

چورِي چَڏِ مَ چَپَرِين، ٻاروچلَ! ٻانهِي؛
جانِبَ جهَڙو جَڳَ ۾، ناهي ڪو ثانِي؛
پُنهَلَ! نِيو پاڻَ سان، پورِهيت پَرَتِياڻِي؛
پورِهيو ڪَندِيَس پِرَ جو، پَرِيندِيَس پاڻِي؛
هوتَ! مَ ڇَڏِيو هيڪلِي، هِيءَ جا وِندُرَ وِڪاڻِي؛
اَدِيُون! عَبدُاللَّطِيفُ چئي، اِيندُمِ آرِياڻِي.

# سُر ڪوهياري

## داستان پهريون

1

لَيَلَ نہ جاڳِينءَ لِڪَ سِيئَن، ڪُلّھي نوَمُ ڪَياءِ!

قُمَ ٿِي، پُھُچ قَرِيبَ کي، اِجِلسَ تو نہ جُڳاءِ؛

مُنِي! مِهمانَ سين، ويهي راتِ وِهاءِ؛

جيلان نِندَ ڪَياءِ، تي روزُ رَهين ٿِي راهَ ۾.

2

اِجِلسَ ڪَري اُٿِيا، تَنوا رِيو توڏَنِ؛

نوَمَ نوازِينءَ؛ اُن جي، مَرحَبا موڏَنِ؛

رِڙهي رَسُ روڏَنِ، اَلْيَوْمَ سِيرُوْا، سَسُئِي.

3

غافِلِ! غَفلَتَ چوڙِ! تُون ڪِيئَن، اَٽاسِي! اوجِهرين؟

چُپاتا چَڙهِي ويا، وڃي پُهتا توڙِ؛

نيٽِين نِندَ اُکوڙِ، جِمَ وَرَنِ ۾ واڪا ڪَرِين.

4

آلوڙو اکينِ، آئِمِ نندَ اَپاڳَ کي!
هاڻي هِنَ پَنوَرَ ۾، گھارِيان ڪارَڻِ ڪِنِ؟
اَديُون! اونيَڙَنِ، هِنئَين سان هاجو ڪيو.

5

سُتينءَ پَير ڍِڳھا ڪَري، وَڏي جاڙَ ڪِياءِ؛
دَرَ پَرِ اُپٺين دوستَ جي، تہ سُرِ پُرِ هُوندَ سُياءِ؛
اَصلِ آريءَ جامَ جي، سَڳي تُون نہ سِياءِ؛
پُنھُونءَ سين پِياءِ؛ ٿي، نپاڳي! نِندُون ڪَرِين!

6

اِيُ ڪَمُ ڪَميڻِيَنِ، جِئَن سُمَهَنِ پيرَ ڍِڳھا ڪَري؛
لوچِين چو نہ، لَطيفُ چئي، هارِي! لَءِ هوتَنِ؛
نِندان نپاڳِنِ کي، اوپالا اَچَنِ؛
سي پُنھُون ڪوه پُچَنِ؟ جي سَنجھي رَهَنِ سُمهِي.

7

سُتِينءَ سَنجهيئَي، مُنهُن ويڙهي مُئَنِ جِئَن؛
اوجاڳو اکِيُن کي، ڄاتوءِ نہ ڏيئَي؛
هَٿان تو پيئَي، ٿِي ڪَچو ڪيچِيُن ڪَرِين!

## داستان ٻيو

1

ڏُونگَرَ! تُون ڏاڍو، ڏاڍا! ڏاڍايُون ڪَرِين؛
مُون تَن اَندَرِ تِيئَن وَهِين، جِئَن وَڻُ وَڍي واڍو؛
اِي ڪَرَمَ جو ڪاڍو، نات پَٿَرِ ڪيرَ پَندَ ڪَري؟

2

ڏُونگَرَ! ڏُکَ سَنداءِ، پَرِين گَڏِجان تہ چوان؛
پِنِيءَ ٿِئين پوارَئون، پيا وِنگا وَرَ سَنداءِ؛
چِڱي ڪانَ ڪَياءِ، پيرُ وِجايُءِ پَرِينءَ جو.

3

ڏُونگَرَ! ڏورا پو، پِھريون چَوندِيَس پِرِينءَ کي:
”پَھَڻ پيرَ پِڻُون ڪَيا، تِرِيُون چِنيُون تو؛
رَحمُ نہ پِيُيءِ رُوحَ ۾، قَدُرُ مُنهِنجو ڪو؛
واڪو ڪَندِيَسِ: ’وو! مُون سان جَبَلُ ٿو جاڙُون ڪَري!‘“

4

ڏُونگَرَ! ڏُکوِيِن ڪي، دِلاسا ڏِجَنِ؛
گَھٽُو پُڇِجي تِن کي، جن وَٽان هوتَ وَجَنِ؛
تُون ڪِئَن سَندا تِنِ، پَھَڻ پيرَ ڏُکوئِيِن؟

5

ڏُونگَرَ! ڏُکوِيِن ڪي، ڳَلِ نہ سُڪا ڳوڙها؛
هُو جي پَھَڻ پَبَ جا، سي پِڇي ٿِيا پورا؛
ڳُوندَرَ جا ڳهوڙا، وَجَنِ جانِ جُدا ڪَيو!

6

ڪي جي ڪَڍِيا پارَ، ڏُکِيءَ ڏُونگَرَ پاڻَ ۾؛
سُٽِي سا تَنوارَ، مِرُون پيا ماري.

7

ڏُونگَرَ پُونِين ڪِيرَ، سَڄَڻ ميخُون ڏُونگرين؛
هَهڙا سيڻ سُڏِيرَ، ڪِينَ لَهَندِينءَ ڪي ڀِيا.

8

ٻَئِي وينا رُوَنِ، ڏُکِي ڏُونگَرَ پانڻ ۾؛
ڪنهنکي ڪِين چَوَنِ، مَنجِهن جو پِرِيتَڙو.

9

تَپِي ڪَندين ڪوهُ؟ ڏُونگَرَ! ڏُکوُنِ ڪي؛
تُون جي پَهَڻ پَبَ جا، تہ لِڱ مُنهِنجا لوهُ؛
ڪَنهنجو ڪونهي ڏوهُ، اَمُرَ مُون سين اِئن ڪَيو.

10

ٻَرِڙِيَ! تہ ٻيلِي گهڻا، ساٿِي پُڇِي سُکُ؛
رَفاقَتَ رُجُنِ ۾، ڏُونگَرَ ڪاري ڏُکُ؛
آرِيءَ جو اَهُڪُ، مُون رَهَنُما راه ٿِيو.

# داستان ٿيون

1

مُون کي ڇَڏِ مَ ڇپَرين، هِت، هوتاڻِي! هانِ؛
اوڏِي مُندَ اُنَنِ کي، اَللهَ ڪارَڻِ آڻِ؛
پورهيو ڪَندِيس پاڻِ، اڳيان آرِيچَنِ جي.

2

مُون کي ڇَڏِ مَ ڇپَرين، پوءِ رَهاسِ ’پاڻِ‘؛
جي پُلائُون پاڻِ، تن کي رَسُ، رَسيلا، راهَ ۾.

3

سُتي پوَنِ چِرِڪَ، آيَلِ! پاروچَنِ جا؛
وَمَ وِهاڻِي، ووا ڙِي! ڪوهِياري ڪِرِڪَ؛
ڏَڙُ ڏُوڻِيو تنهن ڏَڪَ، جَڏِيءَ جِنئڻ نه ٿِئي!

4

سُتي پوَنِ چِرِڪَ، آيَلِ! پارَوچَنِ جا؛
پُنهونءَ جي پَيڪانَ جُون، راسِيُون مَنجهان رُڪَ؛
هَنيَمِ هوتَ ڪِرِڪَ، لوچان، لوهُ نه نِڪري.

5

جيڪي جي تيهي، تہ بہ ٻانهي ٻاروچن جي؛
حُجت هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪَميڻي ڪيهي؟
اَصلِ آريءَ ڄامَ جي، پَلئِ آءُ پيئي؛
هُوءَ جا پائِن پيرَ ۾، تنهن جُتي نہ جيهي؛
وِساري ويهي، تن ڪيچِيُنِ کي ڪِيئن رَهان؟

6

هُئي، جي نہ هُئي؛ تہ بہ ٻانهي ٻاروچن جي؛
اِنَ سَڱَ مُقابِلِ سَسُئي، سَندِين ٿي سُئي؛
هُنِ تان لَجَ لُئي، هِنَ جو هَلَڻَ هوتَ ڏي.

## داستان چوٿون

1

ڳَئي نہ وائي؛ اَدِيُون! آريچن جي؛
ڪنهن پَرِ ڪَهي لَنگِهيان، جَبَلَ جهاجهائي؛
جيڪسِ واجهائي، هاڻي مَرَندِيَسِ هوتَ لَءِ؟

2

هَلَڻُ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مُون نہ وَسِ؛
اَللهَ! آرِيچَن جِي، گوِلي ميڙِئين گَسِ؛
پرِين، پَنهوار! تو پُڇان، ڏُونگرِيا! مُون ڏَسِ؛
اکِين جِي آرَسِ، مُنڌَ جيهائِي جوڙَ ڪِي.

3

مُون کي جنِين مارِيو، آن ڪِي گَڏِيا سي؟
تَنَ ۾ طاقَتَ ناهِ ڪا، اَدا! اُنين ري؛
سُورُ سَلِڻُم تي، جيلان ڳالهِ ڳِري ٿِئي.

4

مُون کي جنِين مارِيو، سُڃاڻَم سيئي؛
پُنهون پَيڪانَ پَچَندِيا، ٻِلَنِ تان ٻيئي؛
وِيڃَنئُون ويئي، ٿِي وَهِيڻي سَڄَڻين.

5

پَرِتَوو پُنهونءَ جو، سَهائِي، سِياهُ؛
مُنهُن ڏِئِي مُون آئيو، رَنگارَنگِي راهُ؛
ڀَرِين ڏِيندا پاهُ، پوءِ رَڱِيندا رَڱَ ۾.

6

پَرِتَوو پُنهونءَ جو، رُڳِيائِي راحَتَ؛
پانئِيان ڏِينهُن پَوا رئُون، ساڄَنَ لاءِ صِحَتَ؛
مِٺِي مُصِيبَتَ، آهي آرِي ڄامَ جِي.

## داستان پنجون

1

رِءَ قَرِبَنِ قُوتُ ڪَيو، وِٺِي وِرِهُ چَرانِ؛
اِنَ عَذابان اَڳِهِين، مادَرِ! چو نه مَران؟
اَدِيُون! جو نه اُوهان، سو مان سُر سَرَنِيُون!

2

اَڏيُون! اَڱهي آهِيان، پِرِيُن پُڄاڻا؛
سي ڪوهِيارا ڪيڻ وِيا، ساڄَنَ سِياڻا؟
جي سَسُئِي سيباڻا، سي وچِي ڪيچ قرا رِيا.

3

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَرِيان ڏِرِي؛
لَڳِي ماٺِ مِرُوئِنَ کي، ڏُونگَرَ پَوَن ڏَرِي؛
وَجَنِ وَڻ ٻَرِي، اوپَرَ اُپِري ڪِينَ ڪِي.

4

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَرِيان زبانَ؛
لَڳِي ماٺِ مِرُوئِنَ کي، رسي سُورُ شَبانَ؛
ٽاڪَرِ ٽِڪي ڪانَ، جَبَلُ سَڀ جَلِي وَڃي.

5

ساريان ٿِي سَبِيلَ، پُر تَقصِيرُون پاڻَ ڏِي؛
مَتان مُون کي ڇَڏِئين، آري جامَ اَصِيلَ!
وَرُ وِلِهِن جا وَسِيلَ! رَسُ، رَهبَرَ! راهَ ۾.

6

سرَتيون سُوراتِن جي، ڪوهُ ٿِيون پَٽِ پوَنِ؟
ڳھاءُ نہ لَڳُنِ ڳھٽَ جو، رِيا مان ٿِيُون رُوَنِ؛
چيتارِيو نہ چوَنِ، پارَ مُنھِجي پِرينءَ تان.

## داستان ڇھون

1

ڪَنھِن پَر رُئان پِرينءَ کي؟ اَندَر رِ ناهِ اُساٽَ؛
لوھُوڪا لَڪَنِ ۾، ويرِي مَٿي واٽَ؛
ڇَپَر ۾ ڇُونچاٽَ، ڏِنَمِ ڏُکوِيُنِ جا.

2

ڪَنھِن پَر رُئان پِرينءَ کي؟ پَچَرَ ناهِ پَچارَ؛
اَندَر رِ ٿِي آھُون ڪَرِيان، ڪاڙِي مَنجھ خُمارَ؛
گِريي جِي گُفتارَ، ٻِيءَ پَتِ ٻاروچَنِ ۾.

3

سُچَ وَسَندِي تن کي، جوش جَلايا جي؛
طالِبَ جي تحَقيقَ جا، نينهُن تنِين وَٽِ ني؛
تيڏِي پَسي ٿي، هُو تان آهي هيڪڙو.

4

پِيُون ڏيئي ٻَنِ کي، هَلِج پاسي هيڪَ؛
وَرُ نہ سَهي ويڪَ، تُون، تيڏِي! ٿِئايُون ڪرِين.

5

اَجا تُون اَواڻَ، واڻان پاسي ويسرِي؛
سُونهِين ٿِي سُواڻَ، نہ مَنجهان دِلِ دَڳُ لَهين.

6

پانهِين، پسِي پَٻُ؛ مَتان ڪام، مُنڌَ! ڏِئِين؛
اڳيان ڪَؤمَ ڪَٻُ، اِيُ قالِي آڏو ڪيچَ کي.

# سُر حُسيني

## داستان پهريون

1

لَڙُ مَ، لاڙائُو ٿيو، هَلي ڪَرِ همَٿَ؛
سِجُ سامُهون مُنهَن ۾، مَتان ڪَرِئين ڪَٿَ؛
سُپيرِيان جي سَٿ، ٻاڙهي سِجَ ٻالهہِ مِڙين.

2

اُلِهي سِجَ اَوِيرَ ڪِي، ڏِنائِين ڏونگَرُ؛
سَسُئِيءَ ڪي سَيّدُ چئِي، سُورَن جو سَمَرُ؛
ڪُنلِ رَکيو، ڪَرُ، ويچاريءَ وَڻڪارَ تي.

3

ويٺي مُون وِيو، لِڙي سِجُ لَڪَنِ تان؛
آئُون ڏُورِيندي ڪيتِرو، پَهڻ پيرُ پيو؟
سُورَنِ ساڻُ سِهو، اَچي ٿِيُمِ، جيڏِيُون!

4

سَرَتِيُون! سُڄي سُڃَ، مَتان ڪا مُون سين هَلي؛
پاڻي ناهِ، پَنڌُ گهڻو، اڳيان رائو رُڃي رُڃَ؛
مَتان مَرِي اُڃَ، ڪا ڏِئي پارا تو پِرينءَ ڪي.

5

پَنڌِ نه پيرون، اوڏيءَ چَڪَ نه چِميا؛
پويون هِيُ پيرون، نينهن نِباهي هَليا.

6

سُڀيءِ ڪا تنوارَ، ڪِي هُنئين نِي هَٿَ ڪَٽِين؛
سوين رُليُون سَسُئيون، هوتاڻِن هزارَ؛
پاروچاڻا پارَ، توڙان تَرسُ نه سِڪيا.

## داستان پيو

1

ڪِي ڏَرَتِي، ماءِ! ڪِي جَرَ سَندِي سَڄَڻِين؛
هَلي ۽ واجهاءِ، پِنين جيرَنِ وچَ ۾.

2

مَٿيان مَٿي مَچُ، ٻَرِيمِ ٻاروچَنِ جو؛
مُون کي طَعنا تي ڏِئين، جئَن نہ پَرُوڙِئين سَچُ؛
اَمڙِ! اوري اَچُ، تہ سِٽَ سُٽائَنِ سُورَ جِي.

3

مَٿي مَنجهانِ مِينهُن، پَسو! پاٽيءَ جئَن وَهي؛
مُون پانيو نِينهُن، ڄِيُون جيري سَندِيُون.

4

منجهان مُنهنجي رُوحَ، جي وَجي ساجَنُ وِسِري؛
تہ مَرُ لَڳي لُوهَ، ٿَرَ ٻاپيهو ٿِي مَران!

5

پِهي ڪامَ پڃاءِ؛ اَمڙِ! مُنهنجي آسِري؛
ڏِئي لَتَ چَرخي کي، پُوڻِيُون پاٽيءَ پاءِ؛
ڪَتِيُمِ جنهِين لاءِ، سو ڪوهِيارو ڪيچِ وِيو.

6

ڪوءِ هاڙهو! ٻَنِ هوتُ! ڪوءِ پُنهون، ٻَنِ پرِيَنءُ!
مادَر! مُون مَوتُ، پَسَڻان پرائيو.

7

ڪوءِ ٻولِي! ٻَنِ ٻَروچُ! گهورِي ذاتِ جَتَنِ جي!
مُون ڪي چَئِي ”لوچُ“، پيهي وِيا چَپرين.

8

جِنَ جِنَ تَنِي ڏِينهُن، تِنَ تِنَ تاڻي پَنڌَ مِ؛
ڪو آ ڳانڍاڻو نِينهُن، ٻانڀِڻِ ٻاروچَنِ سين.

9

جان جِئَين تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ري؛
تَتِيءَ ٿَڌِيءَ هَلُ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي.

10

تَتِيءَ ٿَڌِيءَ ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي؛
مَتان ٿِئي اُونداهِ، پيرُ نہ لَهين پرينءَ جو.

## وائي

شاديءَ جو سِينگارُ، آيَلِ! مَرَڪُ مُنهِجو مُون پِرِين.

آهي ڳَهُ ڳِچِيءَ جو، ڏِئي هالورا هارُ؛

آهي اُڳهاڙِين ڪِيءَ جانِبَ جو جنسارُ؛

آهِئين ڪاجُ ٻُڪِيَنِ جو، تُون تان طَعامُ تيارُ؛

اَعليٰ اَچو عِيدَ ۾، دوسِتاڻو دِيدارُ؛

حُسْنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ڪَڪورِيو ڪوهِيارُ؛

سُجَ ڪَيائِين سُرَهِي، واسِيائِين وَڻڪارُ؛

ڇِپَرَ ڇاڻُون مُڪيُون، عَطُرُ ٿِيو آوارُ؛

ڪوڙيِين ٿِيا ڪيتِرا، نالي تان نِثارُ؛

سَدا صلابَتَ جي، گوِلي گِرِفتارُ؛

گهورِيان گهَرُ گهِٽِيءَ تان، اَچي جِئان آڌارُ؛

اَدِيُون! عَبْدُاللَطِيفُ چئي، مِليو مُون مَنٺارُ.

# داستان ٽيون

1

ڪو گُهمندي گهورُ، آئِمِ ٻاروچَنِ جو؛
ڇَڏِيندِيَسِ ڀَنڀورُ، هِنئُون هِتِ نه وِندُري.

2

ڀَنڀورَجَنِ سُکَنِ، مُون کي ساٿان ڪارِيو؛
هاٿِي ساڻُ ڏُکَنِ، تان ڪِي ڏُونگَرَ ڏورِيان.

3

پينَرُ! ڀَنڀوران، ڀَجو تان اُبهو؛
اَڳِي اِنَ ماڳان، سَرَتِيُن سُورَ پِرائيا.

4

پينَرُ! هِنَ ڀَنڀورَ ۾، دوزَخَ جو دُونهون؛
سَوارو سُونهون، پُڇِي پُورِج، سَسُئِي!

5

ڀَنڀوران اُجاڙُ، سَرَتِيُون! سَکَرُ پانئِيان؛
مُون سين تنهن پَهاڙُ، ڏُکان هَڏِ نه ڏوريو.

6

اُجاڙان پنہورُ، سَرَتيُون! سَڪرُ پانئيان؛
آرِياڻي اَتورُ، ڏِنمِ جتِ اکين سان.

7

پُلِيو سَپُ پنہورُ، جو پُنِيءَ هوتَ نہ هَليو؛
شَهرَ سُجاتو ڪِينَ ڪِي، آرِياڻي اَتورُ؛
ماڻِيو تنِين مورُ، ديکِيو جنِين دِل سين.

8

بُرو هو پنہورُ، جو آرِياڻِيءَ اُجارِيو؛
لاٿو سَپَ لوڪَ تان، هاڙهي ڏِٽِيءَ هورُ؛
چورِيُون چُرَڻُ سِڪيُون، پُنهون ڪَيائُون پورُ؛
آيو سو اَتورُ، جنهن ڏُکيُون ڏِکَ وِهارِيُون.

# داستان چوٿون

1

لَڄايا مُونهان، ساجُهرِ تي سيڻ وِيا؛
پِرِينِ پَنِهورانِ، سُڌِ مُنهنجي ذاتِ جي.

2

آئُون جي هُيَسِ هَڏُ، اَدِيُون! آرِيچَنِ جوءِ؛
ساٿَ لَڏِيندي سَڏُ، هُوندَ ڪوهيارا ڪَرِينِ مُون.

3

هُيَسِ جي سِياءِ، تہ ڪَيُمِ ڏُکُ ڏيرَنِ تي؛
اَدَبَ وچان اُنِ سين، ڳالهِ نہ ڪَيَمِ ڪاءِ؛
ذات مُنهنجِي، ماءِ! ڪَچو ٿِي ڪيچِيُنَ ڪي.

4

ساٿِي توءِ هَلَنِ، پَٿَرِ جي وارَ ڪَرِيان؛
جيڪُسِ ٻاروچَنِ، ڪو ڏِ نو عَيبُ اکِينِ سين.

5

ساٿِيُنَ سَٺِين نہ جاڳِين، پوءِ ڪُڄاڙِيان روءِ؟
اِيَ پِرِ ڪُپَرِ هوءِ، جنءَ هُو سانگِي، تُون سُمَهِين.

6

مُون سَڏِيندي سَڏَ ڙا، ساٿِي سَڏُ نہ ڏِين؛
وِلَهِيءَ جي وَٺاڻَ تي، توڏَ نہ تنوارِين؛
هيڏا هاچا ٿِين، بُري هِنَ پَنپورَ ۾!

7

ڪَهان، تان ڪيچانَ پري! وِهان، تان وَٺِ مُون!
پُلِي ڏورِيمِ پُون، عَبَثُ آرِيءَ ڄامَ ڪي.

8

ڪَهان نہ ڪيچان پَري! سُمهان تان سِرَ هيٺ!
ٻاروچي سين ڏيٺِ، جيڏِيُون! جيهِيءَ پَرِ ٿي.

## وائي

هوتَ! هوتَ! اي هوتا! ڏِينَدِيس ماهُ مِرُنِ کي؛
آئُون جَرا جِيُّ ڪَري.
ڏيئي باهِ پَنپورَ کي، آئُون آيَسِ تو ٻَري؛
آرياڻِي پُنهونءَ ري، مُون کي، سَرِتيُون! تان نہ سَري؛
جَندِي پايو جانِ ۾، ڏُکِي ڏُکَ ڏَري؛
آءُ اوراهُون، سَپرِين! وَڃُ مَ، پِيَّ! پري؛
مُون ڏِني، مُون وِسَهو، وِرچي تان نہ وري؛
ڏُکِيءَ جي ڏيکارِئين، ڏا ران مُنهَن مري؛
پيالي پِرِيُن جي، موهِيَسِ ميٺَ ڪَري؛
آرِيءَ جي عِشقَ جِي، مُون کي اَندَرِ آگِ ٻَري؛
توکي توءِ نہ چِڏِيان، جي وَجان پُونءِ تري؛
ڏَڙُ وِجَهندِيَس ڏُوڙ ۾، مَٿو ڏا رَ ڏَري؛
هَلَڻُ سُڻي هوتَ جو، ڏُکِي، پَسُ ڏري؛
پِرِين! ڪَڇَ پانهِنجيُون، اِکِيُون ٻاجَھ پَري؛
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، مَنَ ڪا مَهرَ ڪَري.

## داستان پنجون

1

ليڙَنِ لَنگهِه لَسَ، مانباڻيان مَٿي وِيا؛
وَ نِي وَرُ واٽَ ٿيا، پُنهون جامُ پَهَسَ؛
هُئا وَڏِي وَسَ، ٻاروچا ڀنڀورَ ۾.

2

چِپُون چَپَرَ کَتَي، ڀَهَڻَ پَتَرَاڙِيُون پانئيان؛
جتي رَهان راتِڙي، مِرُون مُنهنجا مِٿَ؛
سيڻَنِ جِيءَ سَهَٽَ، ڏُونگَرُ ڏوِلِي مُون ڏِيو.

3

مُسافِرَنئُون، ماءِ! وِره وِهايُمِ وِترو؛
اَچِي ٿِيَمِ اوچِتِي، تن سانگِيُنِ سين ساجاءِ؛
جِيجان! جهلَ مَ پاءِ، هِنئُون هوتَ هَٽِي وِيا!

4

ڪِيئَن اَڙاڻِيءَ پاندُ، پلئو پَرَڏيهِيُن سين؟
مَتيُون مُوڙهِيُءَ، سَسُئي! ڪَنُءَ ڪوهِيارو ڪانڌُ؛
رُلِي! پانئِيُءَ راندِ، ٻانيَڻِ! عِشقَ ٻَروچَ جو!

5

مُنهنجو پاڙيچَنِ، ڪَچو ڪونہ ڏِڪَيو؛
پاسي چَڙهِي پُنهونءَ جي، ذاتِ سَلِتي جَنِ؛
تيلان ٻاروچَنِ، نِدَرِ چِڏِي نِنڊ ۾.

6

حُسينِيءَ جي هاڪ، مادَرِ! مارِي آهِيان؛
ڏِينهان ڏورَڻُ ڏُکَ سين، راتِيان چِڪَنِ چاڪَ؛
ڊِجان پَرِ فِراقَ، مَتان پوئِم پِرِينءَ سين.

7

جيڪِي فِراقان، سو وِصالان نہ ٿِئي؛
اَچِي اوطاقان، مُون کي پِرِيُن پَري ڪَيو.

8

ڦِري آءُ، فِراقَ! مُونکي وِصالان وِچُ پيو؛
جي ٿي چِڪيمِ، سي پرِينءَ گڏجي پُورِيا.

## وائي

پُنهون پَريشانُ، بَرِ! بَرِ! نڪو خانُ نہ مانُ؛
هيءِ! هيءِ! حالُ مُنهِنجو.
مُونکي بُکَ بوتَن جي، ناقي پانئيان نانُ؛
شَهرُ صَحرا پانئيان، مُون ليکي مَيدانُ؛
رُئان ٿي رُجُنِ ۾، آرِيءَ لَءِ عُرِيانُ؛
پِٽيان مُنهُن پَسَڻَ لَءِ، هِتي ٿِي حَيرانُ؛
آهي آرِيءَ جامَ جو، مُون کي ڪارِي ڪانُ؛
ديوانِيءَ کي دِلِ ۾، سُورَن جو سامانُ؛
وِچِهِج پِڪَ پينارِ تي، پرِيمِ! ڪانئي پانُ؛
ڪَڏهِن ٿِيندو ڪيچَ ۾، مُنِهِءَ جو مَڪانُ؟
آهِئين، عَبدُاللَطِيفُ کي، اَگِيان تُون اَڳوانُ.

# داستان چهون

1

آيا آسَ ٺِيامِ، ٻاروچا ڀَنڀورَ مِ؛

ڀَسِي ڀَهَرَ ڀُنهونءَ جِي، نَنهَن سِيئَن نيڻ نَرِيامِ؛

گُوندَرَ وِسِريامِ، سُکَنِ شاخُون مُکِيُون.

2

ڏيکارِيُسِ ڏُکَنِ، گُوندَرَ گُسُ پِرِيَنِ جو؛

سُونهائي سُورَنِ، کِي هيکاندِي هوتَ سين.

3

سَؤ سُکَنِ ساٿي ڏِيان، سِرُ ڀِڻ ڏِيان سَٿِ؛

جي مُون مِڙِي مَٿِ، تہ وِرِهُ وِهايان هيکِڙو.

4

سُورَنِ سانگهارو، کَڏهِن تان کونَ کَيو؛

آيَلِ! اوپارو، ٻاڙودو ٻوڙَ وَهي.

5

لِڳُم ٻاڻ ٻَرُوچَ جو، ڪَرَها ٽِيا قَضاڪَ!
اَهُڪِي جا اُٺَنِ کي، سا مَيَنِ پوءِ مَ ماڪَ!
اَکِڙِينِ خوراڪَ، پَسَڻُ پَرڏيهِيُنِ جو.

6

ڏُکوِيُون ڏيهان، جيڪُسِ لَڏي ويئُون؛
هاڻِي ڪِنِ مُلانِ، پُڇان پِرِيُنِ خَبَرُون؟

7

مُٺِ مُٺِ سُورَنِ سيڪنهِين، مُون وٽِ وَٿاڻِانِ؛
پِرِيُون ڪَيو پِٺانِ، وَيا وِهائُو نِڪري.

8

پيڙهي پِيڙهي ٻَنڌُ، سُورائِيَ! سَندِ رو؛
ڪَيچَ اَڳاهُون پَنڌُ، مَتان لَڪَنِ سين لِڳِي مَرِين!

9

ڏُکَ سُکَنِ جي سُونهَن، گهورِيا سُکَ ڏُکَنِ ري!
جنِين جِيءَ وِرُونهَن، سَڄَڻُ آيو مان ٻَري.

# داستان ستون

1

پُڇَنِ سي پَسَنِ، جڏهن پِرينءَ کي؛
ڏورِينديُون ڏِسَنِ، اڱَڻَ عَجِيَنِ جا.

2

پُڇيو ئي، تان پُورِ؛ نات پُڇَڻُ هوءِ مَ پِرينءَ کي؛
ڏورَڻَ وارِيُون ڏُورِ، هَڏِ نہ آهِنِ هوتَ کي.

3

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَهان! شالَ مَ مِلان هوتَ!
مَنَ اَندَرِ جا لوچَ، مَڇُڻِ مِلَڻَ سان مانِي ٿِئي.

4

آئون ڏورِيَنءَ، شالَ مَ لَهنءَ! پِرين! هُئين پَري!
هَڏِ نہ ساهَ سَري، تَنَ تَسَلِّي نہ ٿِئي!

5

ڇَڏِيَمِ حُجَّ هَلَڻَ جي، ڇَڪِيَمِ چاڙهِيڪا؛
اَدِيُون! آڙِيڪا، هِنئڙي پِيَمِ هوتَ سين.

6

جيڪا ڪَندي سَنگُ، مُون جڻ ڀاروچَنِ سين؛
اَنگُنِ چاڙهي انگُ، رُئندِي سا رَتَ ڦُڙا.

## داستان اٺون

1

آتَڻُ اورانگهي وِيا، آئُون ٿي مَران، ماءِ!
پِٺُون ٿِيندِيَس پيرَ تي، 'هَيءِ! هَيءِ!' ڪَري هاءِ!
جِئڻُ مُون نہ جڳاءِ، پِرِيُن تان پاسو ڪَيو.

2

ڇاڙِي جي ڇاتومِ، تہ پوندو فلَقِ فِراقَ جو؛
اَڪَرُ اِرادَتَ جو، ڏُريائِين ڏوتومِ؛
پوءِ تان ڪونَ ڪَيومِ، هُوندَ ڪَشالو ڪيچَ ڏي.

3

ڏُکائيندِي ڏُونهَڙا، مُندَ! سيڻاني وَجُ؛
پِرِياڻُون مَ پَجُ، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِين.

4

چِچ مَ قَطاران، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِيِنَ؛
مَچُڻِ ٿِئين پُئان، وَڳَ واٿَ ئي نہ لَهِين.

5

پُڇِيوئِي جان دوستُ، تان پاسي ڪر پَرِهيزَ کي؛
جنِين ڏِنو هوتُ، تن ڏِينَ سَپِيئي دُورِ ڪيا.

## وائي

مُون کي چِپَرِ مَ چَڏِيجا، پارو چا! پَلَئِ لِڳي آهِيان.
چورِي چِنِي آهِيان، نِينهُن نِباهي نيجا؛
چورِي چَڏي چِپَرِين، ڪيچِي! ڪِيمَ وَجِيجا؛
پُنهون مُنهنجو آنَ سين، ساٿُ سلامَتَ نيجا.
مون تان وَڙُ وِجائِيو، ائِين پنهنجو وَڙُ ڪَريجا؛
جوڳِيڪو ويسُ ڪَري، سِگهَڙِي سارَ لَهِيجا؛
آرِياڻِي! عَبدُاللطِيفُ چئي، مُون تي وَهِلو وَرُ ڪَريجا.

# داستان نائون

1

ڪاتِيءَ تان نہ ڪَنهِين، مَنُ وِجُهلَڻ وَڏِيو؛
مارِيَسِ سُورَ تَنهِين، جو نہ جِئاري، جيڏِيُون!

2

جِيءَ مُنهنجو جَنِ، اَنگڙِيارو وَڏِيو؛
پُڄاڻا پِرِيَنِ، سِبانِ، سَڄو نہ ٿِئي!

3

روءِ وِسائي راندِ، پَہَ پُرُوڙِج ساٿَ جا؛
هوتَنِ سين هيڪاندِ، هُيَمِ ٻاٽي ڏِينهڙا.

4

رُئَڻُ ۽ راڙو، مُون نِماڻِيءَ جي نِجُهري؛
ڪُنَلِ ڪي قَلبَ ۾، قُرب جو ڪاڙهو؛
هوتَنِ لَءِ هاڙهو، رِجائيندِيَسِ رَتَ سين.

5

روئِي ڪَندِينءَ ڪوهُ؟ هاڻي ڪو هوتُ وَري؟

جيڏيُون! جيڏوئِي ڪَيو، ساڻُسِ سيڻ سِتوهُ؛

ڊوهِي اَٿيان! ڊوهُ، مَتان ڪا مُون سين ڪَري!

6

ڪاڻِيءَ مَ ڪانيو، مُنِيءَ مَنگرُ مَ ڏِيو؛

هيڪَڙَ اُجهايو، ڏيئي ٻُرَ لُهارَ جِئَن.

7

تُون جي ڪالَهه مئِي، ته ڪالَهه ئِي ڳَڏِينءَ پِرِينءَ کي؛

ڪَڏَهن ڪانَ سُئِي، ته ڪا سَگِهي ڳَڏِي سَڄَڻين.

8

اَڳِي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارَڳَ ۾!

مَٿي پوءِ پِريان، خُونُ مُنهنجو جيڏِيُون.

9

مَرُ، مَٿا ڏيئِي، پُنهونءَ ڪارَڻِ پَٻَ ۾؛

ته سَرَتِيون سپيئِي، واڪاڻِنئِي وِنيُون.

# داستان ڏهون

1

واڪِيو واڪِيو وِڪ، پاٻوهِيو پيرُ ڪَٽي؛
سي نہ چَڙهندِيون ڏِڪَ، موڙي پيرُ، مَرَن جي.

2

وِجُهہ وَڏَندِي وِڪَ، مَچُڻِ لِڪ لَڪائيين؛
ڏُڪُ تِنين کي ڏِڪَ، حُبُّ جِنين کي هوتَ جو.

3

واڪو هَڏِ مَ لاهِ، سَڏِنِ مَٿي سَڏَ ڙاءِ
مانَ تُنهنجِي ڪاءِ، سَگِرِ مِ سارَ ٿِئي!

4

سُورَنِ سانديياسِ، پُورَنِ پالِي آهِيانِ؛
سُڪَنِ جي، سَيَّدُ چئي، پُکي نہ پِيياسِ؛
جيڪسِ آئُون هُياسِ، گُرِي گُوندَ رَ وَلِ جي.

5

ڪِينهي طالِبَ تاتِ جاءِ نہ تہ آهي تاتِ تِيارُ؛
ڏورِيان پيو ڏُڪارُ، گهورِندَ ڙَڪَڻي وِيا.

6

ڪنهن جنهن نِينهَن نَنڌاهُ، جي مُون واجهائيندي نہ وَرو؛
جيڪِي مُئي ڪنداهُ، سو جانبَ! ڪَرِيو جِئري.

7

مَتان ٿِئين مَلُورُ، ڪِينَ اڳاهون آهِيان؛
ڏِسَڻ ۾ ڪَرَ ڏُورُ، حَدَ پِنِين جي هيڪِڙي.

## داستان يارهون.

1

جِنُ اُتِنِ آرِيءَ جامَ، اُنَ تان اوڻِيُن نہ ڪِيو؛
ٻڙڪِي ٻاهرِ نِڪِتِي، ڳاڏرِ مَنجهان ڳامَ؛
ساهُ ڏِنائين سامَ، سُتِي سَڳَرَ پِٿِين.

2

لَڪِيُون! آن لَڳا، ڪي پلءَ پاندِيَڙَن جا؟

توهان گَهٽِيرو، ماءِ! رُوندا اُوءِ رَتُ وِيا.

3

ڏوٿِيُنِ چَيُس ”ڏُورِ، ڪيچُ اڳاهُون پَندُ ٿِيو“؛

پاٽا چَڙهِي پُورِ، وِڪَ وِڌائِين وِتِري.

4

سَسُئِيءَ جي سِرِيءَ سان، ڪيچَ ڏَٽِي ڪاندِي؛

پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي، مُنڌَ هُئِي ماندِي؛

لَڪَنِ تان لَطِيفُ چَئِي، آرِياڻِيءَ آندِي؛

پُنهونءَ پيراندِي، نماڻِيءَ نَصِيب ٿِي.

5

هيءِ ٿو وِجي هوتُ، آئُون ڪِ اڳيرِي ٿِيان؛

مَتان چوءِ بَلوچُ، ”ڪَميڻِيءَ مان ڪِينَ ٿِيو“.

6

ڪَمِيڻِيُن هَٿان، ٿِين مُورائِين مَدِيُون؛
تُون ڪَر پاڻَ وَڙان، موٽُ سَباجها سُپِرِين!

7

نَڪِي ٿِيان سَڱ ۾، نَڪِي سڱِيڻِي؛
آهِيان ڪَمِيڻِي، ذاتِ ٻَروچِيءَ نہ جُڙان.

8

ڪيچ ۾ خَبَرَ هوءِ، هِنَ مُنهنجِي ذاتِ جي!
مَتان پُنهونءَ پوءِ، لَڄَ مُنهنجِي لوءَ ۾!

## داستان ٻارهون

1

ڏِٺان جي ٻَروچُ، مُون جنءَ هوتُ اکِين سين؛
مُون کي چَيان "لوچ"، پاڻا پيئِيُون چَپَرِين.

2

’ووءِ! ووءِ!‘ ڪَندِي وَتُ، مَڇُڻ ’ووءِ!‘ وِسارِئين!

پاڙِي هار مَ پَڌِ رو، روءُ مَنجهان ئي رَتُ؛

صَبُرُ وڏو سَتُ، سِگها ميڙِي سُپرِين.

3

ماڻِ مارينديَءَ پرينءَ جي، مَڇُڻ، رُئين رَت!

چورِي! ڇَڏِ مَ سَتُ، هِمَتَ هوتُ وِجائيو.

4

جَڙَ جِرَي جن سين، مُئَي پڻ سين تَنِ؛

جي هِتِ نہ هوتُ پَسَنِ، سي ڪَنهن پَرِ ڪيچ پَسَندِيُون؟

5

اَوجَهڙِ وَتان آنءُ، پِيُون سَڀِ سَگَرِ ساڻَ جي؛

جا نِينهَن ڳِنهَندِي نانءُ، سا مُون جِئَن پوندِي مامِري.

6

ٻَڌو ڪَنهن ٻَنڌاڻِ، هِنئُڙو هوتاڻِيءَ سين؛

ڪا جا پِيِسَن ڪاڻِ، نِيبِرِيانس، نہ نِبرِي!

7

ڏُونگَرُ ڏِنا نُونِ، مُون پارِڪُو پُڇيا؛
هيڪِلِيُون هَلَنِ جي، سي تاڪُنِ سَندِي تُونِ؛
اِي اَهُڪِي پُونِ، سُونهَن رِءَ نہ سُڻِي.

8

لَڪِين لوڙائُون، سَهَسين آهِن سُجَ ۾؛
بَرَ ۾ بورائُون، ڪَڻُ پيادِي! پاڻَ سين.

9

نِينهَن مَ نالو ڳِنُّ، پِرِيَنِ پيرَ پِيا؛
سُورَن ساڻُ مَ چِنُّ، وِرهُ وِهائِجَ وِترو.

10

سَجَڻُ ڏِنو جَنِّ، تن ڳِچِيءَ سِرِ ڳَهُ ڪَيو؛
پِيُون ڪوهُ ٻُجَهنِّ، قَدُرُ ڪِيمِيا اِنَ جو؟

11

هارِي! هِنئُون مَ لوڏِ، سُڪَنِ پَوَندِينءَ، سَسُئِي!
ڪوهِيارو تو ڪوڏِ، اَچي ڪَرَهَ قَطارِيو.

12

حُسينِي حُسينَ لَءِ، بِبِيءَ پاڻَ چئُيِ؛
تهان پوءِ ٿئُي، خَبَرَ بِي خلقَ کي.



# سُرُ لِيلا چنيسر

## داستان پھريون

1

داغ تُنھِنجو دائما، ماري مَعذُورين؛
سائينءَ ڪارَڻِ سُپرين! وَڃِج مَ ڏُورين؛
آءٌ تو حُضُورين، مَٽِيو وِجھان مَچَ ۾.

2

مَٽِيو وِجھان مَچَ ۾، ھائِيءَ ھِٽِي ھارُ؛
سوپِي! سُڪُ سيّدُ چئي، ڪَرِئين ڪوهُ قَرارُ؟
راجا رِيساٽو گھٽو، سَناٽو سردارُ؛
چوڏِس چَنيسَرَ ڄامَ جو، ڏيھان ڏيهِ ڌڪارُ؛
ناڪُرُ اِڪِين ناُرُ، مَٽِئي تي ٿِي مَنِٽِين!

3

چَنيسَرُ چوَرَنگُ، ٻِرَنگو لوڪُ پِيو؛
تنھن سين چِنيو سَنگُ، وَڃِيو ھارَ ھَٿُ چُھِين!

4

مَٺِي تي موهِجي، مُوڙهِي ڪَيُءِ مَرڪُ؛
چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، وِڏو تو فرَقُ؛
وَرِي ويو وَرَقُ، آيُءِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

5

مَٺِي مَٺي جي هُئا، تن چَٺِن ڦيرِيُمِ چٺُ؛
هارُ ڪَنَدِيَسِ هوڏَ ۾، نيبَهُ ٿيندُمِ نٺُ؛
ڪوُنرُوءَ جو ڪرِتُ، مُونهان مَٺاهُون ٿِيو.

6

مَٺِيو ناهِ مَٺِيُون، جو تُون پَسِي هارُ هِرڪئِين؛
اَصُلِ آهي اَڳِهِين، سَندِيُون ڪُوڙَ ڪَٺِيُون؛
اِنَ گهوڙَنِ هَنئِي گهِٽِيُون، دوسَنِئان دُورِ ڪَيون.

7

تو جو پانيو هارُ، سو سُورَنِ جو سَگُرو؛
چنيسَرُ چٺُ ڪٽي، ٿِيو پورِهِيَتِ جو پارُ؛
اَوَٽت جو آچارُ، ڪانڌ ڪَنهِين سين مَ ڪَري.

8

نہ ڪي ھو ٻانهَڙيُن ۾، نہ ڪي ڳِر ھُئومِ؛
نہ مُون، سِينڌِ نہ سُرمو، نہ سِينگارُ ڪَيومِ؛
تيلانہ ڪانڌُ سَندومِ، رُکو ٿئي رَءِ ڪِڙيي.

9

سونا ڪُرَّ ڪَنَنِ ۾، ڳِچيءَ ڳاڙھا ھارَ؛
ٻانھُوتا ٻانھُن ۾، سِينڌِ سَٽيا وارَ؛
تيلانہَ پِيَّ پَچارِ، ڪانڌَ مُنھِنجي چَڏِئي.

10

اُو ڏِمريو ڏِسُ! حِيلو ھُنھَنِين ھارَ جو؛
سُٺو سَپ سَرَتِيُون! وَرُ نہ ڪَنھِين وَسِ؛
دَعَوىٰ پَھرِئين دَسِ، پَڄيو ٿو پورا ڪَري.

11

پُوچا ڏِنَمِ پيرَ، ڍَڪَڻَ مٿي ڍول جا؛
مون پانيو تَنھِن ويرَ، ڪوجِھي ڪَندو پَريئِڙي.

12

سَوَڙِيِن سُتَڙِياءِ، پَکو سَهُو وِلا رِيو؛
چَنيسَرَ ڪانڌاءِ! تان مُون هِئَن نه پائِيو!

## داستان پيو

1

ڙِڪي پَسِي ٿوڪَُ، تِرڪِي تَڪَبُّرَ ۾ پئي؛
اَچيو اَچيو، ”اَگِلِي!“، چَئي لِيلا کي لوڪَُ؛
اندَرُ اوپالَن سين، ساڙِي ڪَيائُونس سوڪَُ؛
بالاپَڻَ جو ٻوڪَُ، وِيو ويچاريءَ وِسرِي.

2

هُئَينءَ نه گهڻو هُوشِيارُ، ڪَلَ ٻه هُيَيءَ ڪانڌَ جِي؟
تو پانيو موچارِي ٿيان، ڳِچيءَ پائي هارُ!
ڪانڌَ ڪُوڙيءَ جو نه وَڻي، سَئِين پَتِين سِينگارُ؛
وَهَمَ لَهي وِينجهارُ، ڏِلِيُون پَرکي داسَڙو.

3

وڏيري هُياسِ، ميڙو مُون گهرِ سَرَتيين؛

هَٿ ڇُهَڻ هارَ جي، ڪَڙيي ڪانڌَ ٿِياسِ؛

ڊولي ڊِيلياسِ، آئُمِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

4

وَڏيرِي هُياسِ، ڇَنيسَرَ جي راڄَ ۾؛

ڏُهلِين دَمامين، نَفرين، ٿي پَلپَل پُڇياسِ؛

ڊولي ڊِيلياسِ، ٿِيَس ڏُهاڳِڻ ڏيهَ ۾.

5

وَڏيرِي هُياسِ، ڇَنيسَرَ جي راڄَ ۾؛

دائيين، ٻائيين، دَرِبانَنِ، پَرِ ۾ ٿي پُڇياسِ؛

ڏُهلِين دَمامين، نَفرين، ٿي وِچَ ۾ وهارِياسِ؛

هُيَسِ دادُلي دوسَنِ جي، ڪَٽي هَلڪِي هارَ ڪَياسِ؛

نِنهان پوءِ ٿِياسِ، ڪانيارِي ڪانڌَ جي.

6

هُيَسِ هِندورَنِ ۾، پيِيَمِ ڪانهَ پَرُوڙَ؛
مَٽِئي سَندي مامِري، ڪوجهي وِڌَيَسِ ڪُوڙَ؛
سامُهان ٿِيَمِ سُورَ، وِيو وِلُٽي وَلَهو!

7

لِيلا! جِمَ لَڪائِين، چَئَي چَنيسَرَ ساڻُ؛
وَرَ سين وِڙِهيو اُٿِئين، مُوڙِهي! مُٺُءِ پاڻُ؛
پوري! ڪَيُءِ پاڻُ، تي آيُءِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

8

لِيلا! پُورِي نہ پَئِين، چَئَي چَنيسَرَ سانُ؛
تو جو پانيو پانهِنجو، سو رِيساٽُو راجاڻُ؛
پاٽان ڏا رَ پِرياڻُ، ڪانڌَ ڪَنهنجو نہ وَٽي.

9

چَئَي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! تُون مَ لڪاءِ؛
دوسُ تُنهِنجو داسڙو، ڪانڌِ وَڏِيائي ڪاءِ؛
نہ ڍولو ڏَڪ سَندِياءِ، عَينَ ڪي آڏو پَئي.

10

چَئَي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! تُون مَ لکاءِ؛
اِيُ ڪانڌُ ڪَنهِجو نه ٿِئي، نه ڪا مُون نه تُون؛
رُئندِيُون ڏِنيون مُون، اِنَ دَرَ مَٿي دادلِيُون.

11

لِيلا! حِيلا ڇڏِ، جي تُون سوپِي! سِڪئين؛
پائي پاندُ ڳِچيءَ ۾، پارُ غَرِيبيءَ گڏِ؛
هَڏِ نه چَوَندُءِ لَڏِ، جي ڪارُون آڻئين ڪانڌَ ڪي.

## داستان ٽيون

1

چَنيسَرَ سين چاڳُ، مَتان ڪا مُنڌَ ڪَري؛
جان مُون پوءِ پُرُوڙِيو، ته هِيُ نه ماڻي ماڳُ؛
ڏَمِريو ڏُهاڳُ، سِڪهو ڏِئي سُهاڳِڻِيين.

2

چَنيسَرَ سين چاءُ، مَتان ڪا مُنڌَ ڪَري؛
ڪانڌَ ڪَنهِين جو نہ وَٽي، گِيرَبُ ۾ گاءُ؛
جي ٿِڙي ٿورَ ڙِياءُ، تہ دوسَ دَسائي داسَڙو.

3

سَپِيئِي سُهاڳِڻِيُون، سَپِني مُنهَن جڙاءُ؛
سَپَ ڪَنهِين پانيو پاڻ کي، تہ اِيندو مُون گِرِ راءُ؛
پينو تَنِ دَراءُ، جي پَسي پاڻُ لَڄائِيُون.

4

اَوَگُڻ ڪَري اپارَ، تو دَرِ آيَس داسَڙا!
جِنَ تو رُسَڻَ سنديون رُوحَ ۾، تِنَ مون پيئِي ناهِ پَتار!
سائِڻَ لِڪ، سَتارَ! ميٺِ مَدايُون مُنهِنجيُون.

5

جي مُون مُوڙهِي مَتِّ، تہ تُون پاڻُ سُڄاڻِج سُپِرِين!
اصُلِ اَوايِنِ جا، عَيبَ ڍَڪِئين تُون اَتِّ؛
اِيَ، پِرَ! تُنهنجي پَتِّ، جِنَ وِلهِيُون ڍَڪِئين وَلَها!

6

ڪوڙين تُنھنجُون ڪامِڻِيُون، تون ڪوڙِيَن سَندو ڪانڌُ؛
مُون ڪي چَڏِ مَ داسَڙا! تہ وَيجان نہ وِڇِاندُ؛
مون ڳِچيءَ ۾ پاندُ؛ تون چنيسَرَ! ھَٿ ۾.



# سُرُ مومل راڻو

## داستان پهريون

1

ڪالھہ گَڏِيوسُون ڪاپَڙِي، بابُو بيڪاري؛
سامِيءَ سيلو سِرَ تي، مالا موچارِي؛
ڏيئي ڏيکارِي، ڦَٽي دِل فَقِيرُ وِيو.

2

ڪالھہ گَڏِيوسُون ڪاپَڙِي، جَهِڙو ماهُ مُنِيرُ؛
فَيضُ، فِراقُ فَقِيرُ، جوڳِي جاڳائِي وِيو.

3

ڪالھہ گَڏِيوسُون ڪاپَڙِي، پَهَرَ سِجَ کان پوءِ؛
پَسو سُونهَن سامِيءَ جي، رَتَ وَرنو روءِ؛
جو مُنهِن مُومَلَ جي پوءِ، موٽِڻُ تَنهِن مَسَ ٿِئي.

4

ڪالهہ گَڏِيوسُون ڪاپَڙِي، ٻاٻُو ٻانَ ٻَرِي؛
سائِي سالَ ڪُلَهنِ ۾، سامِي سونَ سَرِي؛
خَبَرَ ڏِي ڪِرِي، ڪا مُومَلَ جي مَجازَ جي.

5

ٻيڪارِيءَ ڪي ٻَرَ ۾، وِيو ڪَيفُ چَڙهِي؛
ڳالِهيُون ڪَندي ڪاڪِ جُون، ڳوڙها پِيَسِ ڳَڙِي؛
ڪا جا اَنگَ اَڙِي، جنِ چُنّا ڦَٽَ چُڙِي پيا.

6

سَجُّ سُپاٽِي جا ڪَري، سامِيءَ سائِي رُوءِ؛
اَچي ٿِي عَطُرَ جي، مَنجهان مُڪَڳُ ٻُوءِ؛
سا ڏيکارِيهُون جُوءِ، جِئان لاهُوتِي لَعلُ ٿيو.

7

جوڳِيءَ تي جَڙاءُ، نِسورِوئِي نِينهَن جو؛
پِتَنگَ جِنَ پيدا ٿِيو، سامِي سَجَّ وَڙاءُ؛
آيو ڪاڪِ تَڙاءُ، ڪُنوارِنِ ڪَڪوريو.

# داستان پيو

1

آءُ لانگوٽِيا لالَ! ڪَنهِن پَرِ ڏِنيُءِ ڳُجَرِيُون؛
آبُ اَرتو اَکِيِين، لُڙڪَ وَهائِيين لال؛
ڏِنَءِ جي جَمالَ، سامِي! ڪُهُ نہ سَلائِيِين؟

2

ڳُجَرِ کي ڳَجميلَ جُون، تارَنِ ۾ تَبَرُون؛
هٽي حاڪِمَنِ کي، زورَ پَرِيُون زَبَرُون؛
ڪاڪِ ڪَنڌِيءَ قَبَرُون، پسو پَرَڏيهِنِ جُون.

3

ڳُجَرِ گاروڙِيُن، اَچيو اَڏِي اُپِيي؛
مَٿان پيئَي تِنِ، ٻَڌا ٻاڻَ هَٽَنِ جي.

4

مُومَلَ ماري مِيرَ، آهيڙِيُن کي آڪَري؛
سودِيءَ گهٽا سَڪائِيا، پَڙهِيا پَٽَ پِيرَ؛
هَٽي تِنِ کي تِيرَ، مَٽِيو جن مَٿِ ۾.

5

جوڳيءَ جاڳائي، ماري وِڌو مامِري؛
لَنؤ لُڏُوٽي ڪَنڌِين، اَميو آهي؛
وَيو جي ڪاهي، تہ نِڪُون پَسو نينهَن جُون.

6

هَلو، هَلو! ڪاڪِ تَڙِين، جتي نِينهَن اُچَلَ؛
نہ ڪا جَهلَ نہ پَلَ، سَپُڪو پَسي پرِينءَ کي.

7

هَلو، هَلو! ڪاڪِ تَڙِين، جتي گهَڙجي نِينهُن؛
نہ ڪا راتِ نہ ڏِينهُن، سپڪو پَسي پرِينءَ کي.

8

هَلو، هَلو! ڪاڪِ تَڙِين، چَرُو جتِ چَڙهَنِ؛
ڪوڙين رَنگَ رَچَنِ، پانوڙِيءَ پَڪَ سين.

9

آڪُون، ڏاڪُون، سِرَڪَنڊَ شاخُون، جِتِ چَوڪا چَندَنَ ڪَؤنرَ؛

مَيي سيئُي ماڙِيا، جِتِ نہ پِرَنِ پَؤنرَ؛

ڪُنوارِيُون ۽ ڪَؤنرَ، ڪاھِ تہ پَسُون ڪاڪِ جا.

10

چَڙھِيا چارَئِي يارَ، سُوڏا شِڪارِيِ؛

فِڪِرَ ساڻُ ڦِٽِي ڪِيِ، سوڍِي سوپارِيِ؛

وِيا ڪاھِيندا ڪاڪِ ڏِي، جِتِ مُومَلِ موچارِيِ؛

موٽِيا نہ مارِيِ، ڪَؤنرَ لَتاڙِي ڪاڪِ جا.

## داستان ٽيون

1

جَھِڙا گُلَ گُلابَ جا، تَھِڙا مَٿِ وِيسَ؛

چوٽا تيلَ چَنبيلِيا، ھاھا! ھُو! ھَميشَ؛

پَسيو سُونھَن سَيِّدُ چئي، نِينھَن اچِن نيشَ؛

لالَنَ جي لِبيسَ، آتَڻِ اَڪَرُ نہ اُجَھي.

2

جَهِڙا پانَ پَنَّ، تَهِڙيون سالُون مَنِ سائيون؛
عَطُرَ ۽ عَبِيرَ سين، تازا ڪَيائُون تَنَّ؛
مَڙهيا گهڻو مُشڪَ سين، چوتا سارُ چَندَنَّ؛
سُنهَنِ رُپي سونَ سين، سَندا ڪامَڻِ ڪَنَّ؛
ڪَيائين لال لَطِيفُ چئي، وڏا ويسَ وَرَنَّ؛
مَنجهِ مرڪيَسِ مَنَّ: ”سوڍي سين سَڱُ ٿِيو.“

3

سونَ وَرِنيُون سوڍِيُون، رُپي رانديُون ڪَنّ؛
اَگَرَ اوطاقُنِ ۾، ڪَٿُوريون ڪَنُّنّ؛
اوتِيائُون عَبِيرَ جام، مٿي طاق تَڙَنّ؛
پاڻَنِ پيلون پَڌِيون، پَسِيو سُونهَن سَڙَنّ؛
ٿِيا لاهُوتي لَطِيفُ چئي، پَسَڻَ لَءِ پرِيَنّ؛
اِجهي ٿا اچَنّ، ڪاڪِ ڪَڪوريا ڪاپَڙِي.

4

گُجَرِ گهَٽا گهائيا، پاٽا لَڳُسِ گهاءُ؛
مينڌَ ري مُلاءُ، لڳِسِ ڪانُ ڪَپارَ ۾.

5

رُوءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سَپِنِ سُونهَن؛
لاثائَين لَطِيفُ چئي، مثان دِلِيُن ڏُونهَن؛
ڪانهي ٻِي وِرُونهَن، ٿِيو مِڙوئِي مينڌِ رو.

6

ڪاڪِ نہ جَهلِيا ڪاپَڙِي، موهِيا نہ مَحلَنِّ؛
ٻاُنِ ۾ ٻانهِيُنِ جي، ٻَنڌَنِ ڪِينَ ٻَجَهنِّ؛
لکين لاهُوتِيِنِ، اَهِڙِيُون اورِيان چَڏِيُون.

7

ڪاڪِ نہ جَهلِيا ڪاپَڙِي، موهِيا ڪَنهِن نہ مالَ؛
سوڍِيُون سِجهائي وِيا، هَهِڙا جَنِين حالَ؛
جي چورِيُن ڏِنا چالَ، تَپِ لاهُوتِي لَنگهي وِيا.

# داستان چوٿون

1

شَمَعَ ٻاريندي شَبَّ، پِرِهَ ٻاڪُون ڪَڍِيُون؛
موٺُ، مَران ٿِي مينڊِ را! راڻا! ڪارڻِ رَبَّ؛
تُنهِنجِيءَ تاتِ طَلَبَّ، ڪانگَ اُڏائِمِ ڪاڪِ جا.

2

اُڀي اُڀارِيامِ، نَڪَٿَ سَڀِ نِئي وِيا؛
هِڪُ مَيو، ٻيو مينڌِرو، سَڄِي راتِ سارِيامِ؛
ٻوڙها ٻَلِ ٻاڙِيامِ، سُورَجَ شاخُون ڪَڍِيُون.

3

ڪَتِنِ ڪَرَ موڙِيا، تيڙُو اُڀا تِيئِي؛
راڻُو راتِ نه آئِيو، وِيلَ ٽَرِي وِيئِي؛
ڪوءِ سا ڪاڻِي رانڙِي! پرِيُن ري پِيئِي؛
مُون کي ڏَنءُ ڏِيئِي، وِڃِي ڍولو ڍَٽِ ڦَرا رِيو.

4

راڻو ڪا راتِ ويو، ٻُجِهي ڳالهہ ڪَري؛

سودي رِءَ، سَرتِيُون! هَڏ نہ ساهَ سَري؛

وَڃِي، مانَ وَري! آسائِتي آهِيان.

5

سودي سُتي لوءِ، ڪا جا مون سين ڳالهہ ڪَئي؛

سا جي پَڌَرِ پوءِ، تہ سَرتِيُون ڪانہ سُمِهي.

6

راڻا! تُنهِنجي راهَ تي، ڏيهاڻِي ڏيڪان؛

راڻي جِيءَ رِهاڻِ جُون، رُوحَ اندَرِ ريڪان؛

مُحَبَتَ جُون ميڪان، تو سين، لالَ! لَپيٽِيُون.

7

آءُ، راڻا راحَتَ! ڏاجَ ڏَرِتِيءَ جا ڏِٺِي!

سِڪَن ثِيُون سُهاڳِيُون، سودا تُنهِنجي سَٿَ؛

مون تان لاهِ مَ هَٿَ، ڪامِلَ ڏِٺِي ڪاڪِ جا!

# داستان پنجون

1

سَڱُ ڪري سين سِينهَن، ڪَنڌُ مَ ڦيرِج ڪيڏَهِين؛
رَمِج راڙي پُٽِ مِ، نِرتُون مَنجهان نِينهَن؛
اِنءَ مَ وَسج عامَ تي، جِئَن مُومَلَ! وَسَنِ مِينهَن؛
سندي حَشَرَ ڏِينهَن، سوڍو سارِيندِنءَ گهٽو.

2

جا پُون پيرين مُون، سا پُون مٿي سَڄڻين؛
ڏِگَ لِٽبا ڏُوڙِ مِ، اُپي ڏِٺا سُون؛
ڏِينهَن مَڙيئي ڏُون، اُٿي لوچ لَطِيفُ چئي.

3

راڻو پانيو رانڊِ، ڪِئَن وِڙُ رائِيين؟
وَرُ وِڏُوڙو اِيهين، جِئَن پَرُ پُڄتوءِ پانڊِ؛
هيءَ! پِيَکِيءِ هيڪانڊِ، سوڍو سارِيندِنءَ گهٽو.

4

ڪاڪِ ڪَڙهِي وَڻ وِيا، جلِي مُنهنِجي جانِ؛

رَڪِي ڪامَ ڪِنِڪيو، مارِيَس تَنهِن گُمانَ؛

هَڏِ نہ جِيان هاڻ! سِگهو موٽِج سُپرِين!

5

ڪاڪِ ڪَڙهِي وَڻ وِيا، بَرِيا رَنگ رَتولَ؛

تو پُڄاڻا سُپرِين! هِنئَڙي اَچَنِ هولَ؛

جي مون سين ڪِيَءِ قولَ، سي سِگها پارِج، سُپرِين!

6

حال قُربانُ، مالُ قُربانُ، گهورِيان لُڏاڻُو؛

فِدا ٿِيءَ فقيرِ جو، شَلَ رُسي مَ راڻُو!

مُيَن سين ماڻُو، مُناسِبُ نہ، مينڌِرا!

# داستان چھون

1

نہ وارِثُ نہ وَلھو، نہ سَڱُ، نہ سِياڪو؛
تو پُڄاڻا، سُپرِين! آئِمِ اولاڪو؛
پانڌِيا! پاراپو، ڏِجانءِ ڍاڻِيءَ ڍولَ کي.

2

ڪَرَھو ڪَمِيٽِيءَ تي، سودا! وارِ، سُڄاڻَ!
ڪُهُ ڪَرِيان ڪاڪِ کي؟ تَنَ توھِين ڏي تاڻَ؛
لاھي غيرَ گُمانُ، اکِڙِ آءُ اُڪَنڊِيين.

3

اکِڙِ آءُ اُڪَنڊِيين، پرچِي پِيارا!
پَلَڪَ پَراھُون نہ سَھَنءِ، جِيءَ جا جِيارا!
نِينھان نيزارا، سَچِ، نہ مانَ سُورُ لَھي.

4

پَسُ توشَڪُون، تَڪِيا، سيئَي وِهاڻا؛
پَسِيو هَندَ ، پَچي هِنئُون، جي حَبيبَنِ هاڻا؛
هِڪُ ڏُنگا ڏاڏاڻا، پِيو موٽِيو تان نہ ميندِ رو.

5

سودا! سُورَ سُڪائُيون، اَکِيُون آبُ نہ ڪَنِّ؛
راتي جِيءَ رِهاڻِ ڪي، وِرُوٽِيُون وَجَنِّ؛
سي ڪِئَن، ميندِ را! مَچَنِّ؟ جي تو سُورِيءَ چاڙِهيُون.

6

مُون گَهرِ اَچِي جي ٿِئي، ميندِ رو مِهمانُ؛
آٽي جهوڪِيان آگِ مِ، جيري وِجهان جانُ؛
تاڻي تَنُورَنِ مِ، پيري هَٽان پانُ؛
پيڪَنِ سُوڏو پانُ، گَهرُ تَڙُ گهورِيان پرَ تان.

7

ڪوڙَ قناتُون ڪاڪِ ۾، راڻا ويهُ رَهِي؛
ماڙھُو جي مَحلاتِ جا، سوڍا ڪَجِ سَهِي؛
وِينديَءِ ڳالهِ وَهِي، وِڪَرِ پوَندين وَلها.

## داستان ستون

1

ڏَٺِ مَ وَجِهِ ڍولَ! ڪاڙِياري ڪاڪِ ڪَري؛
آءُ اَکِين آهيان، ٻَڌِي تُنهنجي ٻول؛
توکي ساري، سُپِرين! رُنِمِ مَنجهه رَتولَ؛
ڪِاڪاڻا ءِ تولَ، وِسَهُ مُون وِهُ ٿِيا.

2

سوڍي سِرُ نيو، هِتِ ڪَرَنگهرُ سَڪٽو؛
راڻي جي رِهاڻِ کي، سِڪي ساهُ پيو؛
پَسان ڪِينَ پِيو، تو رِءِ اکڙِيُن سين.

3

راڻي رِڻُ ڪَيو، جيڏِيُون! مُنهِجي جِيءَ سين؛
مَنُ ميندِ ري وَڃِيو، ڏُبِي ڏَڙُ پِيو؛
پُجهان، پَهِرِ وِيو، هِنئُون هَندِ نه هيڪِڙي.

4

رُئان ٿي، راڻا! هَندَ نِهاريو حُجِرا؛
پيئي ڪه ڪَٽُنِ تي، ٿِيا پَلَنگ پُراڻا؛
ڏِريائي ڏُوڙا ٿِيا، وَرَ رِءَ وِهاڻا؛
جايُون، گُلَ، جَباتَ، وَڻَ، تو رِءَ ڪُوماڻا؛
ميندِ را! ماڻا، تو رِءَ ڪَندِيَس ڪِنِ سين.

5

جِئَن ايندي ئي مونِئين، ميندِ را! وَڃِي جاڙَ ڪِياءِ؛
وَرُ نه هُئِين؟ وَلَها! هُوندَ جِتِي مون جاڳاءِ؛
نه سُتي جي ساجاءِ، سوڍا! سِگِهيائي ٿِيَءِ.

6

جڳ جِئَن تِي چوءِ، سوڍو تِئَن نہ سِڪِيو؛
راڻو تِئَن نہ رُوءِ، ڳوڙهو جِئَن ڳَلِ ڳَڙِي.

7

تِن باغَنِئُون بَسِّ، جي ڪَنڌِيءَ ڪاڪِ ڪَڪوريا؛
سوڍي رِءَ سَرِتيُون! ڪاڪِ نہ اچي ڪَسِّ؛
راڻي پائي رَسِّ، تَنُ پيڙِيءَ جِئَن تاڻِيو.

## داستان انون

1

ڪِينَ ساڱاهِيُمِ، سُپِرِين! جاڙُون ڪَيُمِ جالَ؛
سوڍا! مون کي ڪالَ، موٽِي مُنهَن مِ آئِيُون.

2

خاموشِي خَبَرَ جي، مُومَلِ ٿِي مَتِّ؛
صَبرُ ٿِيو سُپَتِّ، مُنهِنجي حَقِّ، ميندِ را!

3

ڍولي ڍَڪِي آهِيان، هُيَسِ اُڳهاڙِي؛
ڏيئي لِڪَ لاڙِي، ڪَڪَرُ ڪَيائينمِ ڪاڪِ جو.

4

سوڍا ! صَبرُ تُنهنجو، مَرَڪُ لَڄاڻِنّ؛
چُپ سين جي چوَنِّ، اَدَبُ ڪجي اُنِ جو.

5

سوڍا ! صَبرُ تُنهنجو، سيڪاري سَهَسَ؛
پُڄِي تِنان پَهَسَ، مون کي نَصِيبَ نيئي جهليو.

6

سوڍا ! صَبرُ تُنهنجو، بي عَقُلَ آڻي بازِ؛
سندي صَبُرَ سازِ، توبَهَ ڪارِيمِ تَڪِڙِي.

7

جنين سندي مُنهَن ۾، نِهائُون نَڪَنِّ؛
تِنان وَڍِيو هيڪِڙو، ته ڪَهڙو ٿورو تَنِّ؟
سي مَرُ سُڄا ئِي سُونهَنِّ، جن پِلِي پِينگَ پِرَمَ جِي.

## داستان نائون

1

راڻي جي رِهاڻ مان، ڪو آديسِي آيو؛
چوڏهِينءَ ماهَ چَندَ جِئَن، ڪَيو سامِيءَ سَهائو؛
لَڏو اُونداهو، جوڳِيءَ سَندِيءَ جوتِ سان.

2

راڻي جي رِهاڻ مان، ڪو آيو آديسِي؛
ڪَٿُوريءَ خوشِبُوءِ سين، وِلاتَ سَڀ واسي؛
سُوڌو سَناسِي، اُتانهين ٿي آيو.

3

نَئون نِياپو آيو، راڻي مُلان راتِ؛
لَڌِيسُون لَطِيفُ چئي، ڪَنان ڏاتُرَ ڏاتِ؛
ڪَهڙِي پُڇين ذاتِ؟ جي آيا، سي اگهِيا.

4

ڪيڏانهُن ڪاهِيان ڪَرَهو؟ چَؤڏِس چِٽاڻو؛
مَنجِهين ڪاڪِ ڪَڪورِي، مَنجِهين لُڏاڻو؛
راڻو ء راڻو، رِءَ راڻي پيو ناهِ ڪو.

5

ڪيڏانهن ڪاهِيان ڪَرَهو؟ چِٽاڻو چؤڏارَ؛
مَنجِهين ڪاڪِ ڪڪوري، مَنجِهين باغ بَهارَ؛
ڪانهي بِي تَنوارَ، ڻيو مِڙوئي مينڌِ رو.

# سُرُ مارُئي

## داستان پهريون

1

’اَلَستُ بِرَبِّڪُمۡ‘، جَڏهِن ڪَنِ پيومِ؛
’قَالُوا بَليٰ‘ قَلبَ سِين، تَڏهِن تِتِّ چَيومِ؛
تَنهِين وير ڪَيومِ، وَچَنُ ويڙِهچَن سِين.

2

جَڏهِن ’ڪُن فَيَڪُونُ‘، مَنُ تَڏهانڪُون مارُئِين؛
تُون ڪِئَن وِجهِين تن کي، سُومِرا! شَڪُون؟
هَمِيرَنِ هَڪُون، جاڙَ جُسي کي پاتِيُون!

3

نَڪا ’ڪُنْ فَيَڪُون‘ هُئي، نَڪا مُورَتَ ماهَ؛
نَڪا سُڌِ ثَوابَ جِي، نَڪو غَرضُ گُناهَ؛
هيڪائي هيڪ هُئي، وَحْدانِيّتَ واهَ؛
لَڪِيائين لَطِيفُ چئي، اُتِ ڳُجهاندَ رَ ڳاهَ؛
اڪِيُن ۾ اَرْواحَ، اِها ساڃاءِ، سُپِرِين!

4

’قَيدُالْماءِ‘ ٿِيومِ، هِتِ اَڙانگِي گهارِيان؛
’هِناڪَ جِسْمِيَ وَالْفُؤادُ لَدَيْڪُمْ‘، هِنئُون هُتِّ سَندومِ؛
قادِرُ شالَ ڪَندومِ، ميڙاڪو سِين مارُئِين!

5

جَهِڙو ’قَيدُالْماءِ‘، تَهِڙو بَندُ نہ ڪو پيو؛
’جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ ڪائِنٌ‘، لَهي نہ تِرُ تِئاءِ؛
عُمَرَ! تو هَٿاءِ، اَجائي ٿِئي آجِڙين!

6

رِءَ اِعرابِيُن هِتِّ، گهنگهرُ گهارَڻُ مون ٿيو؛
ُبَڪتِ الْعَيْنَانِ فِيْ هَوَاڪَ دَماً، پُڇان ساڻُ پرِتِّ،
مَنُ، اکِيُون، تَنُ تِتِّ، جتِي جَنَبُ جيڏِيين.

7

هي هَنڌَ، پيئِيُون هاڻِ، ساڙِيان سپ ڏيهِيُن ري؛
ُڪُلُّ شَيءٍ يَرجِعُ اِلىٰ اَصلِهٖ، ٿي جهجان جهانگِيُن ڪاڻِ؛
پِرِي پَنهنجي پاڻِ، پَسان مُلڪُ مَليرَ جو!

## داستان پيو

1

نَڪو ايرُ نہ پيرُ، نَڪو اوٺي آيو؛
مون وَٺِ آيو ڪونَ ڪو، پائران پَري پيرَ؛

ڪِتابَتُون ڪيرُ، آڻي ڏِيندُمِ اُنِ جُون؟

2

اونيِ! ٻُوني آڻئين، ڪو هُتي جو هِتِ هيرَ؛
تہ ڪِنا جي ڪونِ جا، ڌِينَ سَرها سيرَ؛
آءُ تہ اکِيينَ اُگهان، جي پائُرِ ڏِنَءِ پيرَ؛
اللهَ لَڳِ لَطِيفُ چئي، لاءِ مَ تُون اويرَ؛
ڪونِيين گهاري ڪير؟ مَحَلين مُنجهي مُون هِنئُون!

3

جي اَمُرُ هَنيو اَڌَ ڪري، سي ڪاغَذَ لِکان ڪِيئَن؟
واڳِيُون جي وِصالَ سين، تِنين چاڙهي چِيهَن؛
رُئان راتون ڏِينهَن، جِئَن اُن جي وائِيءَ ۾ وَرَ گهٽا.

4

ٿَرَ ٿرَ اَندَرِ ٿاڪَ، عُمَرَ! مارُوئَڙَنِ جا؛
لاٿائون لَطِيفُ چئي، مَٿان لوئِيءَ لاڪَ؛

عُمَرَ! ڪَرِيو آڪَ، پَھرِيو ٿي پَنَ چَران.

5

سَھَسين سيبا ڪَنجرِي، لوئِي لِيڙَ ٿِيامِ؛
اَباڻَنِ جي آسِري، ڪَتِي ڪانَ ڪيامِ؛
جا ڏِٺَ ڏَڪِيامِ، تَنهنجو پِرِوَرَ! پَنَ رَهائِين.

6

سَهَسين سيبا ڪَنجُرِي، لوئِي لِيڙُون لِيڙَ؛
واسي وارَ نہ وِيڙهيان، مَرُ ڇَڳُون رَهَنِ ڇيڙَ؛
مارُوءَ جي مُهاڙِ رِءَ، اَندَرِ ناهِ اُڪِيرَ؛
هَھڙو حالُ هَميرَ، وٺي شالَ وِيڙهِ وَجان!

7

سِبِي، سيبا ڏي، پورِي نِينهُن نہ ڪَچوئِي؛
ڪَتِيءَ وَتِيون ڪُتِيُون، سَتِي سِيٽِي سِيءَ
مَچُرِ چوَنِمِ ڪي، نہ لڄائُيءِ ٿَرَ ڄائُيُون!

## داستان ٽيون

1

پَٽولا پَنوَھارِيُون، مُورِ نہ مَٿي ڪَنِّ؛
جہُ لاکَ رَتائُون لوئِيُون، تہ سالُنِئان سُونھَنِّ؛
اُنَّ ايلاچَنِئُون اڳِري، بَخِمَلَ بافتَنِّ؛
سَڪَرَ پانئِيان سُومِرا! ڪَٿِي ڪان ڪُنھَبَنِّ؛
جا ڏِنيَمِ ڏاڏاڻَنِّ، سا لاهِيندي لَڄَ مَران.

2

آرَمَ ھَڏِ مَ اوڍِيان، پَٽولا ، پَٽَ چِيرَ؛
باندُوٽا بَنِ ڏِيان، اَرغَجَ ۽ عَبِيرَ؛
مارُوءَ سين شَلَ ماڻِيان، ڪَٿِيُون جھَڙِيُون ڪِيرَ!
اَندَرِ اُجَ اُڪِيرَ، مُون کي پِرينءَ پنوَھارَ جِي.

3

سونَ بَرابَرِ سَڳڙا، مارُوءَ سَندا مُون؛
پَٽولا پَنوَهارِ کي عُمَرَ! آڇ مَ تُون؛
وَرُ لوئي جي لُون، ڏاڏاڻَن ڏِنيامِ جا.

4

سونَ برابرِ سڳڙا، لُون لُون بَرابَرِ لَکَّ؛
رُپو جنهن رَدِّ ڪَيو، ڪوڙ تنهِن کي ڪَکُّ؛
مُون مارُوءَ جو مَکُّ، تيلُ نہ لائِيان تُنهنجو.

5

تيلُ نہ لائِيان تُنهنجو، مُون مارُوءَ جو مَنِّ؛
ڪَرِيان پِي نہ ڪَنِّ، آهَرَ اُنهَين آهِيان.

6

ڪَرائِنِ ڪَڙُورِ جا، چُوڙا ڪُوڙا جَنِّ؛
سو مَرَڪُ مارُوئَڙنِّ، جِئان لوڪَ لَجَ ٿِئي.

7

ڪارا ڪَرائِنِ مِ، سونُ اسان کي سُوءَ؛

وَرُ جيڏِيُنِ سِين جُوعَ، فاقو فَرحَتَ پانـئيان.

8

اِيَّ نہ مارُنِ رِيتِ، جِئَن سيڻَ مَٽائِن سونَ تي؛
اِچي عُمرَڪوٽ ۾، ڪنڌِيَس ڪانَ ڪُرِيتِ؛
پَکَنِ جي پرِيتِ، ماڙيءَ سين نہ مَٽيان.

9

وَرُ سي وَطَنَ ڄائِيون، صحرا سَنڌُ جِنَّ؛
گولاڙا ۽ گُگرِيُون، اَوچَڻَ اَباڻَنِّ؛
ويڙهيا گُهمَنِ وَلِيِن، جهانگِي مَنجِهَ جهنگَنِّ؛
مُون کي مارُوئَڙَنِّ، سُجَّ ڳِڻائي سيجَ ۾!

10

ڀلُرُ پيڻُ اَوچَڻُ اُنَّ، جن جا پيرَ مَٿي پَٽَ پاڪَ؛
وِهڻُ وَراڪَنِ ۾، اُنِ جي اجوڪِي اوطاقَ؛

پاڻُ نہ پَسَنِ پاڻَ کي، ويچارا بي باڪَ؛
عُمَرَ! اُوءِ نہ عاق، ڏُکِيا جِمَ ڏُکوئِين.

11

جاءِ عُمَرَ! تو مِلِ عِيدَ، سا سان سُوءَ ورتي سُومِرا!
ويئي ويچارَنِ وِسِري، خوشِيءَ خَرِيدَ؛
سِڪَڻَ ڪِيا شهِيدَ، مارُو جي مَلِيرَ جا.

## داستان چوٿون

1

ميندا ڌوءِ مَ مارُئي، پيِيَسِ پَنوَهارِيون چِتَ؛
راڄَ رُئاري، هَنجُون هاري، هِيءَ هُتيجي هِتَ؛
آهِسِ پائُرُ پارَ جو، کِجَڻُ ءِ کَپَتِ؛
وينگِسِ ويڙِيچَن رِءَ، مَسَ سُٽي ڪا مَتِ؛

سُومِرا! سُپَتِ، ڪَرِ تہ ڪوٺيان نِڪَري.

2

محلين ماندِي مارُئِي، ڏِنيَمِ مُنهَن مَلُورَ؛
اَِٽِپا سَٽِپا نہ ڪري، سُونهَن وِجاسِ سُورَ؛
پِيَسِ لوهَ لَطِيفُ چئِي، لَشَِ ڪوڏَ، ڪَپُورَ؛
چِتَ جَنين جا چُورَ، سي مَکي مَرَڪُ نہ ڪنديون.

3

ڪريو مُهاڙِ مَلِيرَ ڏي، روءِ اُپِي چوءِ:
”سُهِجُ سُورِي پائيان، سُومِرا! سَندوءِ؛
مِلڪَ مارُوءَ جِي آهِيان، جورِ نہ ٺيان جوءِ؛
سو قَلَبُ ڪوٺ نہ هوءِ، جو هُتيجَنِ هَٿِ ڪيو.“

4

بَندي پِيا قرارِ، اسِين لوچُون لوهَ مِ؛

مٿي تَنَ ترارَ، سدا سانپيڙَنِ جي.

5

لِنگڙِياري لوءَ ۾، جنين لَءِ ٿِياسِ؛
تنين تِرَ جيترو، پَلَڪُ نہ پُڇياسِ؛
جَھروڪَنِ جھورِيو هِنئُون، ڪونِيُنِ آءُ ڪُنياسِ؛
مارُنِ مُنجّھ مُياسِ، نات مارُئِنِ مارِيَس ڪينَ ڪِي.

6

جي ويجھي ٿِيان وَرَ ڪي، تہ سِپاڳُومِ سَنئُون،
نِتُ نِتُ آهِ نئُون، مون کي پَسَڻُ پنوَهارَنِ جو.

7

آئُون ڪَنِ چَڏِيان، سومرا! تِنِ پنوَهارَنِ پَچارَ؟
جَڙَ جنين جي جانِ ۾، لڳي رِءَ لُهارَ؛
ميڇُون مُحَبَتَ سَندِيُون، هِنئڙي مَنجھ هزارَ؛
پَکا ۽ پنوَهارَ، ڏِني مُون ڏِينهَن ٿِيا.

## داستان پنجون

1

سُونهَن وِيجائِرِ سُومِرا! مارُو مَسَ مَڃِينِ؛
ڏُنگا ڏاڏي پوٽِيينِ، ڪِنِ ڏنا، ڪي ڏِينِ؛
جي مان لوهَ لاهِينِ، تہ ڪوٺَنِ ۾ ڪِينَ هُئان.

2

سُونهَن وِيجائِرِ سومرا! ميرو مُنهُن ٿِيومِ؛
وَڃَڻُ تِتِ پِيومِ، جِتِ هَلَڻُ ناهِ حُسنَ ري.

3

سُونهَن وِيجائِرِ سُومِرا، ٿيندِيَسِ ڪِئن قَبُول؟
ڪونهي سُهڳُ نہ سُولُ، پُوڇي مُنهُن پنوَهارَ سين!

4

تِنِ مُنهَن موچارا مارُئِين، مَلِيرُ جنِين ماڳ؛

نا قِصَ نوازي گهڻا، سَندو تن سَپاڳُ؛
اڳِڙ مُون اَپاڳُ، حُسنُ تي هِيئَن ٿِيو.

5

ڪونهي قادِرُ ڪو ٻيو، اُنِين جو اَپاڳُ؛
'قُلْ لَّنْ يُّصِيْبَنَآ اِلَّا مَا ڪَتَبَ اللّٰهُ لَنَا'، اِيُ مَعذِرَت ماڳُ؛
سَپوئِي سَپاڳُ، مارُئِيءَ مُساوِي ٿِيو.

## داستان ڇهون

1

جَهڙِي آيَسِ جِيئَن، جي تهڙِي وَجان تِن ڏِي؛
نہ لالائِيءَ جا، لَطِيفُ چئي، ڪَرَ مُندُنِ اُنا مِينهَن؛
مارُئِيءَ لَڳُمِ مِهڻو، سپَ جَماندَ رَ سِيئَن؛
ٿِيَسِ ڪاڻِياري ڪاندَ جِي، هِتي اَچي هِيئَن؛
ڪَندُ ڪَنَدِيَسِ ڪِيئَن، مَنهَن مارُوئَڙنِ جي؟

2

هيڪُ جِنُ نہ ڄاياسِ، پِيو ڄاڻندي جي مران؛
گَهنگُهرُ گهٽو ٿِياسِ، ڄاڻِي مارُوئَڙَنِ کي.

3

سِيلَ پَجَرَ جي سُومِرا! مُون کي مَتِ مَ آڇِج، مِيرَ!
ٿورين گهٽِين ڏِينهَنڙِين، وِندِيَسِ هُتِ هَمِيرَ!
مَچُرِ مَنجهِ مَلِيرَ، ڪَنڌُ مَٿانهون نہ ڪَڍان.

4

مَ سَپَنِي مارُئِي! مُئِي! مَ ڄائِي؛
جنهن اَچِي عُمَرَڪوٽ ۾ لوئِي لڄائِي؛
جا سانگِيُنِ سِيڏائِي، سا ڪِينَ مَرڪي مارُئِڙِين!

5

اَلا! اِئَن مَ هوءِ، جيئَن آءٌ مران بَندَ ۾!
جُسو زنجِيرَنِ ۾، راتو ڏِينهان روءِ؛

پَهرِين وَجان لوءِ، پوءِ مَرُ پُڄَنمِ ڏِينهَنڙا !

6

آءٌ بَندِياڻي بندَ ۾، ڪِ ڪي پيَسِ بَند ؟
مُنهِين لَڳو مَهڻو، ڪِ مُنهِين ڪَڙو ڪَندِ ؟
مَران جي هِنَ هَندِ، ته نجانءِ مَٺُ مَلِيرَ ڏي.

7

واجهائي وَطَنَ کي، ساري، ڏِيان ساهُ؛
بُتُ منهنجو بَندَ ۾، قيد ۾ ڪريجاهُ؛
پَرَڏيهِياڻي پرينءَ ري، ڏارَ ۾ ڏَريجاهُ؛
ٿَڌِي وَسائجانءِ ٿَرَن جي، مِٿي مُٺِيءَ مَٿاهُ؛
جي پويون ٿِئي پَساهُ، ته نجانءِ مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

8

واجهائي وَطَنَ کي، ساري، ساهُ ڏِيان؛
هِيُ سِرُ سازِيهَ سامُهون، مُنهِنجو نِج، ميان!
مُقامِياڻي مارُئِين، وَڃِي ٿَرِ ٿِيان!
مُيائِي جِيان، جي وَڃِي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

9

واجهائي وطن کي، آءُ جي هِتِ مُياسِ؛
گورَ مُنهِنجي سُومِرا! ڪَج پَنوَهارِن پاسِ؛
ڏِج ڏاڏاڻي ڏيهَ جِي، مَنجهان وَلِڙيُن واسِ؛
مُيائي جياسِ، جي وَجي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

10

ڳِچِيءَ ڳانا لوهَ جا، زيريُون ۽ زَنجِيرَ؛
پَيڪَڙا پيرِن ۾، ڪوٺِيُن اندَر ڪِيرَ؛
چارِي چؤڪانِ ۾، واهِيَتَ ڪِن وَزِيرَ؛
چَنِ نہ چِجي آهيان، اهڙيءَ سِٽ سَرِيرَ؛
مارُو جامَ مَلِيرَ، پُڇج ڪِي پَنوَهارِ ڪي.

11

زيرِين پيڙِيِن لوهَ ۾، ڳَنِ ڪَيَسِ ڳاهُ؛
سَنڪي سَندي سُومِري، هَڏِ نہ چاڙهِيُمِ ماهُ؛
سَرَتِيُون! دُعا ڪَجاهُ، تہ پَرَمُ پارُوڙِيءَ رَهي.

12

پرَمُ پاروڙِيءَ رَهي، جَنهِن ۾ اڇِي اُنَّ؛
نہ پڙُ ويڻي وِندِيان، توڙي پوَنِس تُنَّ؛
غافِلُ رَکُ غَرِيبِ کي، عُمَرَ! مَنجِهه اَمُنَّ؛
سَرتِيُنِ ساڻُ سُمُنَّ، آهِمِ اُني مِينهَنڙي.

## داستان ستون

1

پنوَهارَنِ پابوهِيو، وَرِيا واهُندا؛
سارِيمِ سيڻَ سَيَّدُ چئي، گاڏِيليُون گندا؛
پِٽُن پرِ هُندا، پُنگا پڙَ پِتارَ جا.

2

پَنوَهارَنِ پابوهِيو، کي وَسَ واهُندَنِّ؛
لَٿو سِيُّ لَطِيفُ چئي، بَدو قُٽُ قَرَنِّ؛
اُوءِ ٿا ڪورِنِ ڪُنئِري، سَرتِيُون مَٿان سَسَنِّ؛
عُمَرَ! اُنَّ اگُندَرِي، پاسي ڪانڌَ ڪَٽَنِّ؛
پاٽُرِ ڏِنيُون پُنِيُون، نَندَنِ نوراپَنِّ؛

ڪانُئرِ ڪَنِئُون خاصِيُون، اُوچِيُون اُتِ اُجَنِّ؛
ڪَڍِيو پيڻُ ڪَهَنِّ: ”مَلِيرِ گُهرجي مارُئِي!“

3

آئِينِ ڪي چاڙهِينِ، ڏُٿُ ڏيهاڙِي، سُومِرا!
سَٿا ڪِيو، سَيِّدُ چئي، سائُون سُڪائِينِ؛
مَنجهان لَنبَ لَطِيفُ چئي، چائِرُ ڪَيو چاڙهِينِ؛
پَلاءُ نہ پاڙِينِ، عُمرَ! آرا ڙِيءَ سين.

4

تِن وَنهِينِ ويڙِيچَن ۾، سَدائِين سُڪارُ؛
چُنڊِيو، آئِيو چاڙهِيُون، سَندو ڏُؤنَرَن ڏارُ؛
جن جو وِيڙِن سين واپارُ، سي ڏوٿِي هُونِ نہ ڏُبِرا.

5

ٿوري قُوتَ قَرارِيا، رَهَنِ سَبَرَ سَتِّ؛
ڪَنِيءَ مِ ڪِهَ پَڪُلِيا، پُوٽِنِ اهَڙِيءَ پَتِّ؛

پَنوَهارَڪِي پَتَّ، پيهِي پُڄُ مَلِيرَ ۾.

6

نَڪا جَهلَ نہ پَلَّ، نَڪو رائُرُ ڏيهَہ ۾؛
آڻِيو وِجَهنِ آهُرين، روڙِيو رَتا گُلَّ؛
مارُو پاڻَ اَمُلَّ، مَلِيرُونِ مَرڪَڻو.

7

مَڻِ ٽِڪَ ٽُڪَڙا، چڪَند ڙا اَچَنِ؛
ڪڙِيُون ڪيهَ پَڪُلِيُون، پَگَهرُ سِرِ پيرَنِ؛
اِي وَڙَ ويڙِهِچَنِ، مُون لوڏان ئي لَکِيا.

8

دَرَ، دَروازا، دَرِيُون، هاڻي هِتي هو؛
ڪوڙِيين اَڏِيان ڪيتِرا، تَنبُو مَٽان تو؛
جي مُلِ نہ آيا، مارُئِي! تِنين رَڙَ مَ رو؛

ڪُوڪَٽُ آهي ڪوءِ، پُسِيءَ پنوَهارنِ ۾.

9

سَنِهيءَ سُئيءَ سِبيو، مُون مارُوءَ سين ساهُ؛
ويٺي سارِيان سُومرا! گولاڙا ۾ گاهُ؛
هِنئُو مُنهِنجو هُتِ ٿيو، هِتِ مِٽي ۾ ماهُ؛
پَڪَنِ منجِهه پَساهُ، قالِبُ آهي ڪوٽَ ۾.

10

سَنِهيءَ سُئيءَ سِبيو، مُون مارُوءَ سين منُّ؛
هَٿِي ڪَرَڻ حِلِمَ جا، تَهَ وِڌائين تَنُّ؛
ڪِئن ٿوپايان ڪَنُّ، اَباڻِي اِبرَ ري؟

11

پاچاهِي نہ پاڙِيان، سَرَتِيُون! سُئيءَ ساڻُ؛
ڏَڪي اُگهاڙِنَ کي، ڪِينَ ڏَڪيائين پاڻُ!
پِيهَرَ ڇاپِي ڄاڻُ، اِبرَ جي اَوصافَ کي!

## داستان انون

1

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان ڪِينَ وَري!
’ڪَنان عَهدَ اَلَسْتَ‘ جي، ڪِ تِهائِين پَرِي؛
’لَمۡ يَلِدۡ وَ لَمۡ يُوۡلَدۡ‘ ۾، مارُئي ڪُوهُ ڪَري؟
اَجُ ڪِ ڪالهه مَري، ساري سانپيڙَنِ کي!

2

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان ڪِينَ وَري!
جن ٿي پِي پِيارِيو، مَنجهان سِڪَ سَري؛
وَنهِينَ وِيڙِيچَن جي، سِنائُنِ سَري؛
ٿَرَنِ ٿوڪَ ذَري، اُني وِيَڙا اُڪِري.

3

چُرَنِ، چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان ڪِينَ وَرَنِّ؛

لَيْسَ كَمِثْلِهِ شَيْءٌ، پَسَڻ ناهِ پرِيَنِّ؛
پَڪا پَنوَهارنِّ، نيئَي اَڏِيا ناهِ مِ.

4

چُرَنِ، چُڻِڪَنِ چِتَ مِ، رهيا اَندَرِ رُوحَ؛
اُني وِيَڙا اُڪِري، مارُو مَٿي موهَ؛
ويرُون وِلوڙَڻَ جُون، سارِيان گَهڻو صُبُوحَ؛
وَرُ سي ڪارا ڪُوهَ، سِنجيمِ جي سارَيهَ جا!

5

بِيرَ ڪَنيائُون برَ مِ، پيارِين پُهُون؛
سِنجَنِ سانِيڪَنِ تي، وَڏِيءَ وير وَهُون؛
پايو جَرُ جَندَنِ مِ، ڪوڏان ڪَنِّ ڪِهُون؛
ڏِينهان ڏينهن نَئون، مُون کي وِرهُ ويڙِهچَنِ جو.

6

آڏِيءَ اُٿَنِ تي، جيلان پاڻِي پاتارَ مِ؛

وارو ويسرِين ڏِينهان ڪونہ ڏِئي؛
مُون ڪَمِيڻيءَ ڪي، مَٿان ڪُوهَ ڪَٽي وِيا!

7

سَرِتيُن سِنجَڻُ ڇڏِيو، سَيُن ڳالهہ سُئي؛
مارِيچي مارُئِين ۾، ڪَڏهِن ڪانَ هُئي؛
عُمَرَ! آءُ نہ مُئي، ان اوپاليان اکِين.

8

پِنيءَ جي پُوڻَنِ، پيچ پِٽڪو نہ سُٽانِ؛
سِنجَڻَ وارِيون سُٽيُون، وچِي ويڙهہ وَرَنِ؛
پِيا سيٺ سَڙَنِ، تَرهي پِنهي ڪَنڌِين.

9

عُمَرَ! ٿِيمِ اَپارَ، وِرَهُ وَٿِيان ڪَنِ سين؟
ڏوتِيَڙا ڏُورِ ٿِيا، تَڳان جِن تنوارَ؛
سِنائُون سَنگهارَ، کُوهَنِ تان ڪَٽي وِيا.

# داستان نائون

1

جُهڙِ ڦُڙِ جتِ ٿِيانِ، اُتِ اَڏِيائُون پَکَڙا؛
هِنَ مُنهِنجي حالَ جو، قَدُرُ نه ڪيٽانِ؛
جيڪُسِ آءُ وِسرِيانِ، مارو ڦُوتَ قَرا رِيا.

2

جُهڙِ ڦُڙِ مَٿي مارُئِين، جِتِ چِيها، چِلڙَ چِڪَ؛
اَندَرُ ٿواُجَ مري، ساهُ اُنِين جي سِڪَ؛
پِيَهُون شالَ پَهيُون پري، ٿِئان ڏيئي تِڪَ؛
وَرُ پِريان سين پِڪَ، بِيا پاڻَ پَرِيائي گهورِيا!

3

ڏَٿين پَٿين ڏيرَ، مَهِينَ مارُوئڙَنِ جا؛

پائُرُ سَپ پَچِي پيو، گهرِ گهارِينديِ ڪيرَ؛
ڪوٺِين لَڳَنِ ڪيرَ، مَحَلين مُنجهي مُون هِنئَون.

4

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ويِڙهين وَڳَ وارِينِ؛
چَچِيا چيڪاريو چيلڙا، پَٽين پَهرائِينِ؛
نيڻَ مُنهنجا اُنِ ڪي، جَهجهو جَرُ هارِينِ؛
تاڙا تَنوارِينِ، مِينهَن وَسَندا موٽُ تُون.

5

هِنَ مُندَ مارو سَنَرا، ڪائُرُ مِ خُوشِحالَ؛
سائُون، سِيارِچ، مَڪَٽِي، جيڏِيُون! آڻِن جالَ؛
سَتِيءَ جِي سَيَّدُ چئي، ڪا ساڙِيهَ مَنجِهِ سَنپالَ؟
لِڱَنِ تان، لَطِيفُ چئي، لوئِي لاهِ مَ لالَ!
پَلو ڪندو پالَ، مِينهَن وَسَندا موٽُ تُون.

6

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ڏِنگرَ ڏا رَ رَهَنَّ؛
پاڻي پُوجَ پَٽِن ۾، پَکي پاندِ پِئَنِّ؛
هِنَ کي لوهَ لَطِيفُ چئي، هُوءِ ڪاٺُرَ مَنجِهه ڪِلَنِّ؛
ڪاٺُونبا ڪاڄَنِّ، مِينهَن وَسَندا موٽُ تُون.

7

سَدا جِن پَرياڻُ، پانڌي پَکي لَڏَ سين؛
مارُو ڳُڻَنِ ساڻُ، وِيَڙا ٿَرِ اُڪِري!

8

پاسا پولِڙِيُن ۾، ٻانهُون سِرِ ٻيئي؛
اکِيون، نَڪُ اَريجَ ري، ٿُمايِمِ ٿِيئي؛
ڏُورِ ٿِيا ڏيهي، پِرِين پائُرَ وَٽِ ۾!

9

ٿاجا ٿَرَ بَرَ جَهلَّ، پِيُون پائُرَ وَٽِ ۾؛
سيئي سارِيو، سومِرا! اَچي آبَ اُڇَلَّ؛
سانپِين ڏِنُمِ سَلَّ، ڏِني جن ڏِينهَن ٿِيا.

10

جُھران جِھجان تي، جِنَ پَسَٺان پَري ٿِيا؛
اَلا! اوني آڻِيين، جو ڪِينءَ جي خَبَرَ ڏي!
مَنَ مُنهِنجي ڪي، واڪو لَهي ويِڙه جو!

## داستان ڏھون

1

اُني ٿِي وَرانِ، ڪِينءَ واڏايُون آيُون؛
لَٿي لوئِڙيارِيين، مِڙَني مُنهَن ڪانِ؛
صُلحُ وارِيو سُومِري، چَئِي پَنوَهارَنِ پانِ؛
هَميرَنئُون هانِ، مُهتُ لَهَندِينءَ مارُئِي!

2

اُتان اوني آيو، خَبَرَ اِي ڪَرِي؛
وِساريج مَ وَرَ ڪي، پَنَج مَ مُنڌَ! مَرِي؛
ويندِينءَ اُتِ وَرِي، ڪو ڏِينهُن آهِين ڪوٽَ ۾.

3

ڪو ڏِينهُن آهِئين ڪوٽَ ۾، لوئِي هَڏِ مَ لاهِ؛

ڪامڻ! اَهِجي ڪُرَ جي، اَڏِ وَڏائي آهِ؛
هِتِ مَ پاڙِج هيڪڙو، پائُرَ جي پَساهَ؛
سَتِي! سِيلُ نِباهِ، مَلِيرِ ويندِينءَ مارُئِي.

4

سي ساهيڙِيُون سارِين تو، سِيلُ جنِين جو سَچُّ؛
مارُوءَ ريءَ مَ مَچُّ، سِيهو پائِج سون کي.

5

ساهيڙِيُون سارِين تو، سَچ جِنِين جو سِيلُ؛
نَڪو قالُ نہ قِيلُ، اُنِين جي اَدَبَ ۾.

6

جو ڏيہَ ڏاڏاڻِيان آيو، ڏِمِرُ تنهن طَعنوءَ؛
”پائي ويهُہ مَ پَلَنگين، ڳچِيءَ سِرِ ڳانوءَ؛
مَٿان لَڪَ لَطِيفُ چئي، ڪانءِ مَ خَزانوءَ؛
سَرتِيُن سِيلُ چَوايو، جورِ هَٽِي جانوءَ؛

ٿِيو سَڌُ سَمانو، حَرَفَ لَٿي هيڪِڙي.“

7

مُون سين مارُوئڙِيُون، ڪَهڙِيءَ رِيتِ رُسَنديُون؟
چوٽِيءَ ۾ چِيڙُ پيو، پِنَ رَتَ جَيُون؛
نيٽِين نِندَ وِهُ ٿِي، ساري ساڎوهِيُون؛
هِتي جي هيُون، تہ سُتِ پِيِنَ سِيلَ جي.

8

”سَتِي! تُنهِنجي سَتَ ۾، ڳالِهہ ڳُهرجي ڳَچُّ؛
وَڍِيو، چِيرِيو، چِچرِيو، پَرِ ۾ اُپِي پَچُّ؛
ساڻُ اَمانَتَ اَچُّ، تہ ٿِئين سَمانِي سازِيہَ ۾.“

9

جانڪِين سَتِيُن سِيرُ، تان ڪِينَ وِهَندِيَس ڪوٺَ ۾؛
سِپَ سَمُنڊين سَپَجي، نَدِيءَ پيي نہ نِيرُ؛

جِئَن هُوءَ اَبرَ آسِري، تِئَن مُون مَنِ مَليرُ؛
ڪائُرَ پِينِ ڪِيرُ، جي اَمانَتَ اُتِ وَجي.

10

جَرَ ۾ سِپُون جِيئَن، آهِينِ اَبرَ آسِري؛
جِئَن ڪُنجُون سارِينِ روهَ ڪي، مُون تَنَّ اندرِ تِيئَن؛
هُتِ وَعدا وَجَڙَ جا، هِتِ نہ پانِيُمِ هِيئَن؛
ڪونِئِنِ وِهان ڪِيئَن، جي نظرَ بَندِياڻي نہ هُئان؟

11

سِپَ سَمُندِين سَپَجي، اَبرُ آسارو سِ؛
ٻاڙو پِئي نہ پِيڙِهي، مِنو مُنهن لَڳو سِ؛
ماڻِڪُ تي مِڙيو سِ، جِئَن تَنگُ ڪَدِيائِين تارِ ۾.

12

سِڪو سَپِ، سَرتِيُون! سِپُن مُلان سِيرُ؛
پِيو مَنائي نيرُ، اُپِيون اَبرَ آسِري.

## داستان يارهون

1

مَليران مارُو، پَکي پيهِي آئِيو؛
وَرِيا واهارُو، هاڻُو سَپ هِيٺا ٿِيا.

2

پِهي سُکَ پيرَنِ کِيهَ! کو نِينهَن نِياپو مارُئِين ؟
اَتِ اُڪَنڍِي آهِيان، تِنهِن آتَڻَ، تِنهِن ڏيهَ؛
سَنڍِي جا سانڍِيهَ، کِهَ کَٿُوري پانئِيان.

3

سَڪَرِ سيئي ڏِينهَن، جي مُون گهارِيا بَندَ ۾؛
وَسايِمِ وَڏَ ڦُڙا، مَٿي مارُئِين مِينهَن؛
واجهاٽِيَس وِصالَ کي، ٿِيَس تَهوارُون تِيئَن؛

نِيرُ مُنهِنجي نِينهَن، اُجاري اَچو ڪَيو.

4

عُمَرَ! اَڄُ گَڏِيامِ، ڏوٿِي اُنهَين ڏيهَ جا؛
پارايا پِرِيُن جا، اُپِي اُن چَيامِ؛
لِهِي لوهَ پِيامِ، لُطفَ سانڍ لَطِيفُ چئي.

## ابيات متفرقه

1

جُہ سي لوڙائُو ٿِيا، جنين پِرِ رَهَنِّ؛
مارُو منجِهه ٿَرَنِّ، رَهِي رَهَندا ڪيترو؟

2

جُہ سي لوڙائُو ٿِيا، جنين سندِيءَ ڏِيرَ؛
مارُوئڙا فَقِيرَ، ڪَنهِن دَرِ ڏِيندا دانهَنڙِي؟

3

مارُوءَ پاسِ مَليرَ ۾، ڏوئي مَرُ مَران!
پاڻِي واري پانهِنجو، وينديائي وَران!
ٿورو مَنجِهه ٿَران، هُندَ لَڳي لوئِڙِيارِيين!

4

ڪانڌُ نه ڪَنديِسِ ڪو ٻيو، ڪَٿيروئي خُوبُ؛
ميروئي محبُوبُ، اَسان مارُو مَنَ ۾.

5

مُنهُن مُنهِنجو سُومرا! مَرُ ميروئي هوءِ!
متان مارُو چوءِ، ته ڏوتوءِ ڏوراڻِن ۾.

6

جِت ڪَرَڙَ ڪَنا ۽ ڪاهِيُون، پالَ، پَڪا ۽ پَڪَّ؛
سَرَهِيُون سي سَرَتِيُون، حاضُرُ پاسي حَقَّ؛
مارُوئَنِ سين ماڻِيان، شالَ مُندائِتي مَڪَّ؛
ڪِنڪارِيان خَلَقَّ، جا ٿَرَ جائي ۾ ٿُوهَرين.

7

جي هِتِ هُئَي مارُئِي، تہ لَذِيمَ ڪَرَ ڪيٽاسِ؛

ارداسِيُمِ عُمَرَ کي، ويجهو ٿي وَٺانسِ؛

جي نہ چَڏِيائين ڪِ جَهليائين، تہ پنهنجو اَنگُ آچِيانسِ؛

لاهي لوهَ لَطِيفُ چَئَي، هِتان هُندَ هَلانسِ؛

موکي مَلِيرَ سامُهِين، وَٺِي ٻانهَن وَجانسِ؛

رَهِبَرُ ٿِي ريڙِهيانسِ، سُنهاري ساٽيهَ ڏي.

8

جِنَ ڳَنڍِيُون مَنجِهه ڳَنڍِيرَ، تِنَ مُون مَنِ مارُوئڙَنِ جُونِ؛

ڏِنيُون لَسَ لَطِيفُ چَئَي، هِنئڙي کي هَمِيرَ؛

وَجِي مَنجِهه مَلِيرَ، سَپِ چوڙِينديَسِ سُومِرا!

9

سُٽِي ساٽيهَ ڳالهَڙِي، لَهِي وِيا لوهَ؛

اَندَرَ جا اَندوهَ، لَٿا ڏُکَ، سُکَ ٿِيا.

10

توکي توڙائِين لِکِي، عُمَرَ! اَچائِي؛
جنهن تو ساماڻي، مامَ نہ پَڳي مارُئِين.

11

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، هَنجُون هَڏِ مَ هارِ؛
تو تان بَندُ بِدا ٿِيو، پيڙُيون نيئي پارِ؛
پُهُچَندِينءَ پَنوَهارِ، سِگهي سنگهارَنِ کي.

12

اَجُ پڻ چِڪِيَمَ چاڪَ، وَنهِيَن ويڙِيچَنِ جا؛
سُورَنِ اِچي سُومِرا! اَندَرِ ڪِي اوطاقَ؛
مارُوءَ جي فِراقَ، هَڏَ مُنهِنجا ڪَپِيا.

# سُرُ ڪاموڏُ

## داستان پهريون

1

تُون سَمو، آءٌ گندِ ري، مُون ۾ عَيبَنِ جُوءِ؛
پَسِي راڻِيُن رُوءِ، مَتان ماڱِر مَنئِين!

2

تُون سَمو آءٌ گندِ ري، مُون ۾ عَيبَ اَپارَ؛
پَسِي لِيَّ لَغارَ، متان مَاڱِر مَنئِين!

3

تون ٽَماچِي ترَ ڌَڻِي، آءٌ مُهاڻِي مَي؛
مُون کي ڏُهاڱُ مَ ڏي، آءٌ جا نالي سُپَسِ تُنهنجي.

4

تُون ٽَماچِي ترَ ڌَڻِي، آءٌ گندِ ري غَرِيبِ؛
تو سين جامَ! قرِيبِ، ڪِي ڏَنُ چڏائي ڏيج مُون.

5

ڪِڪيءَ هاڙِيُون ڪارِيُون، چِڇيءَ هاٿا ڇَجَ؛
پانڌُ جنين جي پانڌَ سِين، لِڳو ٿِئي لَجَ؛
سَمو ڄامُ سُهَجَ، اُپو ڪري اُنِ سين.

6

ڪارِيُون، ڪوجِهيون، ڪُوڙِيُون، مُورِ نه موچارِيُون؛
وَنِي وينِيُون واٿَ تي، ڪِڪيءَ جُون ڪارِيُون؛
اُنين جُون آرِيُون، سَمي ري ڪيرُ سهي!

7

ڳَنڍُ جن جِيءَ ڳوڙ ۾، پاڀوڙا پوشاڪَ؛
اُنين جِيءَ اوطاق، راڄا رِيجهي آئيو.

8

ٿِيا ٿَماچيءَ ڄامَ سين، مُهاڻا مَحرُومَ؛
نَنڍِيءَ وَڏِيءَ ڳندِ ريءَ، مَٿي ماڙِيءَ ڏُومَ؛
جي ڪِنجُهرَ، جي رُومَ، سي سَپِ اِنعامي ٿِيا.

9

نہ وَڏي، نہ وِڪِڙي، نہ ماري نہ ڏاري؛
ڪارو وِڏائين ڪُوهَ ۾، نِرتُون نِهاري؛
سائي پَرِ پاري، جا گهَرِ سَمي جي سَپَجي.

10

نہ وَڏي نہ وِڪِڙي، نہ ڪَٽي ۾ ڪاري؛
اُهِجَ، سُهِجَ ساهِميُون، ڏُرِيان نہ ڏاري؛
سائي پَرِ پاري، جا گهَرِ سَمي جي سَپَجي.

11

پاپوڙو پيشِ ڪَيو، نئُون نُوريءَ نيئي؛
حاضُرُ هُيُون هَڪِيُون، سَمِيُون سيپيئي؛
نَوازي نيئي، ڪاڏِيءَ چاڙهِي گَندِرِي.

12

مُهاڻِيءَ جي مَنَ ۾، نہ گِيَرَبُ نہ گاءُ؛
نيڻَنِ سِين نازُ ڪَري، رِيجهايائين راءُ؛
سَمو سَپِنِ مُلاءُ، هيرِيائين حرِفَتَ سين.

13

نورِيءَ جي نِيازَ جو، عَجَبُ اَجَهلُ هوءِ؛
سَمو سِرُ سَپِنِ ۾، مي مُورِچيو سوءِ؛
اَچيو اُپِيَن پوءِ، حُجَت پِکِي راڻِيِن.

14

هَٿِين پيرِين آرِکِيَن، مُنهِن نہ مُهاڻِي؛
جِنَ سَڳو وِچِ سُرِندَ ڙي، تِن راڻِيُنِ ۾ راڻِي؛
اَصُلُ هُئِي اُنَ کِي، اَهَل جاماڻِي؛
سَمي سُجاڻِي، ٻيڙو ٻَڌِس ٻانهَن ۾.

15

تِهڙو ڪِنجُهرَ ڪِينَ پيو، جهڙي سُونهَن سَندِياسِ؛
مَڏَ ۽ مِياڻِيُون، مَڪُڙا، مِڙَئِي مَعاف ٿِياسِ؛
مورِچَلَ مَٿانسِ، اُپو تَماچِيءَ تي هَٽِي.

16

ڪوءِ سَمِيُون! ٻَنِ سُومِرِيُون! جي اَچَنِ اُوچي ڳاٽِ؛
وَرُ سي ڪِنجُھرَ ڄائِيُون، جِن ٿَماچِيءَ جي تاتِ؛
راڻِيُن مُلان راتِ، ماڻِڪُ مي پِرائِيو.



## وائي

هِيري هَٿُ وِڌائين، وِيهي سانئين وِچ ۾.
نَوازِش نُوريءَ جي، آهي تَماچِيءَ تائين.
گَندَگِيءَ گوشو ڪَيو، عَطُرَ اوتَ اوتِيائين.
اَندا مَندا آئيا، سَخا سَڌُ وِڌائين.
پَسو جُودُ جُوانَ جو، ڪو هَنڌُ ڪونہ مَٿِيائين.
قِيمَت ڪَميڻن سين، جَهِڙِيءَ وَٽ وَٽِيائين.
موتِي مِڇيءَ هَٿ تي، ڪوڏِن جِنَ ڪَڍِيائين.
ماڻِڪَ مِياڻِن ۾، چِلُرَن جِنَ چِٽِيائين.
ڏِئي سونُ سُوال ۾، رُپي راندِ ڪَيائين.
پاڻِيٺَ آڻي پارَ سين، لَعلُون سَپ لُٽِيائين.
فيروزا فَقِيرَن تان، گهوري سَپ گهورِيائين.
اُتي عَبدُاللَّطِيفُ چئي، اُچِلي اَمُلَ ڏِنائين.

# داستان پيو

1

سِرُ سَلامَت سُپِرِين، مَرَڪَڻَ! تُون مَ مَرِيجُ؛
آهِيين ٿارُ اکِيُن جو، وَٽان مُون مَ وَڃِيجُ؛
تَماچِي تِکِيجُ، ڪو ڏِينهُن ڪِنجُهرَ ڪَنڌِيين.

2

هيٺِ جَرُ مَٿي مَڃَرُ، پاسي ۾ وَڻَراهَ؛
اَچي وَڃي وِچَ ۾، تَماچِيءَ جي ساءَ؛
لَڳِي اُتَرَ واءَ، ڪِنجُهرُ هِندورو ٿِئي.

3

هيٺِ جَرُ، مَٿي مَڃَرُ، پاسي پِرِين سَندامِ؛
ڪوڙِيين ڪاڄَ سِڌامِ، اَڻَ سِڌو ڪونَ رهِيو.

4

هيٺِ جَرُ، مَٿي مَڃَرُ، ڪَنڌِيءَ ڪَوڙَ تَرَنِّ؛
وَرِئي واهُوندَنِّ، ڪِنجُهرُ ڪَٿُورِي ٿِئي.

5

سَمِيُون ڪَري سِينگارُ، راءُ رِيجهائِڻ آئِيُون؛
ڄامَ هَٿَ ۾ ڄارُ، ڄُلي ڄُڀيرِن وِچَ ۾.

6

نُورِيءَ جي نَوازِيو، ٿِيو تَماچِي تيِ؛
گاڏِيءَ چاڙهيءَ گَندِري، ماڙِهُو ڪَيو ميِ؛
ڪِنجُهرِ چُوندا ڪي، تہ سَچُ سَپائِي ڳالهِڙِي.

7

ڄامان اڳِي جي ڄائِيُون، تِن جِي نِرتِ نُورِيءَ ڪِي ناهِ؛
نہ مَنَهِن نہ مارِڪي، نہ وَجَنِ ڪنهن وِهاڻِ؛
سي ڪِنجُهرَ ڪَندِيُون ڪانِهِ، جِن تَماچِي تَڪِيو.

8

نہ ڪَنهن ڄائو ڄامَ ڪِي، نَڪو ڄامَ وِياءُ؛
نَنِڍيءَ وَڏِي گَندِرِيءَ، سَپِن آهِ سِياءُ؛
”لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُولَدۡ“، اِيُ نِجابَتَ نِياءُ؛
ڪِبرُ ڪِبرِياءُ، تَخَتُ تَماچِي ڄامَ جو.

9

پَکا پَکارِيو، ڄامُ ٽَماچِي آئِيو؛
ڳُوندَرَ لاهِيو، ڳَندِرِيُون! آتَڻَ اُجارِيو؛
ڪِنجُهرُ قَرارِيو، سَمي سامَ بَخشِي.

10

ڪو جو ڪامَڻُ مَي، آهي اکِڙِيُن ۾؛
تَنُ ٽَماچِي ڄامَ جو، ناپُون پايو ني؛
عِشقُ اِئَن ڪَري، جِئَن ڄارو ڄامَ ڪُلهي ڪَيو.

# سر گھاتو

## داستان پھريون

1

ڳَھنگَھرِيا گَھڻَ جاڻَ، موڙھِي مَتِ مَھائِين؛
وِيا ڳَڏِجي وِيرِ ۾، پِيا مُنھِن مَھراڻِ؛
اڳيان پويان ٿاڻَ، وِيا ويچارَنِ وِسري.

2

ماڪَ پِڄاڻِ مولھيا، مٿان راتِ پئي؛
اوليون اُجَھڻَ لِڳيون، وِيا وَنجَھ وَھِي؛
ڪَلاچِيان ڪَھي، ڪَڏِھن ڪونہ آئيو.

3

ڪو جو قَھرُ ڪلاچ ۾، گِھڙِي سو نِئي؛
خَبَرَ ڪونہ ڏِئي، رَچَ ڪُڄاڙي رَندِيا؟

4

ڪالھ ڪَلاچِيءَ ويا، چَتِيُون ڪٽي چُڱيرَ؛
پائِرَنِ پيرو نہ ڪَيو، اَدَنِ ڪِي اَويرَ؛
اھڙِي خاصِي ڪيرَ، ڪُنَّ ورائِي جَھلِي.

5

تَرِيُون پَسان نہ تارِ ۾، جُھڳا جاءِ نہ ڪَنِ؛
مادَرِ !ملاحَنِ، ماڳِ نہ ڏويا مَڪُڙا.

6

ڏِھاڙِي ڏِنَمِ ڪيتِرا، جِنِين مارِيو موڪَ؛
گھَرَ ۾ گھاتُوئَڙَنِ جا، ٿا مارِينمِ ٿوڪَ؛
لَڏِي وِچان لوڪَ، اُونھِي ويا اوھِرِي.

7

اُپِي اوسِڙان اُسَ ۾، جَھليو ڪُنَّ ڪِنارَ؛
گھاتُو گھَرِ نہ آئِيا، وَڏِي لَڳِيَن وارَ؛
ھُيَسِ جِنِين ھارَ، سي موڙِي چَڙِھيا مَڪُڙا.

8

جِتي گهورِيو گهاتوئِين، تِتي وارِيءَ ٻُٽَّ؛
سَهسين ساٿي مُٺَّ، سَرُ سُڪو، سُونڪِي گيا.

9

مُون اُڏا رِيا مَڇَڙا، اللّٰهَ! گهاتُو آڻِ،
مِيان! مُدارَنِ سين، مونکي، قادرَ! وِجُهه مَ ڪاڻِ؛
هَٿَ مُنهِنجي هاڻِ، قَدُرُ لِڌو جِنِ ري.

10

اَئِين جا لُڌو لوڌَ، اِيَ پِرَ گهاتُوئڙَنِ جي؛
ڪُنَّ ڪلاچِيءَ ڪوڌَ، سُڪِ نہ سُتا ڪَڌهِين.

11

گهورِيندي گهورِپيا، اَگهورِ گهورِيائُون؛
مَيڪَرُ مارِيائُون، مَلاحَنِ مُنهَن سَنَرا.

12

جِئَن جُهڳا پائِين جهولَ ۾، اِئَن نہ مَرَنِ مَڇَّ؛
سَٻَرَ ڏارِ سَمُنڊَ جا، ڪي رائُون رَڱِيُون رَڇَّ؛
هِي چارُون ۽ چَڇَّ، اجا اوڙاهُ آڳاهُون ٿِيو.



# سُرُ سورَٺِ

## داستان پهريون

1

اَللهَ جي آسَ ڪري، هَليو هِيائين؛
چارَڻ ٻَڌا چَنگَ کي، جُهوڙا ۾ جهائين؛
ڏولِي راءِ ڏياچَ جي، ڏُوران ڏِٺائين؛
وَينَتِي واحِدَ دَرِ، تَنهِن ويرَ ڪَيائين؛
”سَٻاجها سائين! راءُ رِيجهائين راڳَ سين.“

2

”پَرِديسان پنڌُ ڪَري، هلِي آيو هُون؛
اُونچو تون عرشَ تي، آن پورو مٿي پُون؛
ڪِيئَن تُسَندين تُون؟ هِيُ سِرَ سوالِي مَڱڻو.“

3

”پَرِديسان پنڌُ ڪَري، سُٽَي آيُس شانُ؛
مَڱان ڪَهڙِي مَتِ سين؟ نِسورو نادانُ؛
سو ڪو ڏِيارئِين ڏانُ، جو طَمَعَ کي تَرَڪُ ڪَري.“

4

”سَرديءَ سالمُ نہ رَهان، گرمِيءَ ٿيان گُدازُ؛
اَمَنُ ڏيج اَمانَ تون، سائلُ هَٽي سازُ؛
رَبابيءَ کي رازُ، خالِصُ ڏيج خَليلَ جو.“

5

”تو دَرِ آئُسِ راڄيا: جاجڪُ وٺي جيُّ؛
ڪَنان ’نارُ حامِيَه‘، هارڻ بَچائِج هِيُّ؛
والي! ڏياريئي وِيُّ، جتِ آهي ’جَنَّاتُ عَدَنِ‘.“

6

”پيا دَرَ ڏيئي پَنَ کي، آئُسِ تُنهنجي دَرِّ؛
سُونهارا سورَٺِ وَرَ! ڪا مُنهِنجي ڪَرِّ؛
پلا! پيري پرّ، پالهو پانڌُ پينارَ جو.“

# داستان پيو

1

جاجِڪُ جُهوناڳڙهَ ۾، ڪو عَطائي آيو؛
تَنهِن ڪامِلَ ڪَڍِي ڪِينَرو، ويهِي وَڄايو؛
شَهرُ سَڄو ئي سُرَ سين، تَندُن تپايو؛
دايُون دَرِماندِيُون ٿِيُون، ٻايُن ٻاڌايو؛
چارَڻَ ٿي چايو، تہ مارِي آهي مَڱڻو.

2

نِرتي تَندُ نِيازَ سين، ٻُرائي ٻيجَلَّ؛
راجا رَتولَنِ ۾، اونائي اَمُلَّ؛
رازُ ڪَيائِين راءَ سين، ڪَنهِن موچارِيءَ مَهَلَّ؛
”اَنَا اَحمَدُ بِلا مِيمِ“، سَينَ هَنئي سائِلَّ؛
ڪَنهِن ڪَنهِن پِيئي ڪَلَّ، تہ هَرِدوئي هيڪُ ٿِيا.

3

ڪِنين ڪِنين ماڙهين، پيئي ڪَل ڪائي؛
رَسيا جي رَمزَ ڪي، تن پارسِي پائي؛
”اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ وَ اَنَا سِرُّهٗ“ ورتي اِيَ وائي؛
راجا راڳائي، هَرِدوئي هيڪُ ٿِيا.

4

سِرَ جي هُئائين هَليو، چارَڻُ چِتائي؛
سو مُوڙا جَهلي نہ مالَ جا، ٿو ماڻِڪَ موٽائي؛
”تو دَرِ آيُس تي، جَئَن تو ناهِ نہ سِڪيو.“

5

”جي ميراِثي مَڱڻا، آءٌ پُڙِ مَنجهان تَنِ؛
ڪِي ڪَهُ مُنهِنجي ڪَنِ، اِرْثَ مَنجهاران اُنِ جي.“

6

”ڪا جا ڳالِهہ ڳِري، بيجَليا! ٻُڌاءِ مُون؛
پيئين جَئَن ڳِرنارَ ۾، تَندُنِ تانُ ڪَري؛
ڪِ تو پَنڌُ پري، ڪِ مَڱ جهلِيندين؟ مَڱڻا!“

7

”مَڱ نہ جَهلِيان مُورَهِين، نہ مُون پَنڌُ پَري؛
ڳِڻي آيُسِ ڳالهِڙِي، ڳُجِهي تو ٻِري؛
سا سَمجِهج سورَٿِ وَرَ! وِيندُس ڪِينَ وَري؛
پَريان پيرَ پَري، تو لَءِ آيو آهِيان.“

8

سِرُ مَڱي سِرُ گُهري، سِرَ رِءَ ٿِئي نہ صلاحَ؛
غَرِيبَنِئُون نہ گُذرِي، ٿو ماري ميرَ مَلاحَ؛
نايو نوابَنِ جا، سورِيو ڪَڏي ساهَ؛
خالقُ سَنجِهہ صُباحَ، ڪونہ ڇَڏيندو ڪَٺهِين.

# داستان ٽيون

1

ڪِي جو پيجَلَ ٻولِيو، پِنيءَ وِيھي پانَ؛
راجا رَتولَنِ ۾، سيباڻو سُلطانَ؛
”آءُ مٿاھُون مَڱڻا! مُقابِلِ ميدانَ؛
ڳھورِيان لَکَ، لَطِيفُ چئي، تُنھنجي قَدمَنِ تان قُرِبانَ؛
مَٿو ھِيءُ مِزمانَ! ھَلِي آءُ تہ ھِتِ ڏِيَنءِ.“

2

”آءُ مٿاھُون مَڱڻا! چڙھي ۾ چَوڏولَ؛
توکي ڳھوٽَ ڳُھرائِيو، راجا مَنجھ رَتولَ؛
پيجَلَ! توسين ٻولَ، وِھاڻِيءَ وَڏَڻ جِي.“

3

مَحَلين آيو مَڱڻو، ڪَڻي سازُ سِرِي؛
لَڳي تَندُ تُنيرَ جِي، پِيا ڪوٺَ ڪِرِي؛
هَنڌين ماڳين هُوءِ ٿِي، تُنهنجِي پيجَلَ! دانهَن ٻُرِي؛
سِسِي تَنهن سُلطانَ ڪان، اِچي گهوٺَ گهُرِي؛
جُهونا ڳَڙهُ جُهرِي، پُوندي جهانءِ جَهروڪَ ۾.

4

ڏاتارَ ۾ مَڱڻي، ڪونہ وسِيلو وِچِ؛
سائِي تالَ تَندُنِ جِي، سائِي چارَڻَ چِتِ؛
جي هِتِي جي هُتِ، تہ ڳالهِ مِڙِيائِي هيڪِڙِي.

5

”جاجِڪَ! تو جُهارُ، ڏَهَ پيرا ڏِياڄُ چئِي؛
جَنهِن ۾ مالُ نہ مِرِيءَ جيترو، تَنهِن تون طَمَعدارُ؛
جي اچيئي ڪَمِ ڪَپارُ، تہ وِيهَ پيرا ودِي ڏِيَنِءِ.“

6

”ٻيلي! ٻئي پارَ، جان مُون نيڻَ هَٽِي نِهارِيا؛
چوري رَڪِيَمِ چِتَ ۾، ڏِسِيُنِ جا ڏاتارَ؛
هِيُ سِرُ توهان ڏارَ، ٻِيجي ڪَنهِن نہ ٻوليو.“

7

”سو جِيُ، مَڱڻهارَ! مَ هوءِ، جَنهِن تو مَٿي سِرَ سَٿو ڪَيو؛
جو مُون مُلُ مورِ نہ سَپَجِي، تان جي سو گهُرِيوءِ؛
تان جُڳان جُڳَ ڏنوءِ، ڏُنگو ڏاتارَنِ کي.“

8

”مَٿو مَٿائين گهورِيان، مَٿو تو مَٿاءِ؛
هَڏو هِيُ هَٿِ ڪَري، جاجِڪَ! وَهِلو جاءِ؛
تُون سين اَنِيراءِ، جِمَ واچا ۾ وِلَهو وَهِين.“

9

”مَٿو مُورِ نہ پاڙِيان، تُنهنجي تَندُ تَنوارَ؛
سِرَ ۾ سَجَڻَ ناهِ ڪِي، موٺُ مَ، مَڱڻهارَ!
ڪِينهي مِنجهِ ڪَپارَ، لَڄِيندو ٿو لاهِيان.“

10

”سؤ سِرَنِ پائي، جي تَنُدَ بَرابَر تورِيان؛
اُتَلَ اوڏانهِين ٿِئي، جيڏانهن پِيجَلَ پُرائي؛
سَڪِتُو هَڏُ آهي، سِرَ ۾ سَجَڻُ ناهِ ڪِي.“

11

”مَٿي اُتي مُنهنجي، جي ڪوڙين هُوَنِ ڪَپارَ؛
نه وارِيو وارِيو وَڍِيان، سِسِيءَ کي سَوَ وارَ؛
نه پِڻُ تَنُدَ تنوارَ، مُوهان مٿائُون، مَڱڻا!“

12

”جو تو ڏِيَڻُ ڏِياچَ! لاهِيو اِي سِرُ سَپِڪو ڏي؛
ڪِي نانهِ جهِڙو ڏي، جو سَنَدَ ٿِئي سُوالِين.“

13

پَسِي پاٿُ پُرِ ٿيو، سندو جادِمَ جُودُ؛
مَڱ وِهاڻِيءَ مڱڻا! مَٿو هيرَ مَوجُودُ؛
بَلَڪِ آهي بُودُ، ناڪَسِيءَ، نابُودُ ۾.

14

چارَڻَ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، پيرَ پُرِي پاتا؛
صَدا جي سَيَّدُ چئي، وائي ڪَيائين واتا؛
تَنهِن تي راءُ راضِي ٿِيو، دِل وڏيءَ داتا؛
مَرڪي مَرُ ماتا، رُوڙِي راءِ ڏياچَ جي.

## داستان چوٿون

۱

رِءَ مَصلِحَتَ مَڱڻا، قَصرِ ڪِينَ اَچَنِّ؛
نُورُ تَجَلَّو نُورَ سين، نميو نيڻَ پَسَنِّ؛
خِيمي ۾ ڪَنگهارَ جي، چانڊُوڻا چِمڪَنِّ؛
لَذائين لَطِيفُ چئي، سَندا ڏاڻَ ڏِسِينِّ؛
تيلان مُلڪَ ڏَٽِينِّ، مَجِيو مَڱڻهارَ کي.

2

”مَرُ نہ آئين، مَگَڻا! مامَ پَرُوڙِي مُون؛
جيڪا ڳاهَ ڳالهائيين، سا سَڀ سَمجِهي سُون؛
تَنهِن ۾ تُسِج تُون، جيڪِي پَوَيئِي پَٽَ ۾.“

3

”چارَڻَ! تُنهنجي چَنگَ جو، عَجَبُ آهِ اِيُّ؛
هَٽِي آيو هَٿَ سين، جِئَرو رکِيو جِيُّ؛
راتِ مُنهنجو رِيُّ، ڪاڻِيو تو ڪُماچَ سين.“

4

”تانُ نہ آهي تَندُ جو، رُون رُون ڪري رازُ؛
هَٿَندَ ڙَ سَندا هَٿَڙا، سَپِڪو چِئي سازُ؛
سَٿَ ڏيئي شَهِبازُ، ٿِيُ، نہ ٿوڪُ پِرائيين.“

5

”تَندُ تُمارِيءَ تانُ، ڪَهِيو سو قَبُولُ پِيو؛
سِرُ نہ آهي سَٿَ ۾، پَرَ پِيو ڪِي مَگَجَ دانُ؛
خاڪِ، مِٽِي ڪا بانُ، ڪاڻِيا پوءِ ڪُجُهہ نَهِين.“

6

”چارَڻ! ٻوڙِ ڪِي پيو، گُهرِيُءِ سو گهوريان؛
گُهرُ، سورَتِ نہ پَڙي، جان تَندُنِ بَرابَرِ توريان؛
ڳُجهي آهِمِ ڳالهڙي، آءُ اوري، تان اوريان؛
ڪِ ڪُلهَنئُون ڪوريان؟ ڪِ، جاجِڪَ! جُسي سين ڏِيَنءِ؟“

7

ٿيئي پَرِچيا پاڻَ ۾، تَندُ ، ڪَٺارو، ڪنڌُ؛
”تَنهِن جهوئي ناهِ ڪِي، جو تو، چارَڻ! ڪَيو پَندُ؛
اِيُ شُڪُرُ اَلحَمدُ، جِئَن مَٿو گهرِيوءِ مَڱڻا!“

8

ڪَنجهي ڪيرَتِ ڪِينرو، واڄو وِلاتي؛
هَنئي تَندُ حُضورَ ۾، تَنهِن پارِسَ پيراتِي؛
ڏِسَنديئي ڏِياچَ کي، ظاهِرُ ٿيو ذاتِي؛
ڪَڍِي تَنهِن ڪاتِي، وِڌو ڪَرَٿُ ڪَپارَ ۾.

9

ڳُلُ چِنو ڳِرنارَ جو، پَٽِڻ ٿِيُون پِٽين؛
سَهسين سورَنِ جهِڙيُون، اُپِيُون اوسارِين؛
چوٽا چارَڻَ هَٿَ ۾، سِرُ سِينگاريو ڏِين؛
نارِيُون ناڏَ ڪَرِين: ”راڄا راتِ رَمَڪيو!“

10

سورَنِ مُئِي، سُڪُ ٿِيو، خِيما هَنيا ڪَنگهارَ؛
ٿِيو راڳُ، رُوپُ سو، لِڳِي تَنَدُ تَنوارَ؛
سو ڏَٿين پَٽين پارَ، پسو! راڄا راضِي ٿِيو.

# سُر ڪيڏارو

## داستان پهريون

1

ڏِنو مُحَرَّمُ ماهُه، سَنڪو شَهزادَنِ ٿيو؛
جاڻي هيڪُ اَللهُه، پاڻَ وَڏَنديُون جو ڪَري.

2

مُحَرَّمَ موٽِي آئيو، آئيا تان نه اِمامَ؛
مَدِيني جا ڄامَ مؤلا، مُون ڪي ميڙِئين!

3

ميرَ مَدِينئان نِڪري آئيا نه موٽِي؛
ڪارا رَڱِجِ ڪَپڙا، اَدا نيروٽِي!
آن تنِين لَءِ لوٽِي، جي مِيرَ مُسافِرَ رائِيا.

4

سَخِتي شَهادَتَ جِي، مِڙوئي مَلا رُ؛
ذَرو ناهِ يَزِيدکي، اِي عِشقَ جوآثارُ؛
ڪُسَڻَ جو قَرارُ، اَصُلَ اِمامَنِ سين.

5

سَخِتي شَهادَتَ جي، نِسوروئي نازُ؛
رِندَ پَرُوڙِين رازُ، قَضِيي ڪَربَلا جو.

## داستان ٻيو

1

چَندَ وِهاڻِيءَ چَڙهِيا، مَلّهَ مَدِينئان مِيرَ؛
اُنِ سين طَبَلَ، بازَ، تَبرُون، ڪُندَ، ڪَنّارا، ڪِيرَ؛
عَليءَ پُٽَ اَمِيرَ، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.

2

ڪَربَلا جي پِڙ ۾، خِيما ڪوڙِيائُون؛
جهيڙو يَزِيدَ سامُهون، جُنبي جوڙِيائُون؛
مُنهَن نه موڙِيائُون، پَسِي تاءُ تَرارِ جو.

3

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، اَهلِ بَيّتَ آئِيا؛
ماري مِصرِيُنِ سين، تن ڪافرَ ڪَنبايا؛
سَچُ ڪِہ ٻِيِيءَ ڄايا، هَهڙا سُورِهَ سُپِرِين.

4

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا جُنگ جُوان؛
ڌَرتي ڌُٻِي، لَرزِي، ٿَرِٿليا آسمانَ؛
ڪَرَهِ هُئِي ڪَانِ، هو نظارو نينهَن جو.

5

دوسِتَ ڪُهائي دادُلا، مُحِبَ مارائي؛
خاصَن خَلِيلَن کي، سَخِتيُون سَهائي؛
اَللهُ اَلصَّمَدُ بي نيازُ، سا ڪَري، جا چاهي؛
اِنَهِين مَنجِهِ آهي، ڪا اُونهي ڳالهِ اِسرارَ جي.

# داستان ٽيون

1

ڏِنو ڪالهَ ڪَنهِين، جُهونجهارِ ڪو جهَيڳڙو؛
هاٿِيُن هَڏَ مُڇائِيا، ريلو رَتَ نَئِين؛
پانئَِن سا سَنئِين، جِئان جِيءُ جوکو ٿِئي.

2

آيا، اُجارِين؛ تَنڪ، تَرا رِيُون تِئُرا؛
سانگِيُون سائُن هَٿَ ۾، ڪُلهَنئُون نہ لاهِين؛
اُپا ئي آهِين، مُهائِي مَرَڻَ تي.

3

هٽَڻَ، هَڪَلَڻُ، پيلي سارَڻُ؛ مانجِهيان اِيُ مَرَڪُ؛
وِجَهنِ تان نہ فَرَقُ، رُڪَ وَهندِيءَ راندِ ۾.

4

بَهادُرَ گَڏِيا بَهادُرِين، ڪَڙَڳَ ڪِلُولِ ڪَنِّ؛
وِجَهنِ ڏَڙَ ڏَڙِنِ تي، هاڪارِين هَٽَنِّ؛
ڪِرَنِ، ڪَندَ نَچَنِّ، رِڻَ گَجِيو، راڙو ٿِيو.

5

ھوڏانھن ھُنِ ھاڪارِيو، ھيڏانھن ھِي ھَٽَنِّ؛

سُرِنائُون ۽ سُندِ ڙا ، ٻِنِين پارِ ٻُرَنِّ؛

گھوٽَنِ ۽ گھوڙَنِّ، رِڻ ۾ لائُون لَڌيُون.

6

گھوڙَنِ ۽ گھوٽَنِ، جِنَ ٺ ٽورا ڏِينھَڙا؛

ڪَڏَھِن مَنجھ ڪوٽَنِ، ڪَڏَھِن واھي رِڻ جا.

7

جھمندِيُون اَچَنِ، جھوليُون جُھونجھارَنِ جُونِ؛

پايو ٻُڪَ ٻُھارَ جا، اُنِ جُونِ وَھُون واڪا ڪَنِ؛

پِٽِنِ پارَ ڪدَنِ؛ رڻ گجيو، راڙو ٿيو.

8

”ڪانڌَ ! ڪَلارين ڪَپڙين، وَرَ ! وِناھِيو آءُ؛

جِتِ سانگِيُنِ جي سَٽِ وَھي، اُتِ وِڪَ وَڌندِي پاءِ؛

نان تان پِوَ مَ پاءِ، جان جان نُوڙين نہ چڙھِين.“

9

’پَکو‘ آئُون نہ چوان؛ ’مارِيو‘، تہ وِسَهان؛
ڪانڌَ مُنهَن ۾ ڏَڪَڙا، سيڪِيندي سُونهان؛
تہ پرڻ لَجَ مَران، جي هُوَنسِ پُٺِ ۾.

10

مُنهَن مَٿاهان جن جا، سي پِڻيو ڪَڏِن پارَ؛
”جيڏِيُون! هِنَ جُهنجهارَ، اُجاري سَپِ اَچا ڪَيا.“

11

مَرُ مَرِين، آئُون رُئَنِءِ! موني آءُ مَ، ڪانڌَ!
ڪَچَنِ وَڏا پاندَ، جِئَڻَ ٿورا ڏِينهَنڙا.

## داستان چوٿون

1

ڪا جا ڏِري ڏِنگرِي، ڪو جو وَرِيو واءُ؛
عَلِيءَ شير وِياءُ، رِڻ ۾ پين راتڙي.

2

جهيڙو لاهِ، يَزِيدَ ! عَلِيءَ جي اولادَ سين؛

سا نہ پَسَندين عِيدَ، جا هُوندِي مِيرَ حُسينَ سين.

3

ڪُوفِيَن ڦِهَرُڪَيو، ٿِيا جَماتِي يَزِيدَ سين؛

پَلِيتَن ڪي پِڙَ ۾، وَرِنَهُ وَرِ پيو؛

سَذَرِ هونِ سِهو، شِيرُ شَهادَتَ رَسِيو.

4

ڪُوفِيَن ڪاغَذُ لِکيو، وِچِ وِجهي اَللّهُ؛

”اَسِين تابِعَ تُنهنجا، تُون اَسانجو شاهُ؛

هيڪَرَ هيڏِي آءُ، تہ تَخَتُ تابِينِي تُنهنجي.“

5

ڪُوفِي ڪَربَلا ۾، پاڻِي نہ پِيارِين؛

اُتي عَلِيءَ شاهَ ڪي، شَهزادا سارِين؛

نِڪِريو نِهارِين؛ چَڙهُه، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!

6

پِرهَ پَکِي آئيو، ڪَربَلا مان ڪَهِي؛
روضي پاسِ رَسُولَ جي، تَنهِن هلِي هاڪَ هَنئِي؛
”ڏِنيَمِ رُڪَ رُئِي، چڙهُ، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!“

## داستان پنجون

1

حَسَنُ ناه حُسينَ وَٽِ، پيلِي نہ ڀاهُون؛
ساڙيه شَهزادَنِ جو، آهي اُڀاهُون؛
يَزِيدَ! جُلاهُون، تيلان ڪَرِئين تَڪِڙيُون؟

2

ڪِلي ويرَ ڪَنَڪَ مِ، هَيءِ! جي حَسَنُ هو؛
پيڙو پيڙو پَنهنجي پاءُ سين، پَتَنگَ جئَن پيو؛
آهي ڪيِرُ پيو، جو ڪَري هَلان مِيرَ حُسينَ تان؟

3

ڪِلي ويرَ ڪَنَڪَ ۾، سائُو سَپ نه هُوَنِ؛
پِڙَ تي سيئَي پُوَنِ، موٽَڻُ جنِين ميهڻو.

4

ڪِلي ويرَ ڪَنَڪَ ۾، پاڪَر جو پائي؛
اَجا اُنَ کي جِئَڻَ جو، آسانگو آهي؛
سُورِهُ سو چائي، جو رُڳُوئِي رِڻِ ڳِھڙي.

5

سُورِهَا! مَرين سوپَ کي، ته دِلِ جا وَهمَ وِسارِ؛
هَڻُ پالاءِ وِڙِهُ پاڪُرين، آڏِي ڍالَ مَ ڍارِ؛
مَٿان تيغَ تَرارِ، مارِ ته مَتارو ٿِئين.

6

حُرُّ هَلِي آئيو، مانجِهي مَردانو؛
”آهِيان عاشِقُ آڳِ جو، پَتنگ، پَروانو؛
مانَ راضِي ٿِئي، رَسُولُ رَبَّ جو، نَبِي تو نانو؛
هِيُ سِرُ سَمانو، گھوتَ! مَٿان ئي گھورِيان.“

7

هُئي هِدايَت حُرَّ کي، اَزَلَ ۾ اَصلا؛
چَڙهِي آئيو جنگ تي، هلِي هُنَ پارا؛
اِيندي چيائين اِمامَ کي: ”گھورِيُسِ آن مَٿاءِ“؛
”لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا“، جيڪا پُڄندِيَمِ سا؛
گھوٽَ بہ لڳا گھاءَ، سر پڻ شيرُ شَهِيدُ ٿِيو.

8

پاوَنگَ اُپو پڙَ ۾، هَٽي هَزارِي هولُ؛
جَوَهَرَ ۾ جَڙاءَ سين، ڪامِلَ سِرَ ڪنگولُ؛
رَتو رَتَ رَتولُ، مولهيو مِيرَ حُسينَ جو.

9

ڏاڙهِي رَتَ رَتِياسِ، ڏندَ تہ ڏاڙهُونءَ گُلَ جِئَن؛
چوڏهِينءَ ماهَ چَندَ جِئَن، پڙَ ۾ پا ٻِڙِياس؛
ميڙِي ۾ مُحَمَّدَ جي، مَرُ مَرڪي ماسِ؛
تَنهن سُورِهَ کي شاباسِ، جو مَٿي پڙَ پُرِزا ٿِئي.

10

ڪَڪِرا ڪَرِبَلا جا، مادِرِ ٿي ميڙِياسِ؛

ڦَٽَنِ تان رَتَ ڦُڙا، عَلِيءَ ٿي اُڳهِياسِ؛

مِڙَئي معافُ ڪَياسِ، خالقَ بَدِلي خُونَ جي.

## داستان ڇهون

1

ڪَؤنر، ڪِلي جا ڪوڏِيا! جانڪِي تائَين جِي؛

مَٿان اَڙِنِ اُسِري، رُڪَ پِيالو پِيُ؛

ڳاهُ ڳِجُهنِ جو ٿِيُ، وِيٺي جن وَرِهَ ٿِيا.

2

چِپَرِ جِئَن پُهُون، تِئَن رِڻُ ڳِجُهنِ رانئيو؛

وَنڪا وَنڱَنِ ڳَڏِيا، ڊوڙِيو ڏِيَنِ ڊَهُون؛

مُهاڻِ وَهُون، نِيرُ مَهانگو ڪَندِيُون.

3

ڪُوپا ڪِلي ڪوڏِيا، راوَتَ ڪِين رَهَنِّ؛
سائُنِ سِرَ فِدا ڪَيا، اَگيان اِمامَنِّ؛
”يُجَاهِدُونَ فِي سَبِيْلِ اللّٰهِ“، ڪَمُّ اِهو ئي ڪَنِّ؛
حُورُون هارَ پِتَنِّ، سِهرا شَهِيدَنِ کي.

4

جَنَّتَ سَندِيَن جُوءِ، فائِقَ هَليا فِردَوسَ ڏي؛
فاني ٿِيا 'فِي اللّٰه' ۾، هُوءِ سين ٿِيا هُوءِ؛
رَبَّ! ڏيکارِئِين رُوءِ، اُنِين جي اِحسانَ سين!

5

حسَنَ، ميرَ حُسينَ کي، رُنو ٽِنِ ٽولَنِ؛
گهرِ مارُهين، جهنگ مِرُوئِين، اُپَنِ ۾ مَلڪَنِ؛
پَکِيُنِ پاڻ پُڇاڙِيو، تہ لَڏِيو هوتَ وَجَنِ؛
اَلا! شَهزادَنِ، سوپُون ڏِئِين، سَچا ڏَڻِي!

6

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جو، جن نہ هِنئَڙي جارُ؛

خالِقُ، رَبُّ جَبَّارَ، ڪِينَ مَرهِيندو تن ڪي.



# سر سارنگ

## داستان پھريون

1

آ ڳَمِيو آھي، لَڳَه پَسُ! لَطِيفُ چئي؛
وُنو مِينهُن وَڏَ ڦُڙو، ڪَڏو ڏَنَڪاھي؛
چَنَ چَڏي پَٽِ پئو، سَمَرُ سَنباھي؛
وِھو مَ لاھي، آسِرو اَللهَ مان.

2

آ ڳَمَ ڪَيا اَللهَ، لَڳَه پَسُ! لَطِيفُ چئي؛
پَلَرَ جي پالُوٽَ سين، پَٽِنِ جَهلِيا پاهَ؛
واحِد وَڏائي ڪَيا، مَٿي ڳَسَن ڳاهَ؛
سانگِيُن وَرِيا ساهَ، اُنُن آبُ آ ڳُوندِ رو.

3

آ ڳَمَ اِيَ نہ اَنگَ، جَهڙو پَسَڻُ پرينءَ جو؛
سيڻَن رِءَ سَيَّدُ چئي، رُوحَ نہ رُچَنِ رَنگَ؛
سَهَسين ٿِيا سارَنگَ، جاني آيو جُوءِ ۾.

4

جانِي آيو جُوءِ ۾، ٿِيو قَلبَ قَرارُ؛
وَهِلو وِچائِين وِيو، ڪَري غَمُ گُذارُ؛
نِظارو نِروارُ، پِي پَسايو پانھِنجو.

5

اَڄُ پڙ اُتَرَ پارَ ڏي، تاڙي ڪِي تَنوارَ؛
هارِيُن هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ؛
اَڄُ پڙ مُنهنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪَيا.

6

اَڄُ پڙ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪارا ڪَڪَرَ ڪيسَ؛
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪَري لَعلُ لِبيسَ؛
پِرِين جي پَرِديسَ، مُون کي مِينهَن ميڙِيا.

7

اَڄ پڻ اُميدُون، آ ڳَم سَندِيُون اُپَ ۾؛
ساوَڻُ پَسِي، سَرَتِيُون! سَڄَڻُ سارِيو مُون؛
آئُون آسائِتي آهِيان، مانَ پِرِچائي پُون؛
گهرِ نہ گهُرجِين تُون، مُندَ مڙئِي مينهَن جِي؛

8

اُتران ٿي آئِيُون، ڪَري هَڪَلَ هُوءِ؛
پَري ٽَلَ ٽرائِيُون، جوڙي هَلِيُون جُوءِ؛
پَسو جا پَٽَن ۾، ڪَٿُورِيءَ خوشبُوءِ؛
اَچي رُوبرُوءِ، اُنِيُون روضي تان رَسُولَ جي.

9

پِيَّ پَسايو پانهِنجو، نِظارو نا گاهَ؛
لَٿو ڪَٽُ قَلُوبَ تان، ٿِي وِرُوهَڻَ واهَ؛
اُميدُون اَرِواحَ، پِيَّ پَسندي پُنِيُون.

10

وَسَڻُ اکَڙُنِ جِئَن، جي هُوند سِکَئِن، مِينهَن!

نہ هُوندَ راتو ڏِينهَن، بسِ بُوندَيَنئُون نہ ڪَرِين.

11

گامَ گُنديءَ گَنجَ، ابَرَ مِ اُهاءُ ٿِيو؛

پَسِي پَرِ پِرِيُن جِي، ڏُور ٿِيا سَپ ڏَنجَ؛

شالَ وَسندَو سَنجَ، عاشقَ تي اوهِيڙا ڪَري.

12

اَڳَڻِ تازِي، ٻهَرِ ڪُنڍِيُون، پَکا پَٿِ سُنهَنِ؛

سُرَهِي سيجَ، پاسي پِرِين، مَرُ پيا مِينهَن وَسَنِ؛

اَسان ۽ پِرِيَنِ، شالَ هُوَنِ بَرابَرَ ڏِينهَڙا.

13

بَرَ وَنا، تَرَ وَنا، وَنِيُون ترايُون؛
پِرهَ جو پَنِ تي، ڪَنِ وِلوڙا وايُون؛
مَکَڙَ پَرين هَنڙَا، سَنگهارِيُون سايُون؛
ساري ڏُهن سامُهِيُون، ٻولايُون، رانيُون؛
ٻانِهيون ۽ ٻايُون، يَکي سُنهَنِ پانهنجي.

14

بَرَ وَنا، ٿَرَ وَنا، وَنوجيسَرُميرَ؛
آگَمِ ڪَري آئِيُون، پائِرُ پَري پيرَ؛
لاٿائُون، لَطِيفُ چئي، وانديُنِ مَٿان ويرَ؛
سَرَها ڪَيائُون سيرَ، سَرَهيُون سَنگهارِيُون ٿِيُون.

15

بَرَ وَنا، ٿَرَ وَنا، وَني ڪَڇَ ڪِنارَ؛
پونيازِيءَ پَنِ تي، ڏِسُ! نايائُون نارَ؛
سَٻاجهي سَتارَ، لاٿا ڏُرتَ ڏيهَ تان.

16

سارَنگَ! سارَ لَهيجِ، اَللهَ لَڳِ اُجِيَنِ جِي؛
پاڻِي پُوڄَ پَٽَنِ ۾، اَرزان اَنَّ ڪَرِيجِ؛
وَطَنُ وَسائِيجِ، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿِئي.

17

سارَنگَ ڪي سارِينِ، ماڙهُو، مِرگَهہ، مينهِيُون؛
آڙِيُون اَبَرَ آسِري، تاڙا تَنوارِينِ؛
سِپُون جي سَمُوندَ ۾، نَئِين سِجَ نِهارِينِ؛
پَلَرُ پِيارِينِ، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿِئي.

## وائي

مُنهنجي سَيّدُ سارَ لَهندو؛ مُون کي آهِ اُميدَ اَللهَ ۾.

سَجدي پئي سُپرينءِ، زارِيُون زورِ ڪَرِيندو؛

اُمَتَ ڪارَڻِ اَحمَدُ اُتِ، پِرِمَلُ پاڪُ پِنندو؛

صُورَ ڌَڪاءُ ٿِيندو، اِڪيُون سَپ سَجُ ڪَڍيندو؛

ميڙُو ٿِيندو مومِنين، اُتِ مُحَمّدُ ميرَ مَلهَندو؛

نفسَاً نِفسِي سپَڪو ڪَري، داتا دَرِ دوڙَندو؛

مُهتُ ڏِيندُس مولو، اُتِ بَدِيُون بَخشائِيندو.

## داستان پيو

1

سارَنگَ سائي سِٿَ، جهِڙيي لاِلي لاڪَ جي؛

اِئَن سي اُبِن اَنگِيا، جِئَن سي چُنيءَ چِٿَ؛

بَرِسيو پاسي پِٽَ، پِريائين ڪُنَ ڪِراڙَ جا.

2

پِرِي پٽَ تي آئيو، سارَنگُ سُهِجَ مَنجهان؛
ڪِڙِيُون ڪَنَڻَ هارَ جِئَن، وِڄُون اُتَرَ واءِ؛
سُرَها سَبزا ٿِيا، ڊامَڻَ دِٻَ ڪَيا؛
پَهِرِي پَٽِنئان، پَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙَ جا.

3

پَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙَ جا، وُٺو وا رِياسو؛
ڪُٽِيِيءَ ڪِنوَڻِ ڪَيو، چَڱو چَؤماسو؛
ماڪاٽِيءَ تان موٽيو، ڏِيُئِي پَٻَ پاسو؛
خالِقَ ڪَيو خاصو، چِيهو چُڪِيءَ ڪَنڍِيِن.

4

چِيهو چُڪِيءَ ڪُنڍِيِن، ڪَيائِين ڳَڙَنگَ تي ڳُلَ؛
هَڏاڪُٽِيان هَليو، پَري تَرايُون تَلَ؛
آنداٰئِين آبَ اُچَلَ، مَٿي باغَ بَهارَ ٿِي.

5

اَڄُ رَسِيلا رَنگَ، ٻادَل ڪَڪِريا ٻُرجَنِ سين؛
سازَ، سارَنگِيُون، سُرَندا، وَڄائي ٻَرُ چَنگَ؛
صُراحِيُون سارَنگَ، پِلِتيُون راتِ پَڌامَ تي.

6

مِينهان ۽ نِينهان، ٻَئي اکَرَ هيڪَڙِي؛
جي وَسَڻَ جا ويسَ ڪَري، تہ ڪَڪَرَ ڪَنِ ڪِيهان؛
ٻادَلُ ٿي ٻِيهان، جي آگَمَ اَچَڻَ جا ڪَرِين.

7

ڪُڪِڻَ ڪانڌُ چِتِ ڪَيو، جُهڙُ پَسِيو جِهڄَنِ؛
وَرَ رِءَ وانڍِيُنِ اَڏِيا، پَڪا سِي مَ پُسَنِ؛
اُتَرُ ڏاهي اُنِ جا، تہ ڪَنهن کي ڪارُون ڪَنِ؛
وارِثُ وَري تَنِ، اَچي شالَ اولو ڪَري.

8

ڪُڻڪَنِ ڪانڌُ چِتِ ڪَيو، جُهڙُ پَسِيو جُهِڻڪَنِ؛
سُٽِيو رَڙِ رَعِدَ جي، ڪَلِيُون ٿِيُون ڪَنبُنِ؛
ڪَلِيُون ڪِينَ ڪُڇَنِ، ويچارِيُون وَرَنِ ري.

## داستان ٿيون

1

گَنيرَ گَتِ سِڪَنِ، چَلَڻَ جي چاهَ پَئِي؛
هِندوا حَيرَتَ ۾ پِيا، لالِي ڪِي لَبَنِ؛
چِمڪَنِ چوڏَس چَندَ جِئَن، وِڄِڙِيُون وَهَسَنِ؛
لوچَنِ ٿاءِ لَطِيفُ چئِي، پَسَڻَ لاءِ پِرِيَنِ؛
ڪَيسَرَ قِرِبَنِ، سَنباهي ساڻُ ڪَنيا.

2

مندَ ٿِي مَندَل مَندِيا، ڪَي اوهِيڙَن اوڪَ؛
چاچَرِ ٿِي چَنَنِ ۾، مينهِيُون چَرَنِ موڪَ؛
سَرَهِيون ٿِيُون سَنگهارِيُون، پُويو پائِن طَوق؛
ميها، چِيڙَ، ڦَنگِيُون، جِت ٿِيَنِ سَپيئَي ٿوڪَ؛
لاهِئَين مَٿان لوڪَ، ڏولائي جا ڏِينهَڙا.

3

مُندَ ٿي مَندَل مَندِيا، تاڙِي ڪَي تَنوارَ؛
هارِيُن هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ؛
اَڄُ مُنهِنجي يارَ، وَسَڻَ جا وِيسَ ڪِيا.

4

مُحِبَّ مُنهِنجا سُپرِين! آڻيئي اَللّٰهُ؛
توکي سارِيو ساهُ، اُڪَنڊِيو آهُون ڪَري.

5

آگَمَ ڪَيو اَچَنِ، سَجَڻَ سانوَڻَ مِينهَن جِئَن؛
پاسي تِنِ وَسَنِ، جي سَپُ ڄماندَرُ سِڪِيا.

6

اُوچڻَ گُهِرجي آجِڪو، جُهوپو سَهي نہ سِيُ؛

سُٽائِج سُوَڙَ کي، حالُ مُنهِنجو هِيُ؛

اَگَڻَ آيو ٿِيُ، تہ ڍولِيا! ڪَنهن ڏَنگ ٿِيان.

7

ڪانڌَ! تُنهنجي پاندَ ري، سَنجهي سيءَ مَران؛

ڪامِلَ! ڪَپاهُنَ مِ، پيئي ٿارَ ٺَران؛

تارِيءَ تو تَران، جِنَ وَرُ وِهاڻِيءَ وارِئِين.

8

ڪانڌَ! تُنهنجي پاندَ ري، سيءَ مَران سَپ راتِ؛

ڪامِلَ! ڪَپاهُنِ مِ، جَهپَ نہ اچي جهاتِ؛

اَچِين جي پرِڀاتِ، تہ آئُون سِيُّ نہ سارِيان.

# داستان چوٿون

1

سَڄَڻ سانوَڻ مِينهَن جِئَن، جُهڙِڪَن پاسي جهوڪَ؛
ڏِيندا پاهُ پَٽَن کي، مَنجهان مِينهَن موڪَ؛
لَسَ پيارِين لوڪَ، آگَمَ ڪَيو اُڪَن سين.

2

واهُندان وِڄون ٿِيون، ڪِڙِيُون ڏَنهن ڪَنياتَ؛
ڪُنڊِيُون ڪاهي ڳَسَ ڪَرِيو، وَڄُون ڪَرِيو واٽَ؛
سَنگهارَن سُکَ ٿِيو، لَٿي اُڄَ اُساٽَ؛
جُهڙَ ڦُڙَ ڏِئي جهاتَ، پُسائِنديُون پَٽِيُون.

3

سَڄو صافُ نہ اُپِري، سَرِلي وِڇان سِڄُ؛
مُنهُن چَڙهِيو مانڙهن کي، ڏِئي وِڏايُون وِڄُ؛
هِنئَڙا! ڪَپُ مَ ڪِڄُ، سِگها مِلَندَءِ سُپِرين.

4

ڏَٿِ ڏِري پَٽِ پيئُون، ٿيا وَلهارَنِ وِيَ؛
سِجُ، چَنڊُ نہ پاڙِيان، سيٽَنِ جي شَبِيهَ؛
جي جاني اَندَرِ جِيءَ، سي پِرِين پِيهِي گَهرِ آئيا.

5

ڏَٿِ ڏِري پَٽِ پيئُون، وِڄُنِ ڪَيا ڏَرَمَ؛
واحِدَ وَڏائي ڪَيا، ڪُنڊِنِ سارُ ڪَرَمَ؛
سَنگهارَنِ شَرمَ، رَکُ مُنهنجا سُپرِين!

6

موتِي ماندِاڻِ جِي، واري ڪَيائِين وارَ؛
وِڄُون وَسَڻ آئِيُون، چَوڌِس ۽ چوڌارِ،
ڪي اُتِي وِسِيُون اِستنبولَ ڏي، ڪي مَٽِيُون مَغربَ پارَ؛
ڪي چمڪَنِ چِينَ تي، ڪي لَهَن سَمَرقَندِيُن سارَ؛
ڪي رَمِي وِسِيُون رومَ تي، ڪي ڪابُلَ، ڪي قَندارَ؛
ڪي دَهلِيءَ، ڪي دَکَنِ، ڪي گُڙَنِ مَٿي گِرنارَ؛
ڪَنهِين جُنبِي جيسَلمِيرَ تان، ڏنا بيڪانير بَڪارَ؛
ڪَنهِين پُڄ پِڄائِيو، ڪَنهِين ڊَٺَ مَٿي ڍارَ؛
ڪَنهِين اَچي اَمرَڪوٽَ تان، وَسايا وَلهارَ؛
سائِيَمِ! سَدائِين ڪَرِين، مَٿي سِنڌُ سُڪارَ؛
دوسَ! مِنا دِلدارَ، عالَمُ سَڀ آبادِ ڪَرِين.

7

موٽي ماندائِڻ جي، جُڙي ڪَيائين جوڙَ؛
وِڃُون وَسَڻ آئُيون، ٻِهِ ٻِهِ ٻَڌائُون ٻوڙَ؛
اَنَ جا عالَمَ ۾، لَکين ٿِيا ڪوڙَ؛
سارَنگَ لاتي سوڙَهه، ساندَهِ سُهائو ٿِيو.

8

حُڪُمُ ٿِيو بادَلَ کي، تہ سارَنگَ ساٿَ ڪَجَنِ؛
وِڃُون وَسَڻ آئُيون، ٿَهَ ٿَهَ مينهَن ٿُمَنِ؛
جِنِ مَهانگو لِهي ميڙيو، سي ٿا هَٿَ هَڻَنِ؛
پَنجَنِ مَنجهان پَندِ رهَن ٿِيا، اِئَن ٿا وَرِقَ وَرَنِ؛
ڏُڪارِيا ڏيہَ مَنا، شالَ مُوذي سَڀُ مَرَنِ؛
وَرِي وَڏي وَسَ جُون، ڪَيُون ٻالِهيُون ٻِنوارَنِ؛
سَيّدُ چوي سَپِنِ، آهِ توهِ تُنهنجِي آسِرو.

9

اَندَرِ جُهڙُ جُهورِ وَهي، ٻَهَرِ ڪَڪَرُ نہ ڪوءِ؛
وَسائيندي وِڄُڙي، حُبَّ جنِين کي هوءِ؛
لالَنُ جنِين لوءِ، تن اوڪاڙِين نہ اَڪيُون.

10

آڳَمِجي آئِيُون، اُتَران ڪَري اُورِ؛
جي پِرين هُئَڙا ڏُورِ، سي مُون کي مِينهَن ميڙيا.

## وائي

آئي مُندَ مَلارَ، آئون کِهنبا ڪَندِيَسِ ڪَپڙا؛
وَسَڻَ جا وِس ڪَيا، اَڄُ مُنهنجي يارَ؛
لارَ لائيندي وَڇُڙا، پِنڙَسِ پِنيا وارَ؛
پَکي آءُ پِرين تُون، لَهُ مُنهنجي سَيِّدُ! سارَ.

# سُر آسا

## داستان پهريون

1

لوچان ٿي لاحَدَ ۾، هادِيءَ لَهان نَہ حَدُّ؛
سُپيرِيان جي سُونهَن جو، نَڪو قَدُ نَہ مَدُّ؛
هِتِ سِڪَڻُ بي عَدَدُّ، هُتِ پِرينءَ پَروا ناهِ ڪو.

2

”آئُونَ“ سين اُنَ پارِ، ڪَڏِهن تان ڪونَہ پِيو؛
”اِنَّ اللّٰهَ وِتْرٌ يُحِبُّ الْوِتْرَ“، نيئي پيائي پارِ؛
هيڪِڙائيءَ وَٽِ هارِ، هَنجُون جي هُنَّڻَ جُون.

3

بِنِ! پيائي، سُپِرين! پاٽان مُون ڪي پَلِ؛
”آئُونَ“ اورِيان جهَلِ، توکي رَسي ”تو“ ڏِٽي.

4

هُو پڻُ ڪونهي هِنَ ري، هِيُ نَہ هُنَهان ڌارَ؛
”اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ وَ اَنَا سِرُّهٗ“، پَرُوڙِج پَچارَ؛
ڪَندا وِيا تَنوارَ، عالِمَ عارِف اَهڙِي.

5

جان جان پَسِين پاڻَ ڪي، تان تان ناهِ نَمازَ؛
سَڀِ وِڃائي سازَ، تِهان پوءِ تَڪبِيرَ چَئُو.

6

جان جان پَسِين پاڻَ ڪي، تان تان ناهِ سُجُودُ؛
وِڃائي وُجُودُ، تِهان پوءِ تَڪبِيرَ چَئُو.

7

نابُودِيءَ نيئِي، عَبْدَ کي اَعلىٰ ڪَيو؛
مُورَتَ ۾ مَخفِي ٿِيا، صُورَتَ پڻُ سيئِي؛
ڪَبِي اِتِ ڪيهِي؟ ڳالِهہ پِريان جي ڳُجَهہ جِي.

8

جن وِڄايو وُجُود کي، سي فانِي ٿيا ”فِي اللهَ“ ۾؛
نه تن قِيامُ نَه قُعُودُ ۾، نه ڪو ڪَن سُجُودُ؛
جيلان ٿِيا نابُودُ، تيلان ڳَڏِيا بُودُ کي.

## داستان پيو

1

اُپِرَنْدي ٿي سِجِ، پِرِين جي نه پَسَندِيُون؛
ڪَڍِي پيئي ڏِجِ، اکَڙِيُون ڪانگَنِ کي.

2

نيرانا ٿي نيڻَ، نيئي آچ پِرِيُن کي؛
سَتِرِ ڪاڏا ڪيڻَ، جه ڏِنو مُنهُن مَحبُوبَ جو.

3

تِن نيڻَنِ ڪِي نيرانِ، جِن ساجُهرُ سيڻَ سانپيڙِيا؛
جِيءَ، جُسي ۽ جانِ، ڪَرَ حُضُورِي حَجُّ ڪيو.

4

اَکِيُون عَلَي الصَّباح، دوستُ ڏيکَڻَ آئِيُون؛

اُپيندِيُون اَرِداسَ ۾، ٻِي نہ ڪَندِيُون ڪاءِ؛

رَچَندِيُون رِءَ پاهَ، پَرِچَندِيُون پرِينءَ سين.

5

وَسَنِ ۽ وَهسَنِ، ڏيهاڙِي ڏِسَڻَ لَءِ؛

ڏِسي ڏِسِي آئِيُون، توءِ تَلاشُون ڪَنِ؛

ڏاپيو نہ ڏاپَنِ، پَسَڻَ مَنجهان پرِينءَ جي.

6

اَکَڙِيُون اَکَڙِيُنِ تي، ڏَمَرَ ڏوسَ ڪَرِينِ؛

جيلانہَ سِڪَڻُ سِکِيُون، تيلانہَ دَعوىٰ مَنجِهه دَڙِينِ؛

کِلَنِ ۽ کَرِينِ، رُسَنِ پَرِچَنِ پاڻَ ۾.

7

اَکِيُنِ کي آئُون، جان ڪِي جُهلُون پائِيان؛

لوڪُ لَتاڙِي نِندَ ۾، ساجَنُ سوناؤُون؛

مُون کي مارِيائُون، پاڻَ پَرِچي آئِيُون.

8

اَکِيُنِ پَنهَنجِي مَتِ، پاڻَ سين پاٺِهين ڪَئِي؛
اُتي وَڃِي لَڳِيُون، جِتي جانِ ڪَپَتِ؛
نَہ ڪا ڳالِهہ نہ ڳِتِ، جِيَّ ڏِني رِءَ نہ جُڙي.

9

اَکَڙِيُنِ آرو، مُونهان پُڇي نہ ڪَيو؛
اُتي وَڃِي اَڙِيُون، جِتي چَوَڻَ نہ چارو؛
هِينَئَڙو وِيچارو، واڻُون جَهلِيو وِجُهلي.

10

اَکِ اُلِٽي ڏارِ، وَنِءُ اُلِٽو عامَ سين؛
جي لِهوارو لوڪُ وَهي، تُون اُوچو وَهُ اوپارِ؛
مَنجهان نُوچَ نِهارِ، پُرُ پُنيرو پِرِينءَ ڏي.

11

تان جي ٿِيَنِ سامُهان، پُنيرا سُونهَنِ؛
سَنئُون وَرائي سُپِرِين، مُنهُن جي مانڌي ڪَنِ؛
رَڳُون سَپِ رَچَنِ، تَنَ مِ تازائي ٿِئي.

12

اِڪيُون سي ئي ڏارِ، جِنِ سان پَسين پِرينءَ کي؛
پِئي ڏانهن ڪِيمَ نِهارِ، گهڻو رِيسارا سُپِرين.

## داستان ٽيون

1

ديکُ مَ تُون سين تَنِ، هِي جي مَجازِياٽُيون مُنهَن مِ؛
ڪِينَ نه سُجاتو سُپِرين، نِهاري نيڻَنِ؛
پِرين سي پَسَنِ، پِئي جنِين پُورِيُون.

2

مَجازِي مَ مَٽِ ڪَرِ، پَنِيُون اِئَن نه پيرِ؛
پُڇِي ٿَئِين نه پيرِ، هارِي! حَقِيقِيءَ جي.

3

سَنئَين سُونهائي سَپَڪا، ڪا مُون مُنجهائي؛
طَلَبَ ۽ تَحصِيلَ، اورِيان ئي آهي؛
مان تَنُ تِت لائي، جِتِ آهِ نه ناهِ ڪا.

4

جِتِ آهِ نه ناهِ ڪا، اِيُ خاڪِيءَ جو خِيالُ؛
جانِبَ جو جَمالُ، پَسَڻان ئي پَري ٿِيو.

5

جان تَنُ ڪَيوءِ نه تِيئَن، سوئِرِيان ئي سَنهڙو؛
پِرِين پائيندا ڪِيئَن، توکي اکَڙِيُن ۾؟

6

اکِيُن ۾ ٿِي ويهُ، ته آئُون وا ري ڏِڪِيان؛
توکي ڏِسي نه ڏيهُ، آئُون نه پَسان ڪِي پِيو.

7

ڪَرَ ڪي ڪَپُرُ ڪاءِ، نانگُ مَٽِيارو نِڪِري؛
اُپو جو اوناءِ، سُرِ پُرِ سَندِي سَجَڻين.

8

سَجَڻ سَنئُون ڪَنِ، لوڪان ليکي وِنگِيُون؛
سَندِي سُپِرِيَنِ، پَرِ پَرُوڙَڻُ ڏاکڙو.

9

حوصِلو حَيرَت ۾، ڪَري ڪِينَ دَرڪُ؛

جو حُسُنَ سَندو حَقُّ، سو ڪُورُ پَرُوڙي ڪِينَ ڪِي!

10

حوصِلو حَيرَت ۾، وَڃي ٿِيو ويڇُون؛

مُحَبَتَ جُون ميڇُون، ڪُورُ پَرُوڙي ڪِينَ ڪِي.

11

مُئي هاٿِيءَ تي مامرو، اَچي ڪَيو انڌَنِ؛

مَنازِين هَٿِ سِين، اکِين ڪِينَ پَسَنِ؛

”فِي الحَقِيقَتَ“ فِيل کي، سَڄا سُڃاڻَنِ؛

سَندِي سَرِّدا رَنِ، بَصِيرَت بِينا ڪَري.

## وائي 1

مُنهَن مَنجهه خَلِيلُ، اَندَرِ آذَرُ آهِئِين.

سَڌَ مَ ڪَر صِحَّتَ جِي، اَجا تُون عَلِيلُ؛

نالو ناهِ نِفاقَ جو، جِتي رَبُّ جَلِيلُ؛

مُنهَن ۾ مُسَلمانُ تُون، قَلۡبُ تان قَلِيلُ؛

والِيءَ جي وِصالَ ۾، دوئِي ناهِ دَلِيلُ؛

اَلا! عَبۡدُاللَّطِيفُ چَئِي، سَچو رَکائِجُ سِيلُ.

## وائي 2

مؤتَ مُندَ نہ آهي، تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا.

”عَجِّلُوۡا بِالتَّوۡبَةِ قَبۡلَ الۡمَوۡتِ،“ ويهُ تُون ويرَمَ لائي؛

پِرِيان ڪارَڻِ پارَڪي، سِڳهو ويهُ سَنباهي؛

اَجَلُ اَسارَنِ کي، ڪامَ وَني ٿو ڪاهي؛

وِڌائِين وَڏِڻَ لَءِ، ڳَنُ ڪُهاڙِيءَ پاهي؛

عِمارَتُون اَنڌَنِ جُون، ڍاهِيو ٿو ڍاهي؛

نِباڳهوٿَ ڳهَرَنِ ذي، ڪَنهن وَڏِيءَ وير وَناهي؛

اُتي، عَبۡدُاللَّطِيفُ چَئِي، بِنا ڪَفَنَ پَراهي.

## داستان چوٿون

1

مَحرُومَ ٿِي مَري وِيا، ماهِرَ ٿِي نہ مُئا؛
چِڙِيءَ جيئَن چُهنجَ هَڻِي، لَڏِيائُون لُئا؛
حُبابَ ٿِي هُئا، اِنهِيءَ واديءَ وِچَ ۾.

2

اَسِين سِڪُون جن کي، اَسِين پُڻِ سيئِي؛
”لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُولَدۡ“، وَنءُ اوڏانهِين پيهِي؛
تِهان مَنجهيئِي، پارِکَ! پَرِکج حَقَ کي.

3

ڏِسَڻُ ڏِسِين جي، نہ هَمہ کي حَقُّ چَئِين؛
شارِڪَ! شَڪُ مَ ني، اَنڌا ! اِنهِيءَ ڳالهِ ۾.

4

آڏو جو اِثباتِ کي، سو شِرڪُ لاهي شَڪُ؛
هُئِي جنهن ۾ حَقُّ، تنهن نَفِيءَ جِهو ناهِ ڪو.

5

اِنَ پَرِ نہ اِيمانُ، جِئَن ڪَلِمي گو ڪوٺائيِن؛
دَغا تُنهِنجي دِلِ ۾، شِرڪ ۽ شَيطانُ؛
مُنهَن ۾ مُسَلمانُ، اَندَرِ آذَرُ آهِئين.

6

ڪُوڙو تُون ڪُفرَ سين، ڪافِرُ مَ ڪوٺاءِ؛
هِندُو هَڏِ نہ آهِئين، جَڻيو تو نہ جُڳاءِ؛
تِلڪُ تِنين کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سين.

7

مُنهُن تہ آهيرِيان ئِي اُجرو، قَلبَ ۾ ڪارو؛
ٻَهران زيبُ زِبانَ سين، دِلِ ۾ هَچارو؛
اِنَ پَر ويچارو، ويجهو ناهِ وِصالَ سين.

8

تُون ڪا ڪاني پاءِ، وَنِ ۾ وِصالَ جي؛
دُوبِينائي دُورِ ڪَري، مَعرِفَتَ مَلهاءِ؛
سُپيرِيان جي سُونهَن ۾، رُخنو ڪونَ رِهاءِ؛
اڪِ اَشَهَد چاءِ، ته مُسَلِماني ماڻِئين.

9

سُرمُون سِياهيءَ جو، رَنِ ڪي رِهاءِ؛
ڪاني ڪارائيءَ جي، مُرِسُ ٿي مَ پاءِ؛
اڪِيُن ۾ اَٽِڪاءِ، لالائي لالَنَ جي.

10

سُرمون سُرخِيءَ جو، جَڏهن پاتو جن؛
تَڏهن ڏِني تن، رَونَق ريٽي جهَڙي.

11

سُرمون سُفيدِيءَ جو، جَڏهن وِڌو جن؛
تَڏهن ڏِني تن، اَڇائي عالَمَ ۾.

12

مُون تان لِڪائي گهٽو، روئَڻ ڪِي روشَنُ؛
رَسِيو ريزالَن کي، مَنجهان زَردِيءَ ظَنُ؛
ويرِي مُون وَرَنُ، ڳالِه ڪَيائِين ڳُجَهه جِي.

13

لَکين سَئِين مَهَراڻ، آئِي سَڀ اُذَمِيا؛
سَڙان مَنجهِين مانَ، ٻَهَر ڀاڦَ نه نِڪري.

14

”پاڻُ“ پَردو پاڻَ کي، سُٽِي ڪَرِ سَنپالَ؛
وِچان جو وِصالَ، سو تان هُئَڻُ هِنَ جو.

15

”پاڻُ“ پَردو پاڻَ کي، طالِبَ! سُڃِ تُون؛
نَڪا هان نه هُون، پَردا سَڀ پاسي ٿِيا.

16

”مُون“ مُونهِين ۾ سَپَجي، مُون کي ”مُون“ جُڳاءِ؛
مُونهين جي ساجاءِ، مُونهين مَنجهان ”مُون“ ٿِئي؛
اُنَهِين اِئن جُڳاءِ، آن کي اِئن نہ چوَڻو.

17

گُندِي نِينهُن نہ سَپَجي، تُهَ نہ پَچي ماهُ؛
ڪَچِيءَ پَرِ ڪِنائِءُ، ٿِئي سَماجوڳُ سَجَڻين؟

18

نَظَرُ نِزدِيڪونِ، سَهِي نہ سَگهان ساعَتَ سِيئَن؛
پَسَڻُ پَري سَندونِ، آئُون نالي ڳيڙهي بِجُهران.

19

مُون کي مُون پرِيَنِ، ٻَڌِي وِڌو بارِ ۾؛
اُپا اِيئَن چوَنِ، مَڇُڻ پاندُ پُسائِين.

20

پِيو جو پاتارِ، سو ڪِئَن پُسَڻَ کان پالِهو رَهي؟
سالِڪَ! مُون سيڪارِ، ڪو پَهُ اِنَهِين پاندَ جو.

21

ڪَرِ طَرِيقَت تَڪِيو، شَرِيعَتَ سُجاڻُ؛
هِنئُون حَقِيقَتَ هيرِ تُون، ماڳُ مَعرفتَ جاڻُ؛
هوءِ ثابُوتِيءَ ساڻُ، تہ پُسڻان پالِهو رَهين.

22

ڪُوڙِيِ ڪَچ مَ ڪَڏهين، ڦِڪِي پائِجِ ڦانگَ؛
ساري سَناسِيُن جِئَن، لائِقَ! رَکِجِ لانگَ؛
تہ چارَئِي چُنِيءَ پاندَ، اوسا گِنهي اُڪرِين.

23

سُتوئِي سيجَ گهُرِين، جَفا ڏِئِين نہ جانِ؛
صُلِحَ رِيءَ سيڻانِ، مَتان نُونڊين نہ چَڙهِين.

24

صُلِحُ جِن سَجَڻَ سين، سيجَ ماڻِيندا سي؛
”اَلَّذِينَ اٰمَنُوۡا وَكَانُوۡا يَتَّقُوۡنَ“، اِنَ پر اُپا جي؛
نيئِي نُونڊين تي، ڏِکِي چِڙِي چاڙِهيا.

25

جي ٿِيا حَلُّ حَبِيبَ سين، سُمهڻُ تن ثَوابُ؛
نيڻَ هيرائي نِندَ سين، خوش ڪَيائُون خَوابُ؛
او سِيڙو عَذابُ، دِليان تَنِين دُورِ ٿِيو.

26

تَنُ تَسبيحَ، مَنُ مَڻيو، دِلِ دَنبُورو جَنِ؛
تندُون جي طَلَبَ جُون، وَحدَتَ سرِ وَڄَنِ؛
”وَحدَهٗ لَا شَرِيڪَ لَهٗ“، اِهو راڳُ رَڳُنِ؛
سي سُتائي جاڳَنِ، نِندَ عِبادَتَ اُنِ جي.

## وائي

ڪِي اُنهين مَنجهِه آهي، هُو جي جُهونا پَسجَنِ جُهوپِڙا.

اِنَ دَرِ سيئي اِڱهيا، جن ڪي ڪونَ چِتائي؛

ڏا رِيان پائَنِ ڏا رِيو، پاڻ پُرِيان سين ڪائي؛

"اِنَّ اَوۡلِيائِيۡ تَحۡتَ قَبائِيۡ"، پَنهنجا پاڻ پَهرائي؛

"لَا يَعۡرِفُهُمۡ غَيۡرِيۡ"، پَرَ ڪي ڪِينَ پَسائي؛

پَنهنجِي چَڏي پَٽَ ۾، رِڙهُ اُنين جي رائي؛

خِدمَتَ ڪَرِ خُلۡقَ سين، پاندُ ٻِڃِيءَ ۾ پائي؛

اَدِيُون! عَبۡدُاللّطِيفُ چَئي، اِتاهِين ڪِي آهي.

# سُر رپ

## داستان پهريون

1

گُوندَرَ ڪَيو غرَقُ، ماءُ! مُنهِنجو جِندُ ڙوءِ؛
ڏُکوئِنِ مَرَڪُ، مَٿي سَڄُرَ پَندَ ڙو.

2

گُوندَرَ گَڏِياسِ، صِحتَ نِيڙِيمِ سَڄَڻين؛
مادَرِ! مارِياسِ، ڦوڙائي پِرِينءَ جي.

3

گُوندَرَ هَٿَ نہ پيرَ، وِرهُ مَنجِهينِ وَهَٽُو؛
ڪُڙِهِ مِ قطارُون ڪَري، سُورَنِ لايا سيرَ؛
مُون جِئَن گهاري ڪيرَ، هيڪلِي رِءِ سَڄَڻين؟

4

اُني جِئَن مورَنِ، اوپرَ وَلهارَنِ مِ؛
سا پَرِ گُوندَرَ ڪَنِ، جُہ ڦوڙائو سَڄَڻين.

5

ڳَڙَنِ ۾ ڳَڙهيجَ، روئي ڪَجَ مَ پَڌِرا؛
تان سُوراٽي سَهيجَ، جان لا هِيندَ ڙُ ڪولَهِين.

6

ڳُرَ ۾، ڳُجهو روءُ، پَڌَر وِجُهه مَ پَرِينءَ ري؛
سُورَنِ سُپَرُ هوءُ، هِنئَڙا! ڪُمَ ڪَنَنِ جِئَن.

7

جاءِ نہ سَچو ڏِينهُن، هِنئَڙو اوتي وَڳَ جِئَن؛
مُون پِرِيان سين نِينهُن، چِنَڻَ ڪارَڻِ نہ ڪَيو.

8

پَلَ پَلَ ۾ پَليانسِ، پَلُ نہ رَهي پِرِينءَ ري؛
جِئَن جهوريءَ ڪان جَهِليانسِ، جِهجِيو تِئَن جهوريءَ پَوي.

9

ڪَڪَرَ مَنِجهه ڪَپارَ، جُهڙُ نيٽَئُون نہ لَهي؛
اَجُ مُنهنجي چِتَ ۾، اُنا پِرِين اَپارَ؛
آءُ سَجڻ! لَهُ سارَ، وِرِهَ ويڙهِي آهِيان.

10

مُون مَنجهيئي مِينهُن ڪوهُ ڪَرِينديَس ڪَڪَرين ؟
سَرَلو سارو ڏِينهُن، مُون پِريان جو نہ لَهي.

11

جُہ سي سَنپِرِ جَنِ، سَہَ تنين سين اورِيان؛
لُنؤ لُنؤ هيٺِ وَجَنِ، رَڳُون رَبابَنِ جِئَن.

12

چَتُرُ رَهي نہ چِتُ، ويٺِين واڄِيو نہ رَهي؛
رَئِيءَ لِنَجي نِتُ، هِنئَڙو واٽَ وِرِکَ جئَن.

13

چوري چوري چِتُ، جان نئِينءَ وِهاٽِيءَ نِڪرِان؛
نِينهُن گُهرائي نِتُ، پِريان سَندي پيرَ ۾.

14

چيتارِيان چُڻِڪَنِ، وِسارِيان نہ وِسِري؛
ويرو تارَ ڏُکَنِ، سَجَڻ پَڳي هَڏَ جِئَن.

15

چيٽاري چوندِياسِ، ٻاڍِيُون سَپوئي سَڄَڻين؛
جُہ مُقابِلِ ٿِياسِ، تہ سَپِ وَڃَنِہِ وِسِري.

## داستان پيو

1

سَڄَڻَ سان نہ پيٽَ، ڳُجُھ ڳرڍِيان ڪَنِ سين؛
ٻاڍِيُون اِنهيءَ ريتَ، سَلا ٻَڌي مورِيُون.

2

ٻاڍِيُون پيٽَ وَرَنِ مِ، وَڏي وَڻَ ٿِيُون؛
پَرَ سين مُون نہ ڪَيُون، گوشي پرِين نہ ڳَڙيا.

3

ڳَونِي ءِ ڳُونِي، پرِين پَٽائين ڳَجَ جنُّ؛
جي مَنَ مجُوني، سي ڪِئَن وَجَن وِسِري؟

4

اَندَر اَندَر رِيُون، جِئَن سي وانجِهيءَ لَٺ مِڙ؛
مُون تَنَ تيترِيُون، ته ”ڪِئَن مِلبو سَڄَڻين؟“

5

جِئَن سي ڪُوهِيءَ نارَ، وَهَنِ واريءَ گاڏُئان؛
هِنئڙو پِريان ڌارَ، نِيرِيانس نه نِبري.

6

سَبَرُ سِيُّ پيو، نه مُون سَوَڙِ، نه گَبَرو؛
نه مُون ڪانڌُ، نه قُوتُ ڪي، جوپَنُ وَهي وِيو؛
تِنين حالُ ڪِهو، نِڌَرَ جنين نِجُهرا؟

7

اُتَرُ اوتُون ڏي، نه مُون سَوَڙِ نه گَبَرو؛
سِيُّ سارِينديُون سي، جنين نِڌَرَ نِجُهرا؟

8

اُتَرُ ڏِني اوتَ، نه مُون سَوَڙِ، نه گَبَرو؛
چارَئي چُنِيءَ پوتَ، مُون ريڙهِيندي راتِ گَئي.

9

نِينهُن نِهائِينءَ جان، ڏَڪِيو ڪوهُ نه ڏِڪِئين؟
جَرَ ڄَيري چَڏي، ته ڪِئن پَچَندا ٿانءَ؟
سَندي ڪُنڀاران، ڪَنِ ڪَريجا ڳالهَڙِي.

10

نِينهُن نِهائِينءَ جِئَن، ڏَڪِيو ڪوهُ نه ڏَڪِئين؟
جَرَ ڄيري چَڏي، ته رَڃَ پَچَندا ڪِئَن؟
تُون پڻ ڪَرِيج تِئَن، جِئَن ڪنڀارَ ڪَرِن ڪَمَ سين.

11

نِهائِينءَ ڪان نِينهُن، سِڪ مُنهِنجا سُپِرِين!
سَڙي سارو ڏِينهُن، ٻهَرِ ٻاڦَ نه نِڪري.

12

نيڻَ نِهائِين جان، سُتي لوڪَ ڏَڪِيان؛
اُجهامِيو ٻَران، توکي سارِيو سُپِرِين!

13

ڪي جو ڪُنڀارَنِ، مِٽيءَ پائي مَنيو؛
تَنهن مان تِرَ جيتِري، جي پَئي خَبَرَ ڪرَنِ؛
هِي تان هُوندَ مَرَنِ، هنِ اڱَڻِ اوراتو ٿِئي!



# سر ڪاھوڙي

## داستان پھريون

1

ڪاھوڙِيُن خَفِّيءَ سين، سوجھي لَڌو سُبُحانُ؛
عاشِقَ اَھڙِي اَکرِين، لَنگھِيا لا مَڪانُ؛
ھُوءِ ۾ گَڏِجي ھُوءِ ٿِيا، بابُو جي بِريانُ؛
سَپوئِي سُبُحانُ، آيو نَظَرُ اُنَنِ جي.

2

مُون سي ڏِٺا، ماءِ! جنين ڏِٺو پرينءَ کي؛
رَھِي اَڇِجي را تِڙِي، تن جُنگِن سَندِيءَ جاءِ؛
تنين جِي ساڃاءِ، تُرھو ٿِئي تارِ ۾.

3

ويئُون پَبِ پَئِي، ڪيرُون ڪاھوڙِيُن جُون؛
آئُون تن ڏُوٿِيُن جو، پُڇان پيرُ، پَھِي!
رُڃُن راتِ رَھِي، ڏُونگر جَنين ڏورِيا.

4

تُون هَڏِ ڪُڄاڙِيا، سَنجهي سَعيو نہ ڪَرِين؟
سَوارا سَندَ ڪَٽِي، ڪاهوڙِي وِيا؛
آڏِيندين ڪِيا، ڏُٿُ ڏوراٽي ڏيهَ جو؟

5

ڏوٿي سا ڏورِين، جا جُوءِ سُئِي، نہ ٻُڌِي؛
پاسا مَٿي پاهَڻين، ڪاهوڙِي ڪوڙِين؛
وِچا اُتِ وورِين، جت نِهايَت ناهِ ڪا.

6

پَڪُلِيا پُوٺَنِ، ڏَڙَ ڪي گَڏِيو ڏُوڙِ مِ؛
ڳالِهيُون، ڳِهِلي لوڪَ سين، پَڌ رِ پَئِي نہ ڪَنِ؛
ڪا مُلِ آهي تَن، مُون پِريان جي ڳالِهڙِي.

7

تان وَنئُن ويهِي آءُ، اَگَڻ ڪاهوڙِيُن جي؛
جوشَ ڏِنائُون جِيءَ کي، لِڪائي لوڪاءُ؛
ڏوٿِيُن ڪنهن ڏُکاءُ، سُمِهي سُک نہ ماڻِيو.

8

ڏُٿُ نہ ڪَٿو ڏوٿِيِن، جيڪِي ڏُٿُ ڪَرِينِ؛

اُهڃاڻِيُون عالَمَ جُون، اوريائِين آڻِينِ؛

تِهان پوءِ ڏَسِينِ، پِريان سَندِي ڳالهڙِي.

9

جي ڪو ڏُٿُ ڪَري، تہ ڏُونگَرَ ڏورَڻُ ڏاڪِڙو؛

چَپَرُ ڪِينَ ڏِئي، سُوڪِڙِيُون سُتَنِ ڪي!

10

مُون ڪاهوڙِي لَکِيا، گَهرِين نہ گهارِينِ؛

واحِدَ لَڳِ وِلهُنِ مِ، رويو جَرُ هارِينِ؛

گُونِدَرِ گُذارِينِ، جہُ ڏوٿِي ڏُٿَ گَڏُ ٿِيا.

11

ڪاهوڙِيُن ڪَٽِي، ساجُهرُ ٻَڌا سَندِ را؛

ڏورِيندي مِ ڏُونگرين، ڪَيائُون پاڻُ پَٽِي؛

ڏَکَنِ ڏِيلُ هَٽِي، چيہُ لَڌائُون چَپَرِين.

12

ڪَتَنِ نہ ڪَيڪانَ، پَنڌَ پَراهين هَلِيا؛
ڏوٿِيَرا ڪَنهن ڏُٺَ کي، جُنبِيا ڏُنهُن جابانَ؛
کاهوڙِيُن اُهِجاڻَ، اَنگ نہ سَڄِي اُڪِڙِي.

13

سُڪا مُنهَن سَندِنِ، پيرين پُراٽا کينڙِا؛
سا جُوءِ ڏوري آئِيا، سُونهان جِتِ مُنجَهن؛
ڳُجها ڳُجهيُون ڪَنِ، تِهان پَراهين پَنڌَ جُون.

14

سُڪا سَندَ ڪَچُنِ ۾، کَرِڪَٽا پيرين؛
ٿِمَندي نيٽِين، آن کي کاهوڙِي گَڏِيا؟

## داستان پيو

1

پِيوجن پَرو، کَنجي ڏُونگَرَ کامَ جو؛
چَڏِي کيٺُ کَرو، لوچي لاهوتِي ٿِيا.

2

پيئَي جن پَرکَ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي؛
واري سَپُ وَرقَ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

3

پيئَي جنِين باسَ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي؛
چَڏي سَپِ لِباسَ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

4

ڪَهڙو اَٿيئَي ڪامُ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ ۾ ؟
پَسِي تنهن پاهڻَ کي، اَچي نہ آرامُ؛
مَتان ڏُونگَرَ ڏورِئين، اُجِهين ڪُہ عَوامُ ؟
هَرا ڪَري حَرامُ، ڪامُ نہ ڪاهوڙِي ٿِئين.

5

ڏيهُہ ڏيهائي ناہِ، جِتي پيرُ نہ پَکِيان؛
تِتي ڪاهوڙِيان، وَرَ ڏيئَي وَڻَ چُوندِيا.

6

جتِ نہ پکِيءَ پيرُ، تتِ ٿمڪي باھِڙيَ؛
پيو ٻارِيندو ڪيرُ، ڪاھوڙِڪِيءَ ڪيرَ ري؟

## داستان ٽيون

1

اَچي پِيا آتَ ۾، واتَ وِجائي جَنِ؛
اُوءِ بصيرَ بَرَّنِ ۾، اَندا ٿِيو اُپَنِ؛
ڪَنَنِ آڏِيُون تاڙِيُون، ڪُنگُن جَئَن ڳھَمَنِ؛
فِراقِيءَ فرمان جو، آھي پَرُ پوڙَنِ؛
لَنگھا ٿِيا لاھُوتَ ڪي، سُتا پِيا سِڪَنِ؛
ڪَيَتِ ڪاھوڙِيَنِ، آہَ اُٿي پِئي نہ لھي.

2

ڏِسِي ڏوري ڏُونگَرين، واٽَ وِڃائِي جَنِ؛
ڪُرَندان ڪِي پَرُوڙِيو، رَندُ سي نہ رِڙهَنِ؛
پيئِي دارَ ديُون ڪَيو، پيرَتِ تان نہ پُڇَنِ؛
ڏُوڙِپِريان لَءِ ڏارِ ڪَيو، ويچارا وِڄَهنِ؛
خَبَرَ ڪاهوڙِيَنِ، آهي لِڪَ لاهُوت جي.

3

ڪُپيرِيءَ ۾ پيرُ، ڪَنهِين پاتو پيرِيِنِ؛
جِيان مُنجهڻَ ماڙُهئِين، سَجَڻَ تِيان ئِي سيرُ؛
اُنَ پُون سَندو پيرُ، ڪوڙِنِ مَنجهان ڪولهي.

4

سُونهَپَ ۾ سَپَ گهٽا، مُنجَهڻُ ماڪِي هوءِ؛
پَرو تَنهِين پوءِ، جو اُجهي پوءِ اُنِ تان.

5

ڏوري ڏوري ڏيهَ، ماءِ! ڪاهوڙِي آئِيا؛
مَيَنِ پيرين ڪيهَ، ڪُهُ جاڻان ڪَنهن پارَ جي.

6

جَهنگلِ هَلِيا، سي نہ پُلِيا، راهَ هَلِيا ڦُرِجَنِ؛
اَوَجَهڙِ سي نہ پوَنِ، ٻيئي جنين چڏِيُون.

7

جَهنگلُ آهيڙِيُنِ کي، پَنَڻُ کَيو رُوندو؛
نہ کُتا، نہ ڪوڙِڪُون، چڙهِيو اُپو چُوندو؛
هَڏهِين نہ هُوندو، اِنهان پوءِ عالَمَ ۾.

8

وَرُ سا سُڃِي ويڙه، جنهن ۾ سَڄَڻُ هيڪڙو؛
سو ماڳُ ئي ڦيِر، جِتي ڪوڙِ ڪُماڙهِئِين.

9

ڪارِي راتِ، اَچو ڏِينهُن، اِيُّ صِفَتَان نُورَ؛
جِتي پِرِينءَ حضُورُ، تِتي رَنگُ نہ رُوپُ ڪر.

10

ڏُونگرين ڏسِجَنِ، اَجُ پڻِ رُيُون اُنِ جُونِ؛
ڏوٿِيَڙا ڏُٿَ کي، آرا ڙاڻ اَچَنِ؛
خِيما کاهوڙِيَنِ، اَجُ نه اُنهِين پيٽِيين.

11

کاهوڙِي کَرا، سُوڌِي خَبَرَ پَکِيا؛
سوجهي جن ڪَيا مَٿي اَگَڻِ آهِرا.



# سر بروو سنڌي

## داستان پهريون

1

چا ڪي وَجيو چو، پيلي ٿئين پِنَ جو؟
وَٺُ ڪَنجَڪَ ڪَرِيمَ جي، جَڳَ جو والِي جو؛
سَؤ ڪو هُوندو سو، جنهن جو عِشقُ اَللهَ سين.

2

جِئَن ڪا ڪاني ڪانهَن، لُسَندي لاتيون ڪَري؛
اَچي پَئي اوچتِي، دَرِدَ پريان جي دانهَن؛
ويجَ! ڏَنيئِين ڪُهُ بانهَن؟ سُورَهِنئين ڪي سامُهان.

3

ڏَرَتي ڏُونهَ جِئَن، سِرَ پَرَ سُپيرِيُن ڏي؛
لَڳو آهِ، لَطِيفُ چئي، تَنُ پريان ڏي تِئَن؛
حاصُلُ ٿِئي هِئَن، قَرِينو قَرِيبَ جو.

4

لِڱيءَ جو، لَطِيفُ چئي، نڪو قال نہ قِيلُ؛
لِڪئي لامُون ڪوڙِيُون، نيٺِين وَهي نِيرُ؛
هِنئَڙا! ٿِيُ سُڌِيرُ، ڪالھ قَرِيبَنِ لَڏِيو.

5

ڪي اوڏائي ڏُورِ، ڪي ڏُورِ بہ اوڏا سُپِرِين؛
ڪي سَنپِرجَن نہ ڪَڏهِين، ڪي نہ وِسرَنِ مُورِ؛
جِنَ مينھِن ڪُنڍِيءَ پُورِ، تِنَ دوسِتَ وَراڪو دِلِ سين.

6

ڪوٺي ڪُٺائُون، اَجُ پرڻ اَکَڙِيُن سين؛
ماسُ وِراهي هَلِيا، ڪَرنگُلَ چَڏِيائُون؛
”وَتَوَاصَوۡا بِالۡحَقِّ وَتَوَاصَوۡا بِالصَّبۡرِ“ اِئين اُتائُون؛
مُئي مارِيائُون، کِلي کاڻيو سَڄَڻين.

7

ماڙھُو ڳُھرِن مالُ، آئُون سَپ ڏِينهَن گھران سُپرِين؛
دُنيا تنهن دوسِتَ تان، فِدا ڪَرِيان فِي الحالُ؛
ڪَيَسِ نامَ نهالُ، پَسَڻُ تان پري ٿِيو.

8

ڪَڏِهن طاقِيُون ڏِين، ڪَڏِهن ڪُلَن دَرَ دوستَن جا؛
ڪَڏِهن اَچان، اَچَڻُ نہ لَهان، ڪَڏِهن ڪونِيو نِين؛
ڪَڏِهن سِڪان سَڏَ ڪِي، ڪَڏِهن ڳُجھاندَ رَ ڳِرَھين؛
اَھڙائِي آھين، صاحِبَ مُنهنجا سُپرِين.

9

صُورَتَ ڳھڻو سُھِڻا، تاڻا سَندَنِ ٿُوھَ؛
ريلو ڏِئي رُوحَ، جو ڪائي، سو ڪامِي مَري.

## داستان پيو

1

جانِبَ! تُون جيڏو، آهِين شانَ شَعُورَ سين؛
مُون تي ڪَرِ، مُنهنجا پِرِين! توهُ تُسِي تيڏو؛
اِيُ ڪامِلَ! ڪَمُ ڪيڏو؟ جِئَن نوازِينم نِگاهَ سين.

2

جانِبَ مُنهنجي جِيءَ ۾، تُنهنجِي طَمَعَ پوءِ؛
وَٺُ ڪاتِي، وَڍِ اَنگُڙا، اَدَبُ ڪَرِ مَ ڪوءِ؛
پانيان پالُ سَندوءِ، جي ساڄَنَ! سَنئُون نِهارِئِين.

3

جانِبَ! اِيئَن نه جُڳاءِ، جِيئَن مارِيو، موٽِيو نه پُڇِين؛
رَتِيءَ رَتُ نه سِنجُري، سِڪَ تُنهنجي ساءِ؛
اَسان تو ئي لاءِ، پَرِ ۾ پُوڄائُون ڪَيُون.

4

جَڏهِن پوي يادِ، صُحبَتَ سُپيرِيُن جي؛
فَرِيادُون فَرِيادِ، ناگَهَ وَجَن نِڪِيو.

5

ڪَڙو مَنجِھ ڪَڙي، جِيئَن لُھارَ لِپيٽيو؛
مُنھِنجو جِيُ جَڙي، سُپيرِيان سوگھو ڪيو.

6

نازَ مَنجھاران نِڪرِي، جَڏهِن پرِين ڪَري ٿو پَنڌُ؛
پُون پڻ ”بِسمِ اَللّٰه“ چئي، راهَ چُمِي ٿي رَنڌُ؛
اُپيُون گھٽي اَدَبَ سين، حُورُون حيرَتَ هَنڌُ؛
سائِينءَ جو سَوگنڌُ، ساجَنُ سَپَنِئان سُهڻو.

7

فانِي نِي فانِي، دُنيا دَمُ نہ هيڪڙِو؛
لَٿي لوڙهُ لَتِن سين، جوڙِيندَءِ، جانِي!
ڪوڏِرءِ ڪانِي، آهي سِرِ سَپَڪَنھِين.

8

اَجُ پڻ اَنڱيمِ اَنگَ، هٿان حَبِيبَنِ جي؛
جا پَرِ سَونِٽيءَ سَنگَ، سا پَرِ سُورَنِ سان ٿِئي.

9

اَڄُ پڻُ ڄُڙِئِمِ جوڙَ، دوسِتُ پيهِي دَرِ آئيو؛
سُڪَنِ اَچِي ڏُکَنِ ڪي، مُحڪَمُ ڏِني موڙَ؛
جا پَرِ ڪَٿِيءَ ڪوڙَ، سا پَرِ سُورَنِ سان ٿِئي.

## داستان ٿيون

1

عِشقُ اَهِڙِي ذاتَ، جو مانجِهي مُنجهائي مَنَ ڪي؛
ڏِينهان ڏورَڻُ ڏونگرين، روئَڻُ سَڄِيائي راتِ؛
اُٺي وِيٺي تاتِ، مِيان! مَحبُوبَنِ جي.

2

يارُ سَڏائي سَپُڪو، جانِي زِبانِي؛
آهي آسانِي، ڪَمَ پِئي ٿِي ڪَلَ پَوي.

3

آدِميِنِ اِخلاصُ، مَٺائي مانو ڪَيو؛
هاڻِ ڪائي سَپُڪو، سَندو ماڙُهوءَ ماسُ؛
دِلبَرَ! هِنَ دُنيا ۾، وَڃِي رَهندو واسُ؛
ٻئي سَڀُ لوڪَ لِباسُ، ڪو هِڪَڙِلِ هُوندو هيڪِڙو.

4

شُڪُرُ گَڏِياسُون، سپِرين! جِئَري، جانِي يارَ!
ويٺي جن جي وَٽِ ۾، ڪوڙين ٿِيا قَرارَ؛
ڏَٺيمَ! ڪَرِ مَ ڌارَ، پاڙُو تن پِرِيُن ڪان.

5

ڪوڙي، ڪَڙُ مَ سُپِرِين! ڪَنِيَئِي تان ڪوڙِ؛
عادَتَ جا اَڪِيُن جِي، سا نيئِي نِباهِجِ توڙِ؛
مُون ۾ عَيبَنِ ڪوڙِ، تُون پاڻُ سُجاڻِج، سُپِرِين!

6

ڪِئان سِکِئين سُپِرِين، ڪاسائڪِي ڪارِ؟
تِکِي ڪاتِي هَٿِ ڪَري، مُنِيءَ سين مَ مارِ؛
چوري چاڪَ نِهارِ؛ سورَنِ سانگهيڙا ڪَيا.



# سُرُ رامڪلي

## داستان پهريون

1

نُورِي ۽ نارِي، جوڳِيَڙا جَهانَ ۾؛
ٻَري جن ٻارِي، آءٌ نه جِئَندِي اُنِ ري.

2

جوڳِيَڙا جَهانَ ۾، هُئا مَنجِهه حَمامَ؛
آرامان اَرَڳُ ٿِيا، اوڏا نه آرامَ؛
ڪَيائون قِيامَ، آءٌ نه جِئَندِي اُنِ ري.

3

وارو! ويراڳِيُنِ کي، ويلَ مَ وِساريجَ؛
قَدَمُ ڪاپڙِيُنِ جا، لِيلائي لَهيجَ؛
پيرَتَ پَسيو پَٽَ جي، وَجَهَڪي وجيجَ؛
راتو ڏِينهَن رِڙهيجَ، آءٌ نه جِئَندِي اُنِ ري.

4

واڄَٽ ويراڳِيُنِ جا، مُون وَٽِ وَڏي وَٽُ؛
سونُ سَپوئِي سِڱيُون، پَسِي ڪِينَ مَ ڪَٽُ؛
ويساهي ويلَ ڪَنهِين، پُورَبِ ويندو پَٽُ؛
هَلُ! ڪَنيائُون هَٽُ، آءٌ نہ جِئندِي اُنِ ري.

5

واڄَٽ ويراڳِيُنِ جا، مُون وَٽِ وَڏو مالُ؛
مَقالان مَهَندِ ٿِيا، ڪونهي وَٽِنِ قالُ؛
حاصُلُ جنِين حالُ، آءٌ نہ جِئندِي اُنِ ري.

6

جان ڪِي مُون ڪي ني، پَڳه پائي پاڻَ ڏي؛
پَهَ پَرُوڙِيَمِ پَٽَ جا، مَنجهان ڪِينَرَ ڪي؛
هاڻي جي هِنئي، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

7

سَتُر سِڱڙُنِ سين، لحظي لاٿائُون؛
ڪِينرَ ڪُنِي آهِيان، اُنِهن جي آئُون؛
مُون ڪي مارِيائُون، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

8

ميڙِيو پاڻُ پَرِيون ڪَيو، جوڳِي جَلائِنِ؛
سامِي سِڱڙُنِ سين، خودِيءَ کي ڪائِنِ؛
هُو جي تارِ تِڪائِنِ، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

9

پَسِيو آسَڻُ اُنِ جا، اُدُوها اَچَنِ؛
ڪِينرَ ڪاپڙِيُنِ جا، صُبُحَ تان نہ سُڄَنِ؛
جي رائي مَنجهِ رَهَنِ، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

10

آسَڻَ وَٿِ آهُون ڪَرِيان، وَسِ نہ مُنهِنجي واتُ؛
لَڳُمِ لاهُوتِيُنِ جو، ڪِينرَ مَنجهان ڪاتُ؛
هَلڻَ کي هَيهاتُ! آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

11

وَتِن ويٺي آهِيان، ڏِسيو ڪِينَ ڏِسان؛
جَنهِن جِهوئِي ناهِ ڪِي، سا ڪا سُونهَن سَندِيانِ؛
پَسِيو ڪِينَ پَسانِ، آءٌ نہ جِنئَندِي اُنِ ري.

12

ٻاٻُو بيڪارِي ٿِيا، اَڄُ نہ آسَڻ وَٽِ؛
خودِي ڪانئِي هَليا، پيرُ نہ لائي پَٽِ؛
”هَيءِ! هَيءِ!“ جنين هَٽِ، آءٌ نہ جِنئَندِي اُنِ ري.

13

ٻاٻُو بيڪارِي ٿِيا، پَچِي چَڏِيائُون پاڻُ؛
نِسوروئِي نِينهَن جو، نانگَنِ وَٽِ نِڌاڻُ؛
سِرِڪَنڌُ جَنين سارُ، آءٌ نہ جِنئَندِي اُنِ ري.

14

نانگا نانيءَ هَليا، هِنگِلاجان هَلِي،
ديکِي تن دُوارِڪا، مَهيسِيُن مَلهِي؛
آگَهُ جن عَلِي، آءٌ نہ جِنئَندِي اُنِ ري.

15

پاڻَهِين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِياڻِنِ؛

سامِي سَفَرِ هَلِيا، آسَڻُ اُجهائِنِ؛

رُخِصَتَ رُئارِينِ، آءُ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

16

جُزو وِجايو جوڳِئين، ڪُلَّ سين آهِنِ ڪَمُ؛

آسَڻُ جِنِ عَدَمُ، آءُ نہ جِئَندِي اُنِ ري.



## وائي

سَندَ ڙِيانِ سِڱَڙِيِ، ٻَاِلهہ ڳُجَهڙِيِ، مُون مارِينديِ ڪَڌِهِين.

جا وَڄائِين جَنّڙا، نہ تَنهِن نڙَ جهڙِيِ؛

مُرلِيءَ ڪيِ جَنهِن ماتِ ڪَيو، نہ تَنهِن تُلِ تُنبَڙيِ؛

تارِيو جَنهِن تُوڏِيءَ ڪيِ، نہ سو ڳُهندُ نہ ڳهندَ ڙِيِ؛

ڏارِيو جَنهِن ڏِباچَ ڪيِ، تَندُئان تنهِن تِڪَڙِيِ؛

نہ سِريِ، نہ سِنڌُ ڪاہ نڪا هِندُ هَهڙِيِ؛

مِنائِيان مِنيِ ڳهٽو، چَوندا جن چَڪَڙِيِ؛

وَنڻُن اونائيِ اُنَ ڪيِ، ويهُ مَہ ڪَڻُ وِڪڙِيِ؛

بيخودِ ٻابُو سيِ ٿِيا، ٻُرَندِيِ جن ٻُڌَ ڙِيِ؛

جا ساراهيلَ سُبحانُ جيِ، تنهِن واڪاڻُ ڪَهڙِيِ؟

سَهَسين سُرودَنِ ڪيِ، پاٽان پوءِ وِجَهندَ ڙِيِ؛

ڳهاندا رَ مِرُون موهِيا، هِيءَ ماڙُهو مُهَندَ ڙِيِ؛

اَديون! عَبدُاللّطِيفُ چئيِ، هِيءَ مُٺا جيارِيندَ ڙِيِ.

# داستان پيو

1

ڪَيَمِ ڪاپَڙِيُنِ جي، پَهرين ڏِينهن پَرُوڙَ؛
سَگها ساعَتَ نہ هڪڙي، چارئي پَهرَ چُورَ؛
سدائين سيَّدُ چئي، هونِ سناسي ۾ سُورَ؛
جوڳي ساڻَ ضَرُورَ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

2

ويهي ويراڳِيُنِ جو ٻِئي ڏِينهن ٻُڌمِ حالَ؛
اُنِ جا ڏاڍا ڏُوڙِ پَڪُلِيا، جاڳوڻا زَوالَ؛
تن ڄاڻِي ڄَڻائُون چَڏِيُون، چوڻا چَڪِڳيءَ چالِ؛
ويچارا وُجودَ جِي، ڪَنهِن سان ڪَنِ نہ ڳالِ؛
نانگا ٿِيا نِهالُ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

3

ٽئين ڏينهن ٽمڪائين، ڏونهيون دائرن ۾؛
ميڙيو ڪَرڙَ ڪاٺيون، جوڳي جلائين؛
سَنڌيون ڪامڙ خبرون، آديسين آهين،
ڳُجهه نه ڳالهائين، لِڪا پُٽن لوڪَ ۾.

4

چوٿين ڏينهن چوگانَ ۾، ڪَنهن جَنهن پَه پيا؛
وَهَمَ پرِيان جي وِڏيا، تن ۾ ڪُوڙ ڪِها؟
اندَر ِ آديسين ڪي، اَچَن جوش جها؛
سامِي سونُ ٿِيا، لِڪا پُٽن لوڪَ ۾.

5

ڪَنهن جَنهن پُورَ پَچائِيا، پَنجين ڏينهن پئي؛
اَندَر ِ آديسين ڪي، سُورَن شاخ ڪَئي؛
مُحَبَتَ جي ميدان ۾، لاشَڪُ پيا لَهي؛
تن ڪي ساري راتِ، سيّدُ چئي، گُوندَرَ ساڻُ گَئي؛
ڪَريو سيڻ سهي، لِڪا پُٽن لوڪَ ۾.

6

پِيا ڪَنهِن پَرياڻَ ۾، ڇَهِن ڏِينهن ڇِٽِي؛
اَندَرِ آديسِيُنَ کي، ڏُريان ٿِي ڏِٺِي؛
پَرِي پاجهارا ڪَيا، کانئي خاڪَ کِٽِي؛
پِنيو پَنج ڪَٽِي، لِڪا پُٺِنَ لوڪَ ۾.

7

سَتين ڏِينهن، سَيَّدُ چئي، ڏاڍا ڏوٿائُون؛
اُپِي اَلَکَ سامهُون، پانهُون پَڌائون؛
وَڏِيءَ ڪَنهن وِلاتِ جا، اُهُجَ آندائُون؛
رُوحُ پَنهنجو رامَ سين، پَرِ ۾ پُوتائُون؛
کَٽِيو کِدائُون، لِڪا پُٺِنَ لوڪَ ۾.

8

اَنين ڏِينهن، اُپِي وِيا، جوڳِي جاءِ پَجاءِ؛
سا پَرِ سامِي سکيا، جا پَرِ جوڳَ جُڳاءِ؛
ويروتارَ وُجودَ ۾، اُنِ کي رامُ رَهيوئِي آهِ؛
ڪَنهن جَنهن ڪمائي لاءِ، لِڪا پُٺِنَ لوڪَ ۾.

9

نائين ڏِينهن نيڻانِ، اوجاڳي اُجارِيا؛
سَڀاجهي ڀاڄَهه ڪَئي، سُڄاڻي سيڻانِ؛
جِتي نَظَرُ ناٿَ جو، اُتي اوتارانِ؛
اِهي اُهُجاڻانِ، لِڪا پُڻِ لوڪَ ۾.

10

ڏَهين ڏِينهن ڏِکَ ٿِيا، پِرِينءَ پاڀوهِيا، پَسُ؛
وَرق جي وِصالَ جا، سي واري ڪيائُون وَسُ؛
لَذائُون، لَطِيفُ چئِي، سَندو گُروءَ گَسُ؛
جوڳِيُنِ ڪِتيو جَسُ، لِڪا پُڻِ لوڪَ ۾.

11

وَريو ويراڳِيُنِ جو، ڪارِهين ڏِينهن ڪَرَمُ؛
جوڳِيُنِ جاڻائُون پُنِيُون، هَلِي وِيا حَرَمُ؛
دائم جَهلِيو دَمُ، لِڪا پُڻِ لوڪَ ۾.

12

مَنَ مُرادون پُنيُون، ٻارِهين ڏِينهن ٻَئي؛
جوڳِي اِنَ جاتا ڪي، ٿي سِڪِيا سَپِيئِي؛
سَمانا سيئِي، جي گُرَ گڏِجي آئِيا.

## داستان ٿيون

1

سَدائِين سَفَرَ ۾، رَمَنِ مٿي راهَ؛
پُرَنِ پُورَبَ پَنڌَ ڏي، مَنجهه موالِي ماهَ؛
جنِ اَلَکَ سين آگاهہ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تن جا.

2

نِڪرُ ناهِ ڪُلهي ڪَري، هو مَ هُوندَنِ جيئَن؛
لاهُوتِي، لَطِيفُ چئي، هُونِ نہ آديسِي اِيئَن؛

سي ڪاپڙي ڪِيئَن، جي ڏا رِين تعلُقُ تِرَ جيترو ؟

3

ڪَنَ ڪَٿَ، ڪاپَٿَ، ڪاپڙِي، ڪَنوٽِيا ڪَنَ چيرَ؛
سَدا وِهَن سامُهان، عاشِقَ اُتَرَ هيرَ؛
تَسا ڏِيئي تَنَ کي، سازِيائُون سَرِيرَ؛
جي فَنا ٿِيا فقِيرَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِن جا.

4

سامِي ڪامِي پرِينءَ لَءِ، ڪُسِي ٿِيا ڪَبابُ؛
جهِڙو ڏِسَن ڏوهَ کي، تهِڙو تِن ثوابُ؛
اوتِين اَرِتي گاڏُئون، مَنجهان اکِيُن آبُ؛
سَندو ذاتِ جوابُ، تُون ڪِئَن پُڇين تِن کي ؟

5

سامِيُن سِگُ ڪُلَهَن تي، سَنگُ مِڙوئِي سُورُ؛
ڪَهَندا وِيا ڪابُلَ ڏي، ڪو جو پيڙُن پُورُ؛

مَڙهِيءَ جو مَذِڪُورُ، ڪالهه ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.

6

سامِي! مَڙهِي سَندِياءِ، سامُهِين مون سيلَهه ٿِي؛
سا تان ڪُهُ اَڏياءِ، جان نانگا وَڃِين نِڪِري؟

## داستان چوٿون

1

جي پانئِين جوڳِي ٿِيان، ته سَڱَ سَپِيئِي ڇِنُ؛
وڃِي دَرِ دوسَتَنِ جي، نانگا! ڪِيمَ نِنُ؛
پَٽ تِنِين جي پِنُ، جِنِ ٻُجهي نه ٻُجهيو.

2

جي پانئِين جوڳِي ٿِيان، ته سَڱَ سَپِيئِي ٽوڙِ؛
جي جاوا نه ڄاپَندا، جِيُّ تِنِين سي جوڙِ؛

تہ تُون پُهچين توڙِ، مُحَبَّتَ جي مَيدانَ ۾.

3

جي پانئَين جوڳِي ٿِيان، تہ مَنُ پُوري، منجِهہ مارِ؛
دائمُ دُونهِين دِلِ ۾، مَنَ سين مالِها وارِ؛
سَهُ سَيَڪا آرِ، آڳي جي اَدَبَ سين.

4

جي پانئَين جوڳِي ٿِيان، تہ ڪِين پيالو پِيُّ؛
ناهِ نِهاري هَٿِ ڪري، ”آءُ“ سين اُتِ نہ پِيُّ؛
تہ سَندو وَحدَتَ وِيُّ، طالِبَ! توڙان ماٺئَين.

5

جي پانئَين جوڳِي ٿِيان، تہ مُنهَن ۾ مُندا پاءِ؛
ڪَنين ڪِينَ وِجائِيو، جِن ۾ ڪوڙين ڪَڪَرَ وِڏاءِ؛
ڇِڏِ چادَرَ، ڀِڏُ چمِڙا، جُتي تو نہ جُڳاءِ؛

تہ سامِيڙا ! سَندِياءِ، گُرَ وَٽِ گَلا نہ ٿِئي.

6

جوڳِيُنِ جوڳُ جُڳاءِ، جوڳُ پڻ سُونهي جوڳِيين؛
جوڳِيُنِ سَندِي جانِ ۾، ڳُجُهہ ڳُجهاندَرُ آہِ؛
هاءِ! مُونهِين کي واءِ! جا آءُ جوڳُ نہ سِکي.

7

جوڳَ نہ جوڳو تُون، ڪَرِين پَچارُون جوڳَ جُون؛
هِڪِڙو پَنڌُ پِرِيُن جو، بِي تُنهِنجي پُون؛
سامِي سيڻِ ڏُون، رُئَندا ئِي رَتُ وِيا.

8

جوڳِي هُونِ نہ جِئَرا، پائي جوڳُ مَ جِيُّ؛
هارِيا! هِنِ ڪَنَنِ سين، سُڻُ سَنِيهو اِيُّ:
”وِجائي وُجُودَ کي، پاٽان پاسي ٿِيُّ“؛

هَڏِهِين ڪونهي هِيُّ، اَسارا! ”آءٌ“ چَوِين!

9

جان ڪي جوڳِي ٿِيُّ، نا تہ نِرڄا! وَنئُن نِڪِري؛
ڪوهُ ٿو ڪَنَ ڪَپائين، جان نہ سَهِين سِيُّ؟
پَڄُ! پَراهُون ٿِيُّ، مَتان پِيا لَڄائِين.

10

جوڳِي ٿِيَن نہ يارَ، ڪَنهِين سين قَرِيبُ ٿِي؛
مان مُلاقِي اُنِ سين، جَنِ پُورَبَ جي پَچارَ؛
اَنئِي پَهَرَ اُنِ جي، آهِ نانِيءَ ڏانهَن نِهارَ؛
لائي وِيا لَطِيفُ چئي، اَندَرَ مَنجهَ اُپارَ؛
سامِيُنِ ساڻُ سَتارَ! لاهُوتِي لالُ ٿِيان.

11

گُولا جي گِراهَ جا، جُوٺا سي جوڳِي؛

قِتَلَ سي ڦوڳِي، جِنِ شِڪَمَ سانڍِيا.

12

ڪَنَ ڪورائي، ڪاپڙِي، جِندا! ٿِيُّ مَ جوءِ؛
سِرَ سِپاهِيُنِ وِڪيا، سو ڪِ نہ، سامِي! سوءِ؛
جيڪِي پُڇِين، پُڇُ سو، گُنگا نِيَنِ نہ گوءِ؛
وَڃُ لاهُوتِي لوءِ، عِجِزَ ڪِي آجو ڪَري.

13

نِسوروئِي نِينهَن جو دِلِ ۾ دُودُ دُکاءِ؛
آڻِي آڳِ عِشقَ جِي، ٻاري جانِ جَلاءِ؛
جِندا! اِيئَن جُڳاءِ، جِئَن آتشان آبُ ٿِئي.

14

هُو جِي ڪَنَ ڪَپارَ جا، سُوڌو سو نہ سُڻِنِ؛
اَندَرِ جِي آهِينِ، سُڻُ سَنِيهو اُنِ سِين.

## داستان پنجون

1

مُونا طُور سِينا، سَندا سَنياسِيُنِ؛
پُورَبِ کَنيو نہ پاڻَ سين، بُودُ بيراڳِيُنِ؛
رِدا آھي راز جِي، اَوچِڙُ آديسِيُنِ؛
قُربُ ڪاپڙِيُنِ، نھَن چوٽِيءَ سِيئَن ڏِڪيو.

2

مُونا جن مِحرابُ، جُسو جامِعَ تِن جو؛
قِبلي نُماءُ قَلْبُ ڪري، تَنَ کي ڪَيائُون طَوافُ؛
تَحقِيقَ جِي تَڪبِيرَ چئِي، جِسمان ڪَيائون جوابُ؛
تِن ڪَهڙو ڏوھُ حِسابُ، جن هِنئَڙي هادِي حَلُ ٿِيو.

3

مُنهِن مِحرابُ پرينءَ جو، جامِعَ سَپَ جَهانُ؛
فَرَهِيءَ تان فُرقان جِي، ڪاتِيائون قُرآنُ؛
اُڏامِي اُتِ وِيو، عَقُلُ ۽ عِرفانُ؛
سَپوئِي سُبحانُ، ڪاڏي وِڃي نِيَتيان.

4

مَنجِهه مُحَبَتَ مَچُ، بِهَر ڏُوڏا ڏوڙِ سين؛
ڇَڏِيائون ڇُرَ لَهِي، ڪُوڙُ، ڪُلَڪَڙُ، ڪَچُ؛
اَوَڳُڻَ اوڏا نه ٿِيا، ڳُڻُ ڪَيائُون ڳَچُ؛
جِئَن سَڙَنِ، تِئَن سَچُ، جِئَن سَڙَنِ، تِئَن سَنَرا.

5

ڪيهي ڪامَ ڪاپِڙِيءَ، ٿا اَهڙِي رَوَش رَوَنِ؟
نَڪا دِلِ دوزَخَ ڏي، نَڪِي بِهشتُ ڳُهرَنِ؛
نَڪو ڪَمُ ڪُفارَ سين، نَڪا مُسلماني مَنِ؛
اُپا اِيئَن چَوَنِ، ته پِرين ڪَجو پانهِنجو.

6

نا اُميدي آجِڪو، اَوچَڙُ آديسِيَنِ؛

سَدا سُکِ وَسَنِ، طالبَ اوءِ تقدِير جا.

7

نا اُميدي آجِڪو، اَوچَڻُ آديسِيُنِ؛
ڪَڏهِين تازِيءَ پُٺِ تي، ڪَڏهِين هيٺ هَلَنِ؛
سامِيَڙا سَمُوندَ ۾، تنبي جِئن تَرَنِ؛
جي واڳوءَ واتِ وجَنِ، ته ڪُسَنِ، ڪُچَنِ ڪِينَ ڪِي.

8

لالَ ڪي لالُ ٿِيا، لالُ لنگهِيو جَنِ؛
عَدَمَ جي اوڙاهَ تي، ڪَيا آسَڻَ آڌوتِيَنِ؛
گَردانِيو گُنگَنِ، گِرداب کي گيانَ سين.

9

وِلهُون، ويلا، واوَ، جوڳِيُنِ جَهلِيا جانِ ۾؛
اَجهو رِءَ اَللهُ، ڪونهي ڪاپَڙِيُنِ جو.

10

نا مُرادِي نِجُهرو، عَدَمُ اوتارونِ؛
رَضا راجُ سَندونِ، مُورُ نہ مَگَنِ ڪِي پيو.

## داستان چهون

1

ڪَنهِن جنهِن ڪُنا ڪات، جِئَن سامِي مُورُ نہ سَنرا؛
ڏِينهان ڏُڪِي ڏِيلَ ۾، سُورُ سَجائي راتِ؛
سَندي جوڳِيان ذاتِ، جِيجان! هوءِ جَڏائِڙِي.

2

رُوح ۾ رَهِيَنِ رامُ، پِهرِ پولِينِ ڪِي پيو؛
پِيالو پُرُ ڪري، جوپَ پِيتائُون جامُ؛
تِهان پوءِ تَمامُ، تنِ تَڪيا تاڪي چِڏِيا.

3

مَٿا مُوءِ ٿِيانِ، سَدا سُوئِيتا ڪاپِڙِي؛
ڪوني ڪَنهِن نہ پُڇيا، ڪي اَندَرِ اَندوهِيانِ؛

جيڪا ڄمارانِ، سا مَنجھ گُوندَرَ گُذرِي.

4

وِيٺي جَنھِين وَرِهَ ٿِيا، مَٺي سين ميري؛
اَکِيُون جَنھِن جُون اَلڪَ ڏي، پُون ڏي نه پيري؛
ڪارا ڪِپڙا ڪَڪا ٿِيا، ڄرا ٿِيا ڄيري؛
لُڙڪَ لال لَطِيفُ چئي، ڪَنبي ۽ ڪيري؛
نِينھَن نه نِيري، سُورَ ڇَرندي سَنرو.

5

نانگَنِ ڪَينَ نَمايو، ناٿُ نَمايو نِينھَنَ؛
مَرِهِن اُتا مِينھَن، جوڳِيان سَندِيءَ ذاتِ کي.

6

نَڪِي نَمَن ناٿَ کي، ناٿُ نه نمائِينِ؛
جاٽا ڪَنِ نه جوڳَ کي، جوڳُ نه جُھارِينِ؛

آديسِي آٽِينِ، اُهجاڙِيُون اَلماسَ جُون.

7

هَرَ هَرَ ڪَنِ اُميسَ، ڏُوَنِ ڏِهاڙِي ڏوتِيا؛
جن نہ مارِي ميسَ، ناٿُ نہ نَمي تن کي.

8

کُهنڊِنِ پاسي کِهنڊَ، کَڏُ کُڏا رِين کودَ ڙِيا؛
پَليتِيءَ ڪان پانهنجا، پاڪُ رَکِيائون پِنڊَ؛
نانگا ڪَنِ نہ نِنڊَ، وَڃَنِ رُوندا رامَ ڏي.

9

تِهڙا ڪَرَڃَ ڪَڪِرا، جِهڙا جائُنِ ڦُلَ؛
تِنِ سامِيُنِ جي سڌ مَران، جن جي کودَ ڙِيُنِ ۾ گُلَ؛
اندَرِ مُلان مُلَ، ٻَهِرِ ڪوجها ڪاپِڙِي.

10

يادِ ڪُرُو ڪَنِ کودَ ڙِيا، پَرِ بازارِ بيٺا؛
پَڙهَنِ سُورَ سُبحانَ جِي، پِيَنِ تَنهِن پِيٺا؛
جيلان مُنهَن مِيٺا، تيلان نَشا چاڙِهيائُون نِينهَن جا.

# داستان ستون

1

قُوتَ ڪَڙايا ڪاپِڙيءَ، طعامَ نہ طاماعُوءَ؛
سَيِنَ هَنياءُون سُڃَ ۾، پَهرَ نہ پيناءُون؛
اَوَسَرَ آسائُو، اُٺِي گوندَرَ گَڏِيا.

2

پَنَنِ ڪِيَنَ پَٽُ ڪَٽِي، گُهرَنِ ڪِيَنَ گهران؛
مَهيسِي مخلُوقَ جي، اُپِيَنِ دُورِ دَران؛
پُڇَنِ ڪوهُ شَرعان، جُہ اَندَرِ عَدالَتَ اُنِ جي؟

3

پَنَنِ جو پَٽُ ڪَٽِي، سو جي سُڃاڻِنِ؛

تہ بَرَ مِ بيکَ لَهنِ، پهرَ نہ پَنِنِ ڪاپَڙِي.

4

اَسُڪَ جِن اَويرَ، سي سانجِهيءَ رَهَنِ سُمهِي؛
لاهُوتي لَطِيفُ چئي، آڏي ڏِيَنِ اُلِيرَ؛
سُتو لوڪُ پَسي پِيا، سامي مٿي سَيرَ؛
ڪيڏانهُن ڪندا پيرَ؟ مِڙوئي مٿو ٿيو.

5

وِچِينءَ ويٺا رَهَنِ، سانجِهيءَ رَهَنِ سُمهِي؛
بُکَ مَرندي بِکِيا، ڪَنهن ڪان ڪَينَ گُهرَنِ؛
پيٽَ نہ هيرِيائُون پانهِنجا، چوري ساڻُ چَسَنِ؛
ڦَڪِي فَقِيرَنِ، ماڳِيان پِني ماٺِ جي.

6

ڪَشي ساڻُ ڪَشَنِ، ڏِيل ڪَيائون ڏُيِرا؛
پيٽ نہ هيرِيائُون پاڻهِنجا، چوري ساڻُ چَسَنِ؛
اهِڙِيءَ راهَ رَسَنِ، ڪاپڙِي ڪابُولَ کي.

7

آديسِي آديسُ، هِتان ڪَري هَلِيا؛
ڪاپڙِيُنِ قَلْبَ ۾، ڪَيو ڏُوراڻو ڏيسُ؛
ويراڳِي نئون ويسُ، راوَلَ ڍِڪي رَميا.

8

آديسِيُنِ اَدَبُ، آهي اکِڙِيُنِ ۾؛
تن جو حَسَبُ نَسَبُ ناهِ ڪي، نہ اَما نہ اَبُ؛
سامِيُنِ کي سَيين پرين، رُوحَ ۾ رَهيو ربُ؛
رِءَ لانگوٽِيءَ لَبُ، پاچِي ڪَنِ نہ پاڻَ سين.

9

لُنگَ ڪَڍيائون لانگَ، موٽي ڪِنَ نه مَسَحُو؛
جا اِسلامان اڳي هُئَي، سا سُئُون ٻانگَ؛
سامِي ڇَڏي سانگَ، گَڏِيا گورَکناٿَ کي.

10

پُوڇا ڪارِ مَ پاڻَ کي، ڪوءِ راوَلَ! ٻَنِ رُجاتُ؛
لِباسان لَطِيفُ چئي، پَلِ ويراڳي! واتُ؛
مَنُ ماري ڪرِ ماتُ، ته تِيرٿَ پَسِين تَڪِيو.

11

پُوڇا ڪارِ مَ پاڻَ کي، جوڳِي! رَکِج جوڳُ؛
خَلقَ خادِمُ جِنَ ڪَرِين، اِيُ راوَلَ! وڏو روڳُ؛
پَکِنِ ڪونهي پوڳُ، نانگا وَڃَن نِکِيا.

# داستان اٺون

1

رَهِيا اَٿِيَئِي راتِ، صُبُحَ وِينِدَءِ صابِرِيۡ؛
لُنءَ لُنءَ منجهه، لَطِيفُ چئِي، ڪَرِ تِنِين جِي تاتِ؛
سَندِي جوڳِيانِ ذاتِ، ٻِئِي پِيرِي مَسَ مِڙِيِي.

2

تان ڪِي ساٿَنِ اورِ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾؛
ڏَه ڏَه پيرا ڏِينهَن ۾، پارُ مَٿانئُن گهورِ؛
وِيا جي هِنگلورِ، تہ ڪَرَمِ مِلَندَءِ ڪاپڙِيي.

3

تان ڪِي وَتِنِ ويهُ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾؛
سامِي سَفَرِ هَلِيا، ڏُورِ چِتائي ڏيهُ؛
چَڏِي سُکُ ساڙيهُ، مٿي گَنگا گَجِيا.

4

اَجُ نہ اوطاقُنِ ۾، جاڳُرُ جوڳِيَڙنِ جو؛
ساري سَناسِيُنِ کي، رُئندين تان روءِ؛
پَسُ! پارِيان تو، لاهُوتِي لڏي وِيا.

5

اَجُ نہ اوطاقُنِ ۾، طالِبَ تَنوارِينِ؛
آديسِي اُٿِي وِيا، مَڙهِيُون مُون مارِينِ؛
جي جِيَّ کي جِيارِينِ، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.

6

اَجُ نہ اوطاقُنِ ۾، سندي جوڳِيُنِ جوڙَ؛
ساري سَناسِيُنِ کي، کامِي ٿِيَس کوڙَ؛
مَنَ جنِين سين موڙَ، سي لاهُوتِي لڏي وِيا.

7

اَجُ نہ اوطاقُنِ ۾، کَرِڳِلَ ڪِينَ رُوئَنِ؛
نہ اُهي آديسِي اَسُکا، جن سين مَڙهِيُون سُونهَنِ؛
مَڙهُ پُورِيائُون ماٿِ تي، واجَٽَ ڪِينَ وَجَنِ؛
وِيا نانگا سي نِڪرِي، پِهرَ نہ پُورِينِ؛

سارِيو سَناسِيُنِ کي، اولاڪا اَچنِ؛
لاجَئُون لاھُوتِيَنِ، جوڙي ڏِنيُون جيَّ کي.

8

اَجُ نہ اوطاقُنِ ۾، ڏُونهِين، ڏُنڌُ، نہ لاٿَ؛
وِيا ويراڳِي، نِڪرِي، چِتَ چَڪائي چاٿَ؛
آءُ مارِيَس تَنهِين ماٿَ، جِيجان! جوڳِيَڙَنِ جي.

9

جِياسُون جوڙَ ٿِي، جوڳِيءَ لاٿو جارُ؛
سندو پُورَبَ پارُ، آچِيائِين اَنڌَن کي.

10

هيءِ! جي هُئا هِتِ، نہ مَٿِن هُوندَ حَقُّ ٿِيو؛
مَٽِيُون، مُورَتَ، مَتِ، مانَ وِسرِيُون ڪِي لَهان.

## داستان نائون

1

ٻُڪَ وِڏائُون ٻُکِرِيِن، جوڳِي ڪندا جُڄَ؛
طَلَبَ نہ رَکَنِ طَعامَ جِي، اوتيو پِيَنِ اُڃَ؛
لاهُوتِيُنِ، لَطِيفُ چئي، مَنُ ماري ڪيو مُڄَ؛
سامِي جهاڳِي سُڄَ، وَسَنئُن ڪي وِڃها ٿِيا.

2

نہ ڪِندا نہ کَبِرِي، نہ لانگوٽِي لِڪَ؛
جيڏَنِهن پَرِيِن وِڪَ، تيڏَنِهن صاحِبُ سامهُون.

3

ڪچي ڪاچوٽِي، نانگَنِ ٻَڌِي نِينهَن جِي؛
جهِڙا آيا جَڳَ ۾، تهِڙا وِيا موٽِي؛
اُنِين جِي چوٽِي، پُورَبَ ٿِيندِي پَڌِرِي.

4

جِنَئِن ٿا پُڇَنِ اَنَّ کي، تِنَ جي پُڇَنِ پَنڌُ؛
نہ رِڙهِي لَڌائُون رَنڌُ، لَٿِيَن لُڪَ لَطِيفُ چئي.

5

جا بَرادَ ٻُتَنِ جِي، سا اُجَ ٻُکَ آدِيسِنَ؛

روزا رِندَ رَکَنِ، عيدَ نہ اوڏا ڪاپَڙِيِ.

6

جَنھِن سَناسِيءَ سانڍِيو، ڳَنڍي ۾ ڳِراھُ؛

اُنھِيءَ کان اللهُ، اَجا اَڳاھُون ٿِيو.

7

وِنو پُڇِين پَرُ، ڪَر ڪا ھِنئارَ ھَلَٽَ جِي؛

اَڄُ آدِيسِي! مَرُ، صُباحَ مَرَندو سَپُڪو.

8

پِرِيندِئِي پيرِ ٿِيا، چڙي ڳَنجو ڳامُ؛

ڳُروءَ سندي ڳَسَ ۾، جِن ڪَيا تَنَ تَمامُ؛

وِيھِي ڪَيو نہ وِچَ ۾، تِنِ آدِيسِيُنِ آرامُ؛

رَہَ ۾ ڳَڏِيُنِ رامُ، پَنڌان چُٽا ڪاپَڙِيِ.

9

اَڪِيُون، آلو ماھُ، سدا سَناسِيُنِ جُونِ؛

واري نيٽَ نِنڊاھُ، جاڳِي جَھِليا جوڳِيَن.

10

اجا سي آهِين، جي سَزاوار سِڳُڻِ جا؛
ويٺا وَڃائِين، جي سَناسِي! سُٺِئِين.

11

مَرَڻُ مُسَلَّمُ جنِ، واحِدُ تِن نہ وسري؛
مٿي سَڱَرُ ڪاپڙِي، ڪا نانگا نِندَ نہ ڪَنِ؛
نيڻَ سدائِين تِنِ، اوجاڳَنِ اُجارِيا.

12

ڏورَڻُ گَھٽو ڏاڪِڙو، ڏورِج مَ رِءَ ڏِئي؛
تان تان هوئِج حُجِري، جان سين يارُ جِئي؛
جڏهِن پاسي پارَ ٿِئي، تَڏهِن چَڏِج تَڪِيو.

13

ڏورِ مَ ڏِٺان ڏارَ، ڏورَڻُ گَھٽو ڏاڪِڙو؛
ڪوڙين لَکَ هَزارَ، اِنَ اُوندا هِيءَ اَنڌا ڪَيا.

14

تو جو ڏِئو پانئيو، سا سُورَجَ سُهائي؛
اَنڌَنِ اُونداهِي، جي راتِ وِهامِي ڏينهُن ٿِيو.

15

ناٿُ جَنهِين نِنڊِ ۾ تِتِ نہ نهارِيو جوڳِئين؛
ڪي ڪُوِيساهِيا ڪاپِڙِي، پُرِيا پَراهين پَنڌِ؛
هُو هِنَهِين هَنڌِ ۾ تي هُنهَئِين وِيا هِنگلاجَ ڏي.

16

ناٿُ جَنهِين نِنڊِ ۾ تِتِ پڻ نِهارِيو جوڳِئين؛
سي سُوِيساهِيا ڪاپِڙِي، پُرِيا پَراهين پَنڌِ ۾
هُو هُئو هِنَ هَنڌِ ۾ هُنِ هِنگلاجان هَٿِ ڪيو.

17

گُذَرَ گَئي گُذِرانُ، ڪِينَ قَبُولِ ڪاپِڙِي؛
عَلِيءَ جو مَيدانُ، سَڪَرُ سَناسِيُنِ کي.

18

هُو جي ٿِيا هَرِڪيسَ، تِنِ لِڱِي ڪِينَ لِباسَ سِين؛
وَتَنِ وِلَهِي وِيسَ، لاهُوتِي لَطِيفُ چئِي.

19

ٻُڪَ اُنِينِ جي ٻِڪِيا، ڏُوڙِ اُنِينِ جو ڏُوپُ؛
ڪَيائُون سو ئِي رُوپُ، جِئان لوڪَ لَڄَ ٿِئي.



20

سِڱِيُون، سيلِيُون، گَبَرِيُون! تِيئِي تولَ ٽِڳو؛
پَٽُ هَٽِي پَٽَ سِين، پيرِي تِنِ پِڳو؛
لاهُوتُ جِنِ لَڳو، سي مَڙهِيان مُورُ نه نِڱِيا.

21

ڪوءِ ڪُودَ ڙَا! ٻِنِ گَبَرِيُون! نيئِي ڪِدائُون ڪانءِ؛
جيڏانهِين جوڳُ وِيو، نيڻَ تيڏانهِين نانءِ؛

پُٽُو اِيئَن پانءِ، تہ سِگِھيون شُومَتَ هَٿَ جُون.

22

جا گُرَ ڏِني گودِڙِيءَ، سا مُون کي ٿي مَرڪُ؛
چيلا! ماري چَرخُ، اوڏي ويهُ اَدَبَ سين.

23

جا گُرَ ڏِني گودِڙِي، سا ٿِي لاهِيندي لَجَ؛
سندا تنهن سُهَجَ، چيلو چوندو ڪيتِرا ؟

24

جا گُرَ ڏني گودِڙِي، سا مُون گهِٽي سُهاءِ؛
نيئي رَساٽي ماءِ، اوڍِئين جي اَدَبَ سين.

25

اَندَرِ رِلا رِليُون، ڀَهِر پَٽولا؛
اِنَ پَرِ ڪاپَڙِي، گَڏَهَ جا گولا.

26

ٻَهَرِ رِلا رِليُون، اندَرِ پَٽولا؛
اِنَ پَرِ ڪاپَڙِي، خدا جا گولا.

27

گُلَ گُلَ پَسِي گودِڙيا، گهڻا مَرِ پانئِجِ؛
سوئِي سُجاڻِجِ، هِيُّ هُوآهي هيڪِڙو.

28

پَٽَ چَڏِيائون پَٽَ مِ، ڏَندَ چَڏِيائُون ڏِسُ!
آلائشان اڳِي ٿِيا، موتِي ٿِيَنِ نه مِسُ؛
هِيُّ چَڏِيائُون حِسُ، وَڃِي ڪالهَ ڪُلُ ٿِيا.

# سر ڪاپائتي

## داستان پھريون

1

توڙي تُون ڪاتارِ، جِمَ هيڪلِي پيرِئين؛
ڏِني ڪا ڏُئارِ، صَرافَ اِنهَين سُٽَ ۾.

2

جان ڪَتين تان ڪِتُ، هِيءَ هَڏِ وِهاڻِي؛
ڪاپائِتِي سَپَڪا، ڪِتي سيباڻِي؛
ڄاتو جِن ڄاتِي، تِن هَٿان پِهِي نہ چَڏِي.

3

هيءَ هَڏِ وِهاڻي، جان ڪَتين تان ڪِتُ؛
ڪو پَنهِنجي عِيدَ ڪي، پيري ڪَجِ پَرَتُ؛
مَتان روئِين رَتُ، صُباحَ وِچَ سَرتيين.

4

ڪَتَڻَ جي ڪانہ ڪَرِين، سُتي ساهِين هَڏُ؛
صُباحَ ايندَءِ اوچِتو، عيدَ اُگھاڙِنَ گڏُ؛
جِتِ سَرِتيون ڪَندَءِ سَڏُ، اُتِ سِڪَندِينءَ سينگارَ کي.

5

اَجُ پڻ اُجھڻَ کي مَرِين، نَڪِي ڪَتُءِ ڪالَ؛
پوري! توسين پالَ، ڪانڌُ ڪَرِيندو ڪيترا؟

6

اَجُ پڻ اُجھڻَ کي مَرِين، نَڪِي ڪَتُءِ ڪالَ؛
مونا اُنجي اُڪِرِيا، اَرٽَ ڍَرڪِي مالَ؛
هَيءِ! تِنين جي حالَ، جن ڪاپي منجهان ڪِينَ ڪيو.

7

سي تو ويهي وِڃائِيا، جي ڪَتَڻَ سندا ڏينهَن؛
اَرِٽَ اوڏِي نہ ٿِئين، پورِي! پوري سِيئَن؛
ڪَنڌُ ڪَٽَندِينءَ ڪِيئَن، اَگَڻِ عجِيبَنِ جي؟

8

سونَ سارِيڪا هَنڙا، ڪوهُ نہ ڪَتِين رَڍِ؟
ويهِي ڪُندَ، ڪاپو ڪَرِ، گُهُٽُون گوهِيُون چَڍِ؛
تہ صَرافاڻي سَڌِ، مَرَڪِيو هُوندَ مَٽائِين.

9

پَڳو ئي پيرِ، جانسين رَتو راس ٿِئي؛
ٻُرِيءَ بيڪارِيءَ سين، هارِي! پاڻُ مَ هيرِ؛
ڪِتُ ڪَتِينديُون ڪيرِ، نَئِين سين نہ چاڙِجي؟

10

پيرِئين ءِ پانئِيين، اِئَن وِڏُوڻو ڪانڌُ؛
وينِي اورِ اَرَٿَ سين، ڳِچِيءَ پايو پاندُ؛
تہ تُنهِنجو ئي وِڙواندُ، ڪِتو وِتو نہ ٿِئي.

11

چائُتِ پائي چِتَ ۾، سَنهو ڪَتيو جَنِ؛
تِنِ جو صَرافَنِ، ڏُڪو داخِلِ نہ ڪَيو.

12

مُحَبَتَ پائي مَنَ ۾، رَنديا روڙِيا جَنِ؛
تِنِ جو صَرافنِ، اَڻَ توڙِيو ئي اگھائيو.

13

ڪو جو وَهُ ڪاپائِتِيَنِ، ڪنبَنَ ۾ ڪَتَنِ؛
ڪارَڻِ سُودَ سَوارِيُون، آتَڻَ مَنجھ اَچَنِ؛
اُنِ جِيءَ سُونهَنَ، سَيَّدُ چئي، صَراف ئي سِڪَنِ؛
اگھِيا سُٺَ سَندَنِ، پائي ترازِيءَ نہ توڙِيا.

14

سُٺُ اُنِين جو سَڦرو، جي پَرِ ۾ پِجائِيَنِ؛
آوازُ اَرَٽَ جو، ساهَ نہ سُڻائِيَنِ؛
لِڪايو، لَطِيفُ چئي، ڪَنبيو ڪَتائِيَنِ؛
جي ماڻِڪ موٽائِيَنِ، توءِ مُلھ مَهانگو اُنِ جو.

15

ڪي اوڀِن عَرَبَ ۾، ڪي ڪابُلَ مَنجِهه ڪِتَنَ؛
سُٺُ اُنِ جو سَڦرو، مَٿيو ماڻِڪَنِ؛
قادرَ ڪِيمَ ڪَڍَنِ، ٿيلهي ٿُلهي وارِيُون.

16

پيرِئين، ۽ پانئيين، پانڻُ پَچي چڏِ؛
ڪِتو وِتو پورِهيو، هوڏَ وِجهنديءَ هَڏِ؛
هِتي ڏيدو مَنجِ ڏَڏِ! جتي ڏَڪَنِ ڏهسئي وارِيُون.

17

اولياڻِيانِ اَرَٿَ، ڪيڏانهن ڪَتَڻَ وا ريون؟
پِهيُون مٿي پَٿَ، لُڙجَنِ لاڪِيڙَنِ جُون.

18

ڪَتي ڪَتي ڪالَهه، اَجُ نه آتَڻِ آئيُون؛
اَرَٿُ اُڪلي مالَهه، پُوري وِيئيون نِجُهرا.

19

نہ سي وَؤنڻ وَٽِن ۾، نہ سي ڪاتارِيُون؛
پَسِيو بازارِيُون، هِنئَڙو مون لُونڻ ثِئي.

20

تاجِي توريائُون، عَيب نِڪتا اَڳِيان؛
ڪوني ڪاپائِتِيُن ڪي، پَرِ ۾ پُڇيائُون؛
اَگَلَڙي آءُ، مُون ڪان پِڙا پَڳا نہ ثِيا.

وائي

ڪا هِنئَين سين لاءِ پوري! ڪا هِنئَين سين لاءِ.
تُنبائي تاڪِيدَ سين، جِن پِچايو پاءُ؛
لَسي تَندُ، لَطِيفُ چئِي، هَلي تِن هَٿاءُ؛
پَهيُون تُنهِنجُون جِهرِڪَن جهورِيُون، پِيُون اُڌايُون واءَ؛
اَرَٽَ پاسي اوجِهرِين، توکي سُمَهَڻَ آيو ساءُ؛
آڏيءَ، عَبۡدُاللَّطِيفُ چئِي، رِوئِي رِيجهائِج راءُ.

# سُرُ پُورَب

## داستان پهريون

1

ڪري، ڪانگَ! ڪُرنشُون، پيرين پِرينءَ پَئِيج؛
آءُ جو ڏِيَنئِي سَنِيهو، وِچ مَ وِسارِيج؛
اَللهُ لَڳِ، لَطِيفُ چئي، ڳُجهو ڳالهائِيج؛
چُئان تِئَن چئِيج، تہ ڪِنياتا! خوش هُئِين.

2

آءُ اُڏامِي، ڪانگَڙا! پارانپان پَچارِ؛
ويهي هِت وِصالَ جو، تان ڪو تِرُ تَنوارِ؛
جي ڏِسَڻَ ۾ ڏيسارِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرين.

3

پارانپان پَچارِ، مٿي لامَ لَطِيفُ چئي؛
ڦيرِ مَ فَضِيلَتَ تُون، جا ڪُرَ اَوان جي ڪارِ؛
جي ڏِني ۾ ڏينارِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرين.

4

وَهلو وَرُ، وَرِيا پرِين، آءُ ڪانگا! لَنئُن لاتِ؛
وِيا جي قَلاتِ، سي اُڏامِي آڻِ پرِين.

5

ڪانگَلَ! سي ئي ڪوٽِ، پرِين جي پَرڏيهِ وِيا؛
جنين رِءَ جَهانَ ۾، اکِڙِيُن اروٽِ؛
اللهَ لڳِ، لَطِيفُ چئي، ڪَج ڳاراچو ڳوٽِ؛
جي ڏَمرِيا ڪَنهن ڏوٽِ، سي اُڏامِي آڻِ پرِين.

6

پرِين جي پَرديسَ ۾، تِن جي ڪانگا! ڪَج خبَرَ؛
تہ سَڀ مَڙهايان سونَ سين، پکِي! تُنهنجا پَرَ؛
کُهمِي مَٿان ڪَهرَ، ڏِج پارانيا پرِينءَ کي.

7

ڪَدِي، ڪانگا! تو ڏِيان، هِنئُون سارُ هَٿَنِ؛
وَجِي ڪاءُ وِلاتَ ۾، اکِيان عَجِينَنِ؛
پرِين مانَ چوَنِ، تہ هِئَن قُربانُ ڪيرُ ٿِئي!

8

ڪانگَلَ قَرِيبَنِ جا! اچِي وائِيءَ وَڻُ؛
تو ۾ بُوءِ بَهارَ جِي، مُشڪَ ڪَٿُورِيءَ مَٽُ؛
اچِي عَجيبَنِ جو، اورانگِهج اَگَڻُ؛
تو ڪي پَسِي تَڻُ، سُورَنِئان صاف ٿِئي.

9

آندِيُون ڪانگَ قَرِيبَ جُون، اَڄُ واڌايُون واهَ؛
مَنَ مُرادُون پِنيُون، ٿِيون سَرَهائِيُون ساهَ؛
آندا پِرِين اللهَ، سَڌَ مُنهِنجا سابِ پِيا.

10

ڪانگَلَ! تُنهِنجِي چانگَ، جَڏو جِيُ جِياريو؛
مٿان لاٿُمِ لَتَ ڏِيو، ٻولئِين سِرِ پِيلانگَ؛
اُڏِرُ مٿان ڦانگَ، تہ گهرِ آوَنِ سُپِرِين.

11

ڪانگَل! نيئُي ڪانگِ، مُنهِنجي ڏي مُحِبُوبَ کي؛
”لالَن! لايَئُي ڏِينهَڙا، ڪَنهِن سِٽاٽي سانگِ؛
اَوان رِءَ اَڙانگِ، وِيئي وِرِهَ وَسائيان.“

12

رِءَ پِريان پَرديسَ ۾، وِرِهَ وَڌي ڪِي وَسَ؛
اِکِيُون پارِ پِرِيَن جي، ڊِيُون ڪامَرِ نهارِين ڳَسَ؛
ڏِيندا پاندِي ڏَسَ، ڪِينءَ جُون آڻي خَبَرُون.

13

زاغَ! تُنهِنجي ذاتِ جو، ڏورو مَٿي مُون؛
اُڏامِجِ، عَبۡدُاللَّطِيفُ چئي، صُبحَ سيڻِن ڏُون؛
ڪَجِ وِينتيُون وِتِرِيُون، پاجهائِجِ پِهُون؛
تہ ”لالَنَ! ڪَونَ لَهُون، جِهو تو جَهانَ ۾.“

14

قَرِيَنِ جو ڪانگڙو، مٿي ٿارَ ٿِلي؛
ڪَٽِيو ڪِنياتو خَبَرُون، ڪِيرُون ڏِيو ڪِلي؛
لائي جَنهِن لالَنَ سان، مُنهِنجي باتِ ٻِلي؛
سو وَرُ چَشمَنِ سان چَلي، جو دَرِبارِي دوسَ جو.

## داستان ٻيو

1

تَن اکِيُن اُتان سُکَ، ڪِلندي ڪَٽَنِ جي؛
پرِيُنِ پاٻوهَڻَ سان، ڏُورِ ڪَيا سَپِ ڏُکَ؛
ماڙُهنِ ليکي ٻُکَ، سامِي سُورَ سَنا ڪيا.

2

سامي چائِيين، سُکَ طَلبِئين، سِکِئين نہ، سامِي!
اَجا اورِئين پَنڌَ ۾، ويٺين وِسامِي؛
گُرَ کي تُون نہ گَڏِئين، چائِيين اِنعامِي؛
دائِمُ مُدامِي، پورو رَهجِ پِرينءَ سين.

3

پُورَبِيا پُوري وِيا، آسَڻَ آڏِيءَ راتِ؛
سُيَمِ نه سَنياسِئُن جُون، پَچارُون پرِياتِ؛
ڪا جا جوڳِيءَ ذاتِ، مِٿَ نه معذُورَنِ جا.

4

مٿي راهَ رَوان ٿِيا، پُورَبِ پُورِيائُون؛
هي گهَرُ گهورِيائُون، آڳانڍِيائُون اڳِيان.

5

پُورَب پُورَب تَبِ ڪَرُون، جَب هِنئَڙي آوَنِ پُورَ؛
سِڪَندي ڪي سَجَڻين، نِڪُون لائُون نُورَ؛
مارِيَسِ تَنهِن سُورَ، جِنَ ساجَنُ سُجي، نه مِلي.

# سر ڪارايل

## داستان پهريون

1

”وَحدَهٗ“ وائي، چَڙهندي چَيائين؛
سو لُڙُ لَنگهِيائين، جِتي پارَڪَ پَکِيان.

2

ٻَگهن سين ٻاڻُ هَٽي، اُڏائو آڪاسِ؛
جِتي پِرِين سَنداسِ، سو سُر مَٽي هَنجَڙو.

3

اڪڙيُون اوڙاهَ ۾، اُپو تَڪي تارِ؛
پِڙُون جي پاتارِ، هَنجُ تِنين جو هيرَئُون.

4

وَڃِين نہ پيهِي، پِڙُ لَءِ پاتارَ ۾؟
ڪنڌِيءَ ۾ ڪيهِي، هاجَ تُنهِنجي هَنجَڙا.

5

ٿيو حُضوري هاڻِ، سوجها پيسِ سَرَ جي؛
ڪَندي لَڏي ڪاڻِ، پَکِيَڙي پاتارَ ۾.

6

اچو پاڻي لُڙُ ٿِيو، ڪالُورِيو ڪَنگَنِ؛
اِيندي لَڄَ مَرَنِ، تَنِهن سَرَ مٿي هَنجَڙا.

7

هَنجَنِ سين هيڪارَ، جي ڳَڻَ ڪري نِهارِئين؛
بَگهَنِ ساڻ پيهارَ، پيلَهه نہ ٻَڌِين ڪَڏهِين.

8

آءُ اُڏامِي هَنجَڙا! سَرَ ۾ سارِينَئِي؛
مَتان مارِينَئِي، پاڙِهيري پَهُ ڪَري.

9

ڪَوُنرَ پاڙُون پاتارَ ۾، پَوُنر پري آڪاسِ؛
ٻِنِين سَندي ڳالِهڙِي، رازِق آندِي راسِ؛
تَنِهن عِشقَ کي شاباسِ، جَنِهن مُحَبَتي ميڙِيا.

10

ڪَئنر پاڙُون پاتارَ ۾، پئنرُ پِري ۾ سُجَ؛
ٻِنين سَندِي ڳالهڙِيءَ، عِشق اِيُّ اُهجَ؛
توءِ نہ لَهينِ اُجَ، جي پِيو پِينِ پاڻَ ۾.

11

جيهَرَ لوڪُ جَهپَ ڪري، اوهيرَ اُڏامَنِ؛
پِڻُون جي پاتارَ جا، چيتارِيو چُڻَن؛
ڪوهُ ڪَندا ڪي تَنِ، پاڙهيڙِي پَهُ ڪَري؟

12

وِيا مورَ مَرِي، هَنجُ نہ رَهِيو هيڪڙِو؛
وَطَنُ ٿِيو وَرِي، ڪُوڙَنِ ڪانيرَنِ جو.

# داستان پيو

1

سو پَکِي سو پِچرو، سو سَرُ سوئِي هَنجُ؛
پيهِي جان پَرُوڙِيو، مون پانهِنجو مَنجُهه؛
ڏِيلَ جَنهِن جو ڏَنجُهه، سو مارِي ٿو مَنجِهه ڦِري.

2

سَنها پانءِ مَ سَپ، وياءَ واسِينگَنِ جا؛
جَنِين جي جهَڙَپ، هاٿِي هَندان ئِي نه چُري.

3

آسَڻَ جن اَريجَ ۾، اُوءِ ڪَچَرَ وِهَ ڪَري؛
تِن جا مُنهَن مَلَڪَنِ جهِڙا، تِڪو نان نه ٽَري؛
جي اُنهِين ساڻُ اَڙي، نه ڪانهي جاءِ جَرِيءَ جي.

4

آسَڻَ جن اَريجَ ۾، تن جي وِهُه جو وَرَنُ پيو؛
تن جو ڪَندو ئي ڪَمُ ڪَري، جي مَٿِس پيرُ پيو؛
پُرِيَنئان آهي پَڌِرو، تن نانگَنِ جو نِهو؛
ڪِلي ويلَ ڪِهو، جو سامُهون ٿِئي سَپَنِ کي؟

5

ڪَنهن ڪَنهن ڪاريءَ ذاتِ کي، مورَ بہ مَٿائِنِ؛
جي چِتُرا چَڪِيا ڪَري، تہ وَڳَ وَرائي ڏِينِ؛
ساٺَ سَمُورا نِينِ، جي مَنڍِن پائِي موٽِيا.

6

پَهِرين ڪاري نانگَ جي، ڪو چِرڪِيَلُ چيڙَ ڪَري؛
هي هَٽِي ڏَنگَ ڏَسائِيو، تہ ويجهو تان نہ وَري؛
جيڪي تَپِ مَري، جيڪي سِڪي صِحَتَ کي.

7

ڪَپُرَ! ڳاروڙِيُنِ سين، وڏو وِڏُءِ ويرُ؛
نانگَ! نہ ويندين نِڪِرِي، تو ڏَرِ مَٿي پيرُ؛
هِيُّ تِنِين جو ڏيرُ، جن جُهوناڳَڙُه جَلائيو.



# سُرُ پرڀاتي

## داستان پهريون

1

اِيَّ نہ ڀانئِ پيرُ، جئَن ڪينرُ ڪِيرِيءَ ٿَنگِيو؛
سُونهاري صُبُوحَ سين، وِڄهي ويٺين ويرُ؛
توکي ڇَوَندو ڪيرُ، ڪِيرَتَ ڏاران مَنگڻو؟

2

سُتو ڪِئَن نِنڊُون ڪَرِين، رو وِهاڻِيءَ رويءِ؛
سُپان سازُ سندوءِ، پيو هُوندو پَٽَ مِ.

3

سيراندِيءَ سازُ ڪيو، سُمهِين سارِي راتِ؛
جاجِڪاڻِي ذاتِ، اِيَ هوءِ اکِهِين؟

4

جنِين سُکُ ناهِ ڪو، چارَڻَ سي چئِجَنِ؛
رُجُنِ راهَ پُڇَنِ، مٿي ڪُلَهَنِ ڪِينَرا.

5

مُوڙهو پُٽين مَگَڻا! ڪيڏانهن هُئين ڪالَ؟
لَنگها! چَڏِ لَطِيفُ چئي، اُجَهڻَ جا اَفعالَ؛
سَپَڙَ دَرِ سُوالَ، ڪَرِ نہ قيمَتَ آڻِئين.

6

چارَڻُ لَڳو، پَنڌُ گهڻو، ڪِي چوٽِي ءَ چَئِج؛
هِتِ ڪِي هلائِيج، اُتي آءٌ نہ اچڻو.

7

جيڪِي ڏَڏِن ڏي، ڳُجهيان ئي ڳُجهَ ۾؛
سي جي سُڻَن ڪَڏهِين، ڪِرِت وارا ڪي؛
نہ سازَ مِڙوئي سي، هُوندَ پِٿون ڪِنَ پَلَڪَ ۾.

8

اُتِ ڪِرِت وارا ڪيترا، ڪِرِت ڪَبو ڪوهُ؟
جيڪِي بَندو ڪَمُ ڪري، سو مِڙوئي ڏوهُ؛
تون پارِسُ، آءٌ لوهُ، جي سَچِين نہ سونُ ٿِيان.

9

اُٿيو اَڀوڄهاءُ، سَپَڙُ جو سَڏُ ٿِيو؛
جِنَ اَئِين ڪِيرَتَ ڪَٿُ نہ سِڪِيا، تِنَ پاٽا رِيڏو راءُ؛
مڱڻو مون مُلاءُ، آءٌ اَوهان جو آهِيان.

10

ڏاتِ نہ آهي ذاتِ تي، جو وَهي سو لَهي؛
آريُون اَڀوڄَهِن جون، سَپَڙُ ڄامُ سَهي؛
جو راءَ وَٽِ راتِ رهي، تَنهِن جُڪِي تان نہ ٿي.

11

ڏَڏُ ٿِي ڏانُ گُهرِيج تُون، ڇَڏِ وِڄا وِجائي؛
سَپَڙَ راتِ سَنباهِيا، تازِي تو لائي؛
جو ڄاڻي نہ ڳائي، تَنهِن سين پيلي ڏِٺيءَ ڀاڄَهہ ڪِي.

12

پِيو ليئِن لُٽَ، سَڄِيُون راتِيُون سُمهِين؛
اُٿِي آڌِيءَ نہ ڪَرِئِين، سَپَڙَ سانُ سَهَٽَ؛
رُونجهي راتِ اُپَرِيا، پِيئِنِيئُون پاڻيٺَ؛
ميڙِي تِئان مَٺَ، چُوندي پِرِيا چارڻِين.

13

ڏاتارَ ڏُکَ ڪَيا، پاٽا مَٿي مَڱڻِين؛
”مُون دَرُ ڇڏِيو، مَڱڻا! مَڱِين ڪوهُ بِيا؟
تَڏِهن تو پِيا، وِچان وِلها ڏِينهَڙا.“

14

مَڱُ تَنهِين کان، مَڱڻا! جو ڏِيهاڙِي ٿو ڏِئي،
ڪُوڙا دَرَ دُنِيا جا، جاچِڪَ! مَڱِين جي؛
سُپان توهِين کي، موتِي ڏِيندا مُنهَن ۾.

15

ڪَڙَهَ اَڳِيان ڪَپُ، ڏِهاڙِي ڏاتارَ جي؛
لَنگها! لاهِ مَ لِڪَ سِيئَن، مَٿان چانئُٽِ چَپُ؛
مَڱَڻهارَنِ مَپُ، ڪونهي ٻِيو ڪِيرَتَ ري.

16

سَپَڙُ ساهُ پَساهِ، جاجِڪ! جِمَ وِسارِئِين؛
ريهي رُپي سَندِيُون، تَندُون تُنبي ڪي پاءِ؛
لَنگها! تون لِيلاءِ، اڳِيان وِجِي اُنَ جي.

17

تُون سَپَڙُ، آءٌ سيڪَڙُو، تُون صاحِبُ، آءٌ سَڳُ؛
پُڇِي تُنهِنجو پَڳُ، ڪُلهي پاتُمِ ڪِينَرو.

18

تُون سَپَڙُ، آءٌ سيڪَڙُو، تُون ڏاتارُ، آءٌ ڏوهُ؛
تُون پارِسُ، آءٌ لوهُ، جي سَچِين تہ سونُ ٿِيان.

19

اُپِرِيو تارو، اُٿِي وَرَ وِهاڳُ ڏي؛

سَپَڙُ رِيسارو، چِتِ پَرِکي چارَٽين.



# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان پهريون

1

ڪَرِ ڪي ڳالهَڙِيُون، ڪَندا! ڍورَ ڏَٽِيُن جُون؛
ڪِئَن سي راتَڙِيُون، ڪَنهِن پَرِ ڏِينهَن گُذارِئِين؟

2

جان تو هُئَڙو سُورُ، ڪَندا! ڍور ڏَٽِيُن جو؛
مٿي لامُنِ ٻُورُ، مورِيءَ مَجَرَ نہ ڪَرِئِين.

3

ڪَندا! تُون ڪيڏو، جَڏهِن پَرِيو ڍورُ وَهي؟
جَسودَنِ جيڏو، تو ڪو گَڏِيو پَهِيَڙو؟

4

سَچُ ڪِ سُڪو ڍورُ، ڪنڌِيءَ اَڪَ ڦُلارِيا؛
جُنگِن چَڏِيو زورُ، سَرُ سُڪو، سُونگي گَيا.

5

سُڪِي ڍورُ ڍَيُون ٿِيو، ڪنڌِيءَ ڏِنو ڪائوءَ
سو پاڻي پَتِيهَلَ ۾، اڳِيون نه آيوءَ
ماڙُهنِ ميڙائو، ڪَنهِين ڪَنهِين پيٽئِين.

6

ڍورُ نه اڳِينءَ ڍارَ، مهَندِ مَلاحَنِ لَکِيوءَ
موڙِي چوڙِيا مَڪُڙا، پَسِي پاڻيءَ پارَءَ
جَسودَنِ جيها يارَ، پيَڙا وِيرَ وماسَ ۾.

7

جان واهُڙَ ۾ وَهُ، تان تون، مَڇَ! نه مونئِينءَ
ڪائي ۾ ڪوهِ ڪَرِئين، پوءِ مونَڻ جو پَهُ؟
سِرَ مَٿي تُون سَهُ، مَهميزُون مَلاحَنِ جُون.

8

جان جَرُ هُئَڙو جالَ، تان تُون، مَڇَ! نه مونئِينءَ
پوَندِيَءِ اَڄ ڪِ ڪالَ، سانپيُون سانگِنِ جُون.

9

جان جرُ هُئڙو سِيرَ، تان تُون، مَڇ! نہ موٽِئين؛
آڏا اَڏي ڪِيرَ، گهٽ بہ جَهلِيءَ گهاتُئين.

10

مَتو آهِين مَڇ! ٿُلهو ٿو ٿُونا هَڻين؛
جا تو ڏِٺي اَڄَ، تَنهِن پاڻِيءَ پُنا ڏِينهَنڙا.

11

ڪُنڊِي ڪَلِئِن وِچَ ۾، جَڏهِن هَنيائُون؛
موتِ نہ مارِيائُون، ڏور ڏِئي وِيا ڏُکَ جي.

وائي

لائِيءَ جا وَڙَن ڪي، سا ڪانڌَ! مُنهِنجي ڪورا.
ماءُ! مارِيندَمِ ڪَڏهِين، هِنَ پِرِينءَ جي هورا؛
اَڄَنِ پِرِين پَيَڪِيا، ڪَرَ بابِيهو جِئَن مورا؛
سيڻين سِرڪَنڌُ سَپَجي، پيو عَطُرَ پِرِين اَتورا؛
چِپَرُ ڪَٿُورِي ٿيو، پِي تازِي ڦُلَن ڦورا؛
اَلا! عَبدُاللَطِيفُ ڪي، سانوَل ميڙِ سَنپُوڙا.

# داستان پيو

1

مَدِيني جا مِيرَ! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَ ڙا؛

سَرَڻِ تُنهِنجي سِيرَ، تُون پارِ لَنگهائِين پِيَڙا .

2

ڏَڻِي! سو وارِئِين واءُ، جو ميڙائو سَڄَڻين؛

وَهِيءَ واٽَ مَٿاءُ، هِنئَڙي آسَرَ مَ لهي.

3

نيڻَ جي نِهارِينِ، سي اَڄُ نه اوئي آئِيا؛

هَنجُون نه هارِينِ، پاڻِي پُنهُونءَ جامَ ري.

4

نيڻَ نِهاري مُنهِنجا، روئِي ٿِيا رَتُ؛

پُنهُونءَ هوءِ پَهَتُ، ته پارِي نِيَنِ پاڻ سين.

5

اَڄُ اَگَرُ ڪيٽانِ، آسَرَ لِڳِي سورِيانِ؛

ڏُونگَرِ ڏِينهَن لِڳانِ، مانَ وَرِڪَنِ سُپِرِين.

6

اَللهَ جِنَ ناليءِ، تِنَ مُون وَڏو آسِرو؛
خالِقَ! تُنهِنجي ڪانڌِ جو، پَرو پانڌُ نہ ڪوءِ؛
نالو، ربَّ! سَندوءِ، رَهِيو آهِمِ رُوحَ ۾.

7

صاحِبَ! تُنهِنجي صاحِبِي، عَجَبُ ڏِٺي سُون؛
پَنَ بورِڙين پاتالَ ۾، پَهَڻَ تارِين تُون؛
جيڪَرَ اچِين مُون، تہ ميرِيائِي ماڻُ لَهان.

8

جيڏو تُنهِنجو نانءُ، پاڄَھ بہ اوڏِيائي مَڳَّانءِ؛
رِءَ ٿنيِين، رِءَ ٿُوڻِيِين، تُون ڇَپَرُ، تُون ڇانءَ؛
ڪُڄاڙو ڪَهانءِ؟ توکي مَعلُومُ سَپَڪا.

9

سَتَرُ ڪرِ سَتّارَ! آءٌ اُگهاڙِي آهِيان؛
ڍَڪِئين ڍَڪَڻهارَ! ڏيئي پانڌُ پَناهَ جو.

## وائي

مُون کي ننڊَ نہ نيٽين نيٽين، ڪالهُون پوءِ لَڪَن ۾.
موٽُ تُون آيَل! مُنهِنجي ماءُ! تان تو ڏُکَ نہ ڪيٽين ڪيٽين؛
هُوءِ نہ نينهِ پارَ سين، جا ويند ڙِي سيٽين سيٽين؛
ڪالهُوڻِيان اَجُ گهَٽِي، جهورَ ڙِي جهيٽين جهيٽين.
پِيُون سَبُ واڳِيون وَرَنِ سين، آءٌ جا واڳِڙِي ويٽين ويٽين.
هِنئَڙو ڏا ڙهُونءَ گُلَ جِئَن، روئي رَتڙو نيٽين نيٽين.
اَلا! عَبۡدَاللَطِيفُ چئي، مُحِبَّ اسان تُون ميڙين ميڙين.

## داستان ٻيون

1

ڪَرِ ڪو پيرو ڪانڌَ! مُون نماڻِيءَ جي نِجهري؛
پِرين! تُنهِنجي پاندَ، ڍولا! ڍَڪِي آهيان.

2

جِئَن تون قائِمُ، ڪانڌ! تِئَن آءٌ وَرَ! وِلهي نہ ٿِيان؛
پَکي چِنان پاندَ، ڳَنڍُ نہ ڇاڻي ڪو پيو.

3

ڪانڌَ ٻيِنِ ڪيترا، مُون وَرُ وِڏي ڪاندِ؛

پاٽا ڏَڪي پاندِ، جي ڏِسي ڏوهُ اکِيُنِ سين.

4

وَرَ سين وِڄهيو ڪاڻِ، ڪَرَ سين ڪِلَڻ پائيين؛

پوري! مُنڌَ اَجاڻِ، ڪَڻ چَڏِيو تَهَ ميڙِيئن.

5

سُتا! اُٿي جاڳُ، ننڊَ نه ڪَجي ايتري؛

سُلطاني سُهاڳُ، ننڊُن ڪندي نه ٿِئي.

6

ڪِي سُمهُه، ڪِي جاڳُ، ننڊَ نه ڪَجي ايتري؛

اِيُ مانجهاندي جو ماڳُ، جو تو ساٽيهُ پائيو.

7

جاڳَڻَ مَنجهان جَسُ، آهي اَدا! جن کي؛

لاهي جو، لَطِيفُ چئي، مَٿان قَلْبَ ڪَسُ؛

وَرنهَ! ڪَجان وَسُ، صُبُحَ ساڻ، سَيِّدَ چئي.

8

هِي تان ٿورَڙِيُون، جي تُون، پورا ! پَسي پُلِئين؛
راتِيُون ڀِيُون گهَڙِيُون، جي تو اِيندِيُون هيڪلِي.

9

سُمهَڻان ساڙُو، جيڏِيُون! جيڏو ئي ٿِيو؛
پِرِين سين پاڙُو، مُنهِنجو نِندَ نِبيرِيو.

10

پِرَهَ ڦُٽِي، راتِ گَئِي، جهيڙا ٿيا نَکَٿَ؛
هارِي! وِيءَ وَٿَ، گهڻا هَٿندِينءَ هَنڙا.

11

پيئي جا پِرِياتِ، سا ماڪَ مَ پَسو ماڙُهئا!
روئي ڇُڙِي راتِ، ڏسي ڏُکوِيَن کي.

12

ڍولُ مَ ڪٽي ٻانهَنڙِي، پِرَهَ مَ ڪَٽي پاندُ؛
آءُ پَنهِنجو ڪانڌُ، لوڪان لِڪي رائِيان.

13

ڦِريا پَسِي ڦيڻُ، ڪَرِينَ ڪِيرُ نه چَڪِيو؛
دُنِيا ڪارَڻِ دِينُ، وِڃائِي وِلَها ٿِيا.

## داستان چوٿون

1

روهِ راماٽا ڪَنِ، اَجُ پڻ هَلَڻَ هارِيُون؛
ڪَرِڱُلَ ڪُونجڙِيَن، رائِي ۾ راتِ ڪَيو.

2

وِڳُرُ اُڪِيري سَرُ سارِيو، سُورَ چَري؛
جُهري جِهجهندي ڏِئِي، سَنِيها ڪي سَڄَڻِين.

3

وِڳُرُ وِساري، وِيٺِيءَ ڪِئَن ماتِ ڪَري؟
ڪِ تو نه ماري، رُڻُ جُهڻُ سَندِي سَڄَڻِين؟

4

وَڳَرَ وِيا وَهِي، ڪالهَ تُنهنجا ڪُونجَڙِيِ!
ڪَندِينءَ ڪوهُ رهِي، سَر ۾ سُپيرِيُن ري؟

5

وَڳَرَ ڪَيو وَتَن، پِرِتَ نہ چِنَنَ پاڻ ۾:
پَسو پَکيَڙَن، ماڙُهنِئان ميٺ گهڻو.

6

مَ لنئُن ڪُونجِي! ماٺِ ڪَرِ، چورِ مَ هِنئِين چاڪَ:
ڦِٽيُون جي فِراقَ، سي گهَرِ گهارِينديُون ڪيتِرو؟

7

ڪُونجَڙِيءَ ڪالهَ لَنئِي، سَجَڻَ وِڌَمِ چِتِ:
آءٌ جنين رِءَ هِتِ، گهَنگهَرَ گهارِيان ڏِينهَڙا.

8

اُتَرَ ڏِي آلاپَ، ڪالهُونڪَرَ ڪُونجَ ڪَري:
پِرِين پَسِي مَنجِهه خوابَ، وِهاڻِيءَ وايُون ڪَري.

9

ڪُونجُون ٿِيُون ڪُڻڪَنِ، جيڪُسِ هَلَڻَ هارِيُون؛
ٻَچا پوءِ اَٿَنِ، وَڃَنِ واندا ڪَندِيُون.

10

آيُون ڏورَ ڏِرِي، اصُلَ سَندي آسِري؛
ڪَنيَرَ پُونءِ ڪَرِي، پاٽان پَير ڏُکويا پَڪَنِ.

11

ڪُونجَ نہ لَکيو ڀانءُ، مارِيءَ سَندي مَنَ ۾؛
اوچِتي پَرِيانءَ، وَڳَرَ هَٽِي ويڇُون ڪيا.

12

ڪُونجَ! نہ پَسِين ڪَڪَ، ڏَٻُ جَنهِن سين ڏِيءِ؛
مارِيءَ ماري لَکَ، وَڳَرَ هَٽِي ويڇُون ڪيا.

13

مارِي! مَرِين شالَ! ڏَٻَ وَجَنئِي ڏِيُون؛
جِنَ تو اَچِي ڪالَ، وِڌو وِچُ وِرِهَنِ کي.

14

ڪيرَ ڪَرِيندِي رِيسَ، آيلِ! سَنگهارَنِ سين؛
جنِين جي خَميسَ، وارِيُون واري چڙهِيُون.

15

جِينَ سي سَنگهارَ، اَجهي جنِين گهارِيان؛
مانَ لَهَنئُون سارَ، وِچ وِلهِين ڏِينهَڙين.

16

جي پائين وَسَ چَران، تہ سَنگهارَنِ سين لَڏِ؛
تہ هاجي سَندِي هَڏِ، ڪُوڪَ نہ سُڻِين ڪَڏهِين.

17

مَنڊِيُون مَٿِ گڙَنِ، جهوڪَ بہ سُونهَنِ پهِيَڙا؛
سَندِي سَنگهارَنِ، جُوءِ جِئاري جَڏَڙين.

18

جاڳو، جاڙيجا! سما سُک مَ سُمهَو؛
پَسو، آن پاريا، لاڪو ٿو لوڙيُون ڪَري.

19

ٽاٽُونڪِين پَلاڻ، سَدا هَٽِن ڪرڪِرا؛
لاکي لوڙائُنِ جا، اَهِڙا ئي اُهجاڻ؛
ڏيئي تَنگِن تاڻ، ڪُوڪَ ڪارِيندا ڪَچَڙي.

20

ريبارَڻِ! رِيجهاءِ، لاکو لُولائِنِ سين؛
سائُو مانَ سَندِياءِ، تَتُ مَٿائي ناڪُرُو.

21

لاکا لَکَ سُجَنِ، ڦُلاڻِيءَ پيرُ پيو؛
جَنهن پِرَ راڻا، راڄِيا، ڪوٽِن مَنجهه ڪُنبَنِ؛
جَنهِن جو جاڙيجَنِ، سُتي سَنچو نہ لَهي.

22

لاکو لِکِيءَ تي چَڙهي، لِکي لاکي هيٺِ؛
سونهرايُون سِرِ ڪَيو، پيڙهي پَڌي بيٺِ؛
ڪَندو ڏُمَرَ ڏيٺِ، صُباحَ ساڻ سَپَڪَنهِين.

# سُرُ بلاول

## داستان پھريون

1

وِسَھُ اِنَھِين ويڙ ڪي، جِئَن دَعوَت ڪِي دا تا؛
مَضۡمَضَہٗ واتا، وِجُھ تہ ڏيئي وات مَ.

2

پيُ مَ طَھُورا، وانءُ اورانگھي اورِيان؛
وِچان جي وِصالَ ڪي، سي سَپ اُجُورا؛
حاصُلُ حُضُورا، سَمي جي سَپ ٿِئي.

3

سَما! تو سِرَ چَٽُ، ناتَ پاڳارا پُرُسَ پِيا؛
ڳَھَڻَ! تُنھِجي ڳِجَڙيِ، اچي جالَ جَڳٽُ؛
جِن جيھا ئي پَٽُ، تِن تيھا ئي ٻِڪيا.

4

سمو تِنِ سَڌَ ڪري، جِنِ تي وڏو ويرُ؛
اُٿي نہ آجِي ٿِيان، پائي پاڪوڙي پيرُ؛
تو رِءَ ٻِيو ڪيرُ، سَرَتِڙِنُ جا سونا سَهي.

5

سَرَتِڙِنُ جا سونا سَهي، وَسِيلو وِلَهَنِ؛
لُڌي ڪِينَ لَطِيفُ چئي، اَڳيان لالُ لَکَنِ؛
جِتِ ڪوڙين ڪِينَ ڪُڇَنِ، اُتِ پاٻوهي پَڌِ رو.

6

تَڙِ تَڙِ ڪِيمَ تَرَسُ، سَرُ نِهارِج سَپَرو؛
ڏِينڊُءِ لَکَ، لَطِيفُ چَئِي، راڄَ راهُوءَ جي رَسُ؛
وِلَها جنهن وَنِهيا ڪَيا، پاڳَ تَنهِجي پَسُ؛
ڪوڙين لاهي ڪَسُ، جي ڳالهائي ڳاٿُ ڪِٽي.

7

علاؤالدِّينُ آئيو، ڪَٽِي چَلِ چُگِيرُ؛
ڪَنهِين ڪِينَ هِمَٿيو، ڪانَ جَهلِيندو ڪيرُ؟
سُومِرِنِ سامَ ڪَنئِي، اَبڙي ڪَيو اُٿَ پيرُ؛
هو مُهانئِين مِيرُ، پر مَسِتُوراتِنِ مارِيو.

8

سَرَٽِنُ جي سُڪَ لَءِ، سامَ ڪَنئِي سَردارَ؛
جي آيُون اَبڙي جي آڏارَ، سي سُونگ نه ڏِينديُون سُومِرِيُون.

9

ٻِنِ مِڙَنِي ڏِنيُون، ڏِئِي نه ڏُونگرَ راءُ؛
اَڻَ ڏِنِيُن آڏو ڦِري، ڏِنيُون ڏِئِي ڪِنَاءُ؛
لورِيُون لَکَ مَٿاءُ، اُنَ مَٿِري موٿائِيُون.

10

اَبڙو اَڳاھَنِ ۾، پَرَ جَھلو پارِي؛
سَمي سُوالِيُنِ کي، ويلهَ وسارِي؛
مَنھَن مُنِي جَکرو، طامائُنِ تارِي؛
پُڇي سي پارِي، جي عاجِز اَجورَنِ ۾.

11

ابڙو اَڳاھَنِ ۾، سَپَرُ جِئَن پيلي؛
سي پَٽَ ڪَنھِن نه پُورِيا، جي ٿو پڙُ پيلي؛
سَجَڻَ سانوڻَ مينھَنءَ جِئَن، رُجُون ٿو ريلي؛
اَچَنِ جي ويلي، تِنِ بورَ بَخِشي پِٽَ ڏِٽي.

12

اَبڙو وَڏَ وَڙو، سُوَڙو، سَمو، سُونهن سَپِنِ؛
تَنھِن دَرِ سَپ اَچَنِ، ڪَنڌُ نه ڪَدي ڪَچَ ڏِٽي.

# داستان پيو

1

جَڪِرو جوڙي، پاڻَ ڏَڏِيءَ پيدا ڪيو؛
ڪيهَرَ جِئَن ڪَرُڪٽي، مُڇُون مَلُهَ موڙي؛
سَمُوندَ جِئَن سِيرَ ڪَيو، ٿو ٻارِ جِئَن ٻوڙي؛
گهوٽُ چَڙهِيو گهوڙي، پيچِيُنِ لائي پيچرا.

2

جَڪِرو جَسَ ڪَرو، ٻِيا سَپِ اَنيرا؛
جيائِين جُڙيو جَڪِرو، تِيائِين نه ٻِيا؛
مِٽِي تَنهِن ماڳا، اَصُلُ هُئي اِيتِرِي.

3

ڏِٺي جادَمَ جَڪِري، چِتِ نه ٻِيا چَڙهَنِ؛
نه ڪي ڪُوهَ ڪَڇَنِ، جه سَرُ لِپي سَپَرو؟

4

هَٿان جادَمَ جَکِري، وِڻي وِچ مَ پوءِ؛
پِي پِي سو پُرِ ٿيو، جو حاڻِ پاسي هوءِ؛
ڪَيف ڏاران ڪوءِ، جِئِي ڪو مَ جَهانَ ۾.

5

هَٿان جادَمَ جَکِري، وِڻي پوءِ مَ وِچُ؛
”اچو! آيا نِچُ!“ سَمي وائِي واتَ ۾.

6

جَکِري جِهو جُوانُ، ڏِسان ڪونَ ڏيهَ ۾؛
مُهَڙُ مِڙَني مُرسَلِينِ، سَرسُ سَندسِ شانُ؛
”فَڪَانَ قَابَ قَوسَينِ اَوۡ اَدۡنَیٰ“، اِيُ مُيسَرُ ٿِيُس مَڪانُ؛
اِيُ آگي جو اِحۡسانُ، جَنهِن هادِي ميڙِيُمِ هَهڙو.

# داستان ٽيون

1

ڪوهُ نہ جُهارِئين جَڪِرو، جنهن ڏيهَ ڏيا ڏيئي؟
جي لُڏِيا ٿِي لِينگُهن ۾، شالُن ۾ سيئَي؛
سَمي سَپيئَي، طاماعُو تارِ ڪيا.

2

اَلا! جُنگَ جِيَنِ، جِنين اَجهي گهارِيانِ؛
شالَ مَ سُڪي ويئَرِي، جِئان پِيَّ پِيَنِ؛
مَرَڪَڻَ! اَڪَڙِيَنِ، تو ڏِني مُون سُڪُ ٿِيي.

3

اِيندي لَٿِي اُجَ، پيرَ پيرِيندي ٿِرِيا؛
مَنجهِ ويئَرِيءَ سُجَ، ڪَرَ لِڏي رِڻُ اُڪارِيِن.

4

تُون اوڍَرُ، تُون اوڍَڪو، تُون اجهو، تُون اَڳُ؛
هِتِ پِڻُ تُنهِنجو تَڪِيو، مَهَندِ پِڻُ تُونهِين ماڳُ؛
سي لورِيُون ڏِيَنِ نہ لاڳُ، جي اَجهي آئُون اَبڙِي.

5

پَسَنديئَي پُرِ ٿِيا، جَڪِرو ئي جاجِڪَ؛

ٿِئان ڏِني مَڳَٽي، طَهُورا جِي تِڪَ؛

سَمي پَڳِيَنِ سِڪَ، واصِلُ ٿِيا وِصالَ ۾.

6

جي اُذَمِيو اَجُ، تہ وَسندو سونَ سَنگُ؛

جالَ ڍَئِيندو جُنگُ، جَڳُ ڍَئِيندو جَڪِرو.

## داستان چوٿون

1

وَڳَندُ وَرِي آئِيو، وَسَنِ ڪِينَ وِڏوسِ؛

گَنڍِي، مانِي، ماڳُ موچارو، پاسي پِيرَ ٿِيوسِ.

2

وَڳَندُ وري آئِيو، پِينارَنئُون پوءِ؛

مُحڪَمَ لَڳَسِ موچِڙا، ذَرو نہ ڏُنسِ جوءِ؛

وِيئو اِئين چوءِ، تہ پِيران پاسي نہ ٿِيان.

3

اَسُورَ سَندي آسِري، وينو آهِ وڳَندُ؛

هَڏِ نہ ڇَڏِيندو هنڌُ، آيَسِ بُوءِ بَهارَ جِي.

4

اَسُورَ سَندو آسِرو، وَڳَندَ کي وَڏو؛

جُسي ۾ جَڏو، پر کِيَڻَ تي کُڙا کٽي.

5

وَڳَندُ ورِي آئِيو، بَدُو سين بَدِ بُوءِ؛

خاوَندَ ! ڏي خُوشبُوءِ، تہ سُرهو ٿِيان سُپرِين!

6

وَڳَندُ ورِي آئِيو، ڪِنو ٿِي ڪوجهو؛

ڇَڏي نہ موزو، لَڳُسِ آرُ عَطارَ سين.

7

داتا سَندي دَرَ تي، وَڳَندُ وينو پَسُ!

تَنهِن روڳِيءَ کي رَسُ، جو آلُودو آزارَ سين.

8

وَڳَنڌُ وري آئيو، نسورو ئي نرڳُ؛
ڳنڌا ڳُلابي ڪري، سَيَّدَ جو سرڳُ؛
عَطُرَ سين اورڳُ، ته هُئين سدائين سُرَهو.

9

وَڳَنڌُ وري آئيو، بَدُو بي نمازُ؛
جنَ تِتر مٿي بازُ، وَڳَنڌُ تنَ سُرهاڻ تي.

10

وَڳَنڌُ وري آئيو، ڪونڙيان ڪُلاٺُ؛
سندو ڪرڙَ ڪاٺُ، هَڻُ نرڳيءَ ڪي نِڪَٽين.